# هر دل ۾ ڀٽو
# ڌڙڪي ٿو

(گهر ڀاتين، عزيزن، دوستن،
ڪارڪنن ۽ ذاتي ملازمن
جون ساروڻيون)



مقدمو

**بينظير ڀٽو**



روشني

# هر دل ۾ ڀٽو ڏڙڪي ٿو

(شهيد ڀُٽي بابت گهر ڀاتين، دوستن، ڪارڪنن ۽
ذاتي ملازمن جون ساروڻيون)

مقدمو

**محترمه بينظير ڀٽو**

**روشني پبليڪيشن**

ڪنڊيارو

2008ع

Roshni Book No. 432

ڪتاب جو نالو: هر دل ۾ ڀٽو ڌڙڪي ٿو
(شهيد ڀٽي بابت گهر ڀاتين، دوستن، ڪارڪنن ۽ ذاتي ملازمن جون ساروڻيون)
مرتب: خورشيد جوڻيجو
ترجمو: شيخ عزيز
ڇاپو: پهريون © روشني 2008ع
ڪمپوزڊ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرس،
حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ

HAR DIL MAIN BHUTTO DHARKEY THO
Compiled by: Khurshaid Junejo
Translated by: Shaikh Aziz

Composed by: Habib Qadir Qureshi
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh
Published: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2008

اسٽاڪسٽ

شاهه لطيف ڪتاب گهر، گاڏي کاتو، حيدرآباد
ڪاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ سجاول
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو + رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعه سينٽر، لاڙڪاڻو
مدنيءَ بڪ ڊيپو، لاڙڪاڻو + نيشنل بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو + نوراني بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهه
سڪندر بڪ ڊيپو، ڪنڊيارو + حافظ ڪتب خانو، ڪنڊيارو
المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، سانگهڙ
العزيز ڪتاب گهر، عمرڪوٽ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو + جنيد بوڪ ڊيپو، دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو، بدين + رحيم بڪ ڊيپو، بدين + سوجهرو ڪتاب گهر، بدين
ٿر ڪتاب گهر، مٺي
عزيز ڪتاب گهر، بئراج روڊ، سکر + ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز، سکر
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس + تهذيب نيوز ايجنسي خيرپور ميرس
قاسميه لائبريري، اسپتال روڊ، ڪنڊيارو

## انتساب

شهيد يتي جي قوت جي سرچشمي
پاڪستان جي عوام ڏانهن

# فهرست

# شهيد ڀٽو:
# عظيم اڳواڻ، اڏول انسان

## بينظير ڀٽو

*"منهنجو ذڪر ڪجو ڇاڪاڻ ته آءٌ ڏوهاري نه آهيان، نه وري بغض وچان ڪجھ چئجو."*

- شيڪسپيئر، "اوٿيلو"

"شهيد ڀٽو: هر دل ۾ ڌڙڪي ٿو"، انهن ڪتابن جي سلسلي جي ڪڙي آهي، جيڪي ايندڙ وقت اندر ڇاپيا ويندا. عالمي ملڪي ۽ غير ملڪي اڳواڻن، اديبن، دانشورن ۽ صحافين، جن جا شهيد ڀٽو سان لاڳاپا هئا، تن سندس باري ۾ ۽ سندن مشاهدن کي قلمبند ڪيو آهي. عوام جي اڳواڻ واريءَ حيثيت ۾ هن جي ولوله انگيزي، سندس مدبرانه صلاحيتون ۽ سندس عوامل، تاريخ جو حصو آهن. هن جي ذات سياست ۽ تاريخ تي اڻ مٽ نقش ڇڏيا آهن، جن جو جيترو مطالعو ڪجي اوترو زندگيءَ ۽ زندگيءَ جي باريڪن بابت علم حاصل ٿئي ٿو. تاريخ جو اهو طالب علم، جيڪو بدلجندڙ عالمي، واقعات جي تناظر ۾ ذڪر ايشيا جي سياست ۽ سياسي حقائق سمجهڻ چاهي ٿو، تنهن جو

مطالعو ايستائين نامڪمل هوندو جيستائين هو شهيد ڀٽي، سندس ذات ۽ عالمي تحريڪن ۾ سندس ڪردار جو اڀياس نٿو ڪري.

مختلف ماڻهن، شهيد ڀٽي کي مختلف زاوين کان ڏٺو. دانشور هن کي غير معمولي صلاحيتن جو مالڪ ڀاتو. عالمي اڳواڻ، هن سان عالمي مسئلن تي گفتگو ڪندي، سندس ذاهپ ۽ دوراندیشيءَ مان سبق سکيا صلاحيتن سان مستفيض ٿيندا هئا. عوام لاءِ هو سندن دبيل خواهشن ۽ اُمنگن جو آئينہ دار هو. هو ٽين دنيا جو اهو اڪيلو اڳواڻ هو جنهن کي رجعت پرست ۽ مايوس قوتن قيد ڪري رکيو. هن جي ترقي پسند سماجي، معاشي ۽ جمهوري نظرين، نہ صرف کيس قوت بخشي پر هڪ اهڙي عوامي تائيد بہ مهيا ڪئي تہ جيئن هو هر ماڻهوءَ لاءِ آتي، لتي ۽ آجهي واري ڪيل واعدي کي پايہ تڪميل تي پهچائڻ واري عظيم تر مقصد تي يڪسوئي سان ڪم ڪري سگهي.

شهيد ڀٽي جي ڪثير پهلوئي شخصيت، علمي ۽ تاريخي مطالعي جو هڪ اڻ کٽندڙ موضوع آهي، هيءَ ڪتاب انهيءَ سلسلي جي هڪ ننڍي ڪوشش آهي ۽ انهيءَ مسلسل سعي جو حصو آهي، جنهن هيٺ شهيد ڀٽي تي يادگيرين قلمبند ڪرڻ جو سلسلو جاري رهندو. هي يادگيريون انهن مهربانن جي زور قلم جو نتيجو هونديون جيڪي شهيد ڀٽي سان ننڍي هوندي يا شاگرد جي حيثيت ۾ سياسي رفيق طور توڙي ڪارڪن، وزير يا ذاتي زندگيءَ ۾ ساڻس گڏ رهيا يا جيڪي زندگيءَ جي ڪنهن نہ ڪنهن شعبي ۾ ساڻس تعلق ۾ آيا.

پنهنجي جاءِ تي، هي يادگيريون سندس ذات ۽ انهن شخصي گڻن تي ٿوري روشني وجهن ٿيون، جن کيس اهڙي مشعل بڻائي ڇڏيو هو جنهن جو هو پاڻ نمونو بڻجي مظلوم ماڻهن کي محرومين جي غار مان ڪڍڻ لاءِ همہ تن مصروف ٿي ويو هئو. هن جي زندگيءَ جي باري ۾ ڪئين واقعا مشهور آهن. هو ڪنهن بہ بحران کي حل ڪرڻ لاءِ خداداد صلاحيتن جو مالڪ هئو. هن جنهن خداداد ڏات سان ڍاڪا جي شڪست کان پوءِ قوم کي مايوسي مان ڪڍيو. هن جنهن پر عزم ۽

پروقار موت کي گلي سان لڳايو هن جنهن طرح تاريخ کي پنهنجي رت سان لکيو تنهن انساني اوصاف ۽ اعليٰ انساني قدرن تي تحقيق جو هڪ نئون ميدان کولي ڇڏيو آهي. اهي قدر پاڪستاني عوام جي عظيم ورثي طور اڻمٽ رهندا.

شهيد ڀٽو تاريخ جو ڳوڙهو اڀياس ڪندڙ طالب علم هئو. سندس ڪئين عظيم همعصر ليڊر جيڪي تدبر، فهم و فراست جا وڏا ڄاڻو ليکيا ويندا هئا، ۽ جن رجعت پرست قوتن جي خلاف انسان ذات جي ڪنهن نه ڪنهن طرح خدمت ڪئي هئي، تن ۾ پنهنجي مدبرانه لياقتن جي ذريعي هڪ قابل رشڪ مقام پيدا ڪري ورتو هئو. بهرحال، جيئن هن ڪتاب ۾ شامل تحريرن ۾ بيان لکتن مان ظاهر ٿيندو هو وڌ کان وڌ بانيءَ پاڪستان قائداعظم محمدعلي جناح کان متاثر هئو. سندس دوست آنجهاني پيلو مودي پنهنجي ڪتاب "ذلفي منهنجو دوست" ۾ شهيد ڀٽي جي قائداعظم سان عقيدت جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: "ذلفي، جناح لاءِ جيڪي ڪجهه چيو يا ڪيو سو درست هئو ۽ هيءَ ته "هو جناح جي ٻه قومي نظريي، پاڪستان جي قيام ۽ اسلام جو پڪو پوئلڳ هئو."

آءٌ انهيءَ خيال جي آهيان ته اهي ننڍيون يا وڏيون ڳالهيون جيڪي تاريخ ساز هجن، تن کي لازمي طور محفوظ ڪيو وڃي. شهيد ڀٽو ڪلهه تبصره آرائي جو هڪ موزون موضوع هئو اڄ ۽ سڀاڻي هو مطالعي جو اهم موضوع آهي ۽ رهندو. تنهنڪري اهي سمورا ماڻهو جيڪي هن کي سڃاڻندا هئا، هن کي ڄاڻندا هئا، ۽ جن جي لاءِ هو هڪ اهم فرد هو تن تي تاريخ جو فرض آهي ته شهيد ڀٽي بابت، سندس دور بابت، سندس ليڊرشپ ۽ سڀ کان اهم بطور انسان هن بابت لکن، ته جيئن تحقيق لاءِ مواد به ڪٺو ٿي سگهي ۽ شهيد ڀٽي، جيڪو پنهنجي ماڻهن لاءِ زنده رهيو ۽ هنن لاءِ پنهنجي زندگي، قربان ڪئي، تنهن کي خراج عقيدت پيش ڪرڻ سان گڏ تاريخ ۾ ڪيس صحيح مقام به ڏياري سگهن.

آءٌ جناب خورشيد جوڻيجو جي شڪرگذار آهيان، جيڪو شهيد ڀُٽي جي پنهنجي اباڻي ضلعي لاڙڪاڻي جو رهواسي آهي، جنهن هن ڪتاب کي سهيڙڻ جو اهم ڪم سر تي کنيو ۽ ان کي بخوبي سرانجام ڏنو. انهن سڀني سڄڻن جي پڻ شڪرگذار آهيان، جن جون لکڻيون هن ڪتاب ۾ شامل آهن ۽ هن ڪتاب کي حقيقت جو روپ ڏنو.

هيءُ ڪتاب هڪ پياري ڌيءَ جو پنهنجي پياري پيءُ لاءِ هڪ نذرانہ عقيدت آهي. هو صرف هڪ عظيم ليڊر ئي ڪونہ هو هو هڪ عظيم پيءُ بہ هو. هن کان ئي مون هيءُ سکيو:

"والدين کان بهترين شيءِ جيڪا ٻار کي ملي ٿي، سا آهي سٺي تعليم. ماڻهوءَ کان سڀ ڪجهہ وڃائجي سگهجي ٿو پر تعليم نہ."

"اصول ۽ ڪردار مادي خوشحالي کان بهتر آهن. اسان قبر ۾ پاڻ سان گڏ صرف نالو کڻي وڃون ٿا."

"سڀ مرد ۽ عورتون برابر آهن. اسلام ۾ تہ هڪ بادشاهہ توڙي فقير ساڳئي ڪفن ۾ دفن ٿيندو آهي."

"ننڍين فائدن پويان نہ ڊوڙ پر تاريخ ۾ پنهنجي مقام لاءِ جدوجهد ڪريو."

"آخري فتح عوام جي ٿيندي آهي."

"سياست، ماڻهن جي خدمت جو سڀ کان اعليٰ نمونو آهي."

"آءٌ گدڙ جي ڏهن سالن جي زندگي گذارڻ بدران شينهن جي هڪ ڏينهن جي زندگي گهارڻ پسند ڪندس."

اڄ هو جسماني طرح اسان وچ ۾ ڪونهي. پر روحاني طرح هو اڄ بہ اسان سان گڏ آهي. آءٌ هن جي صورت، نہ صرف پنهنجي ٻارن جي چهرن ۾، پر سمورن ٻارن جي ۽ ايندڙ سمورن نسلن جي چهرن ۾ ڏسان ٿي، جن لاءِ هن پنهنجي جان قربان ڪئي.

آءٌ، انهن سمورن مهربانن جيڪي پنهنجون يادگيريون ۽ لکڻيون موڪلڻ چاهين، تن کي گذارش ڪنديس تہ اهي مسٽر خورشيد جوڻيجو کي بلاول هائوس، ڪراچي جي پتي تي موڪلين.

# محبت ڪندڙ مڙس

## بيگم نصرت ڀٽو

سوال: اوهان جي ننڍپڻ جون يادگيريون ۽ خانداني پس منظر ڪهڙو آهي؟

جواب: منهنجو خاندان ايران مان هئو. منهنجي پڙڏاڏي ڪي ٽي پٽ هئا. هنن مان هڪ کي هن چين موڪليو تہ جيئن اتان ريشم ڻاهڻ سکي، جيڪو پوءِ هڪ واپاري ٿي ويو. هن پنهنجي ٻئي پٽ کي نجف اشرف موڪليو تہ جيئن عالم ٿي سگهي. ٽئين پٽ کي پاڻ سان گڏ رکيائين تہ جيئن زمينن جي سارسنڀال لهي سگهي ۽ زميندار ٿئي. جيڪو نجف اشرف ويو هئو سو منهنجو ڏاڏو هئو. جڏهن هو نجف اشرف مان پڙهي عالم ٿي ۽ آيت الله جي خطاب سان موٽيو تہ سندس والد هن لاءِ اصفهان ۾ هڪ مسجد ٺهرائي. پر انهيءَ کان اڳ جو منهنجو ڏاڏو انهيءَ مسجد ۾ وڃي علم جي روشني پکيڙي، گذاري ويو. اها ڏاڍي سهڻي مسجد آهي ۽ اڃا تائين موجود آهي.

منهنجو والد مرزا محمد، نجف اشرف ۾ ڄائو هو. هن جي ماءُ سيد زادي هئي، جڏهن تہ منهنجو ڏاڏو غير سيد هئو. هن جو خانداني نالو

مرزا محمد عبداللطيف اصفهاني هئو. هو جديد خيالن وارو ماڻهو هو ۽ ڪڏهن بہ آيت الله بڻجڻ نٿي چاهيائين. تنهنڪري هن صرف نجف اشرف ۾ تعليم حاصل ڪئي.

هڪ ڀيري، هو دوستن سان گڏجي موڪلون گذارڻ لاءِ هندستان جي شهر بمبئي ويو. موٽڻ کان پوءِ پنهنجي والد ۽ ڏاڏي کي چيائين تہ "آءٌ هندستان ۾ صابڻ جو ڪارخانو کولڻ ٿو چاهيان." ان کان پوءِ منهنجا والدين بمبئي هليا ويا ۽ اُتي "بغداد سوپ انڊسٽريز" کوليائون. آءٌ اتي ڄايس. آءٌ ٽين ڏيءَ هيس. مون کان پوءِ هڪ پٽ ڄائو جنهن کي سٺو سوڻ سمجهيو ويندو آهي. ننڍي هوندي مون کي گهڻي لاڏ ڪوڏ سان پاليائون.

هي برطانوي راڄ جا آخري سال هئا. منهنجو والد صابڻ انڊسٽريءَ لاءِ خام مال خريدڻ خاطر ڪراچي گهڻو ايندو ويندو هو. مون پڙهائي بمبئي ۾ شروع ڪئي. جڏهن مون سينيئر ڪيمبرج پاس ڪئي تہ منهنجن مائٽن مون کي برقعو پهرڻ لاءِ چيو. مون کي چيائون تہ هاڻي ڇاڪاڻ تہ آءٌ وڏي ٿي ويئي آهيان، ان ڪري "حجاب" اوڍڻ ضروري هئو. منهنجو پيءُ تمام سادو ۽ نرم دل هئو. مون برقعو پهرڻ کان نابري واري ڇڏي، مون سان گڏ، منهنجي ڀاٽيجي بہ گڏ پڙهڻ هلندي هئي. پر اها ڏاڍي چالاڪ هئي. هوءَ ڇا ڪندي هئي جو گهران برقعو پائي نڪرندي هئي، پر رستي تي موٽر ۾ اهو لاهي ڇڏيندي هئي؛ ۽ وري جڏهن ڪاليج کان گهر ورندي هئي تہ برقعو پهري گهر ۾ گهڙندي هئي. هن جو پيءُ سمجهندو هئو تہ سندس نينگري ڏاڍي چئيوان آهي. پر آءٌ سادي ۽ سِڌي هيس ۽ مون پنهنجي ماءُ پيءُ کي بيوقوف بنائڻ نٿي چاهيو. ڪئين سال مون کي خبر ڪانہ پئي تہ منهنجي ڀاٽيجي ڇا ٿي ڪيو. بهرحال آءٌ انهيءَ سبب يونيورسٽي پڙهڻ کان ويس ۽ هاڻي مون کي افسوس ٿو ٿئي تہ آءٌ ڊگري حاصل ڪري ڪونہ سگهيس.

اهي منهنجا ننڍپڻ جا ڏينهن هئا. مون کي هرڪو گهڻو پائيندو هئو. منهنجون وڏيون ڀينرون، مون کان گهڻيون وڏيون هيون. منهنجي

هڪڙي ڀيڻ 14 سال ۽ ٻي 23 سال وڏي هئي. هنن جون شاديون بہ گهڻو اڳي ٿي ويون هيون، تنهنڪري هنن جا ٻار بہ مون جيڏا يا مون کان ٿورو ننڍا هئا. فخري، انهن مان هڪ آهي. هوءَ منهنجي وڏي ڀيڻ صفيہ خانم جي ڌيءَ آهي. فخري ۽ آءٌ ٻئي گڏ پليونسين.

سوال: هڪ روايتي خاندان تعلق رکندي، اوهان ۽ فخري بيگم ڪيئن آزاد طبع واقع ٿيون؟

جواب: منهنجو والد ڪو ڪٽر روايت پرست نہ هئو. هن هميشه اسان جي همت افزائي ڪئي. البتہ منهنجي ماءُ ٿورو گهڻو پراڻن خيالن جي هئي، جنهن مون کي برقعو اوڍڻ لاءِ چيو هئو. حقيقت ۾، تن ڏينهين گهڻو تڻو عورتون برقعو پهرينديون هيون. جڏهن منهنجي شادي ٿي تہ منهنجي ساهرن چاهيو تہ آءٌ برقعو پهريان، ڀيو نہ تہ گهٽ ۾ گهٽ لاڙڪاڻي ۾ ضرور پايان. تنهنڪري آءٌ جڏهن بہ لاڙڪاڻي ويندي هيس تہ برقعو پهري ويندي هيس. جڏهن منهنجو مڙس وزير ٿيو ۽ منهنجو سهرو گذاري ويو، تڏهن مون برقعو پهرڻ ڇڏيو. هڪ گهمري منهنجي مڙس مون کي چيو: "برقعو بہ وڏو ناٽڪ آهي، جنهن کي هاڻي وساري ڇڏ." هڪ ڏينهن جڏهن آءٌ ساڻس گڏ جهاز ۾ لاڙڪاڻي وڃي رهي هيس تہ مون کي چيائين، "هاڻي ان کي نہ پهر." انهيءَ تي مون ان جي پچر ڪٽي ڦٽي ڪئي.

سوال: اوهان جي ذوالفقار علي ڀٽي سان ملاقات ڪيئن ٿي؟

جواب: اها تمام عجيب طريقي ۾ ٿي. ننڍپڻ ۾، جڏهن اسان بمبئي ۾ رهندا هئاسون تہ بمبئي جي پير ۾ هڪ ٽاڪرو وندر گاهہ کنڊالا گهمڻ ويندا هئاسون. اتي اسان جي هڪ جاءِ بہ هئي، جنهن کي اونهاري جي موڪلن ۾ گهمڻ وقت استعمال ڪندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن کنڊالا جي پير ۾ لوٽا والا بہ ويندا هئاسين ۽ اتي ئي مون کيس پهريون دفعو ڏٺو هو. مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي. آءٌ انهن ڏينهن يارهن سالن جي هيس. اسان بہ ٿهلي رهيا هئاسون، هو بہ پنهنجي گهر وارن سان اتي چهل قدمي ڪري رهيو هئو. گهمندي گهمندي ڪنهن نموني

ٻنهي خاندانن جو پاڻ ۾ ڳالهائڻ ٻيو ۽ سڀ گڏجي وياسين. ٻارن ۾ ڪل ٽي ڇوڪريون ۽ هيءَ هڪ ڇوڪرو هئو. اسان ٻار پاڻ ۾ گڏجي وياسين ۽ هڪٻئي سان ڳالهائڻ لڳاسين. هنن ٻڌايو ته هنن جو تعلق سنڌ سان آهي. اسان کي ڪراچيءَ جي خبر هئي، پر سنڌ جي ڄاڻ ڪانه هئي، تنهنڪري اسان ڪانئن پڇيو ته سنڌ ڪٿي آهي. هنن اسان کي انهيءَ بابت ٻڌايو. اهي ئي ڳالهيون هيون جيڪي اسان جي ۽ اسان جي مائٽن جي وچ ۾ ٿيون. آءٌ سمجهان ٿي ته اسين ٻه دفعا ملياسين. مون کي تفصيلن جي يادگيري ڪانهي.

ان کان پوءِ اسان ڪراچي لڏي آياسين. هن جي پيڻ مَنا (بيگم منور السلام) منهنجي دوست هئي، ۽ جڏهن سندس شادي ٿي رهي هئي تڏهن هن مون کي به نيند ڏني هئي. انهيءَ خيال کان ته پنهنجا زيور لاڪر مان ڪڍان، آءٌ بئنڪ ويس. بئنڪ ۾ ڏٺم ته هو اتي بيٺو هو. تڏهن هو وڏو ٿي چڪو هو. پهرين ته مون هن کي سڃاتو ئي ڪونه، پر جڏهن سندس ماءُ کي ڏٺم ته هلڪو ياد آيم. سندس ماءُ کي خبر هئي ته آءٌ منا جي دوست آهيان، تنهنڪري ڏسي چيائين: ”آئي.... نصرت، هيءَ منهنجو پٽ آهي. هينئر ئي آمريڪا مان آيو آهي. هن جو نالو آهي ذلفي.“

•مون پنهنجيءَ هڪ دوست، جيڪا هاڻي مسز حبيب الله آهي، تنهن کان ٻڌو هو ته منا جو هڪ ڀاءُ آهي جيڪو قداور ۽ سهڻو آهي. مون ته هن کي ننڍي هوندي ڏٺو هو پر سچ هيءُ آهي ته مون کي ياد ڪونهي ته هو ان وقت ڪيئن ٿي لڳو. بئنڪ جي اندر مون هن کي ڏٺو پر غالباً ان وقت بئنڪ اندر ٿورڙي اونده هئي يا ڪنهن ٻئي ڪارڻ، آءٌ سمجهان ٿي ته هو ايترو موچارو ڪونه ٿي لڳو. وڏي ٽيڻ کان پوءِ هيءُ اسان جي پهرين ملاقات هئي.

بهرحال اسان ميندڍيءَ تي وياسين. هو اتي به هو. اتي مون ڏٺو ته هو پرڪشش پئي لڳو. هو مون کي وڻيو ۽ مان هن کي وڻيس. هو ڏاڍو پروقار هئو. هونئن ته آءٌ ڪيترن ئي ماڻهن سان پارٽين ۽ پڪنڪن تي

ملي هيس، جتي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون پاڻ ۾ بدتميزيون ڪندا هئا، اگرا لفظ ڪيندا هئا. پر هو ڏاڍو پروقار ۽ سنجيده رهندو هو.

سوال: اوهان جي انهيءَ وقت ڪيتري عمر هئي؟

جواب: آءٌ ويهن ورهين جي هيس.

سوال: پوءِ ڇا ٿيو مائٽي هنن موڪلي؟

جواب: نه هنن ته ڪونه موڪلي. دراصل، آءٌ ان وقت پاڪستان نيشنل گارڊز ۾ شامل ٿيس ۽ آرمي ۾ ڪيپٽن هيس. منهنجي اهائي دوست جيڪا هاڻي بيگم حبيب الله اهي، سا بحري فوج ۾ هئي. منا جي شاديءَ جي ٿورن ڏينهن کان پوءِ، اسان ٻئي ڄڻيون گڏجي وٽس ويونسين ته جيئن ڏسون ته شاديءَ کان پوءِ هن جي زندگي ڪيئن گذري رهي هئي. اسان ٻئي ڄڻيون پنهنجي پنهنجي يونيفارم ۾ هيونسين. هو اتي به هئو ۽ اسان جي وري ملاقات ٿي. پر آءٌ سمجهان ٿي ته هن اسان کي يونيفارم ۾ ڏسي پسند نه ڪيو ڇاڪاڻ ته بعد ۾ هن انهيءَ جو ذڪر پنهنجيءَ ڀيڻ سان ڪيو هئو ۽ هن جا لفظ هئا: ”نيٺ هي ٻئي ڇوڪريون ڇا ٿيون ڪرڻ چاهين؟“

ان کان پوءِ هو وري آمريڪا پڙهڻ لاءِ هليو ويو. تنهن کان پوءِ... خير آءٌ توکي سمورا راز نٿي ٻڌائي سگهيان. يا ٿي سگهي ٿو آءٌ توکي ٻڌايان. چڱو ٻڌ. ٿوري وقت پڇاڻان، هن جو هڪ دوست جيڪو پاڻ آمريڪا ۾ پڙهندو هئو سو مون وٽ آيو ۽ چيائين، ”ذلفيءَ اوهان لاءِ پيغام محبت ۽ نيڪ تمنائون موڪليون آهن.“ ان وقت منهنجو ذلفي نالي ڏانهن ڌيان ئي ڪونه ويو. تنهنڪري پڇي ويٺيس ته ”ڪهڙو ذلفي.“ اهو ٻڌي، هو دوست جڏهن واپس ويو ته ڪيس چيائين: ”هوءَ توکي ڪونه ٿي سڃاڻي ۽ نه وري اها خبر اٿس ته تون ڇو پيغامِ محبت موڪلي رهيو آهين؟“

ٻن سالن کان پوءِ هو موٽي آيو. هاڻي هو آڪسفورڊ ۾ پڙهي رهيو هئو. اسان ٻنهي هڪ ٻئي کي هڪ دوست جي جنم ڏينهن واريءَ پارٽيءَ تي ڏٺو. ڏسندي ئي هو مون وٽ هليو آيو ۽ اچي چيائين:

"چا، آءٌ پنهنجو تعارف ڪرائي سگهان ٿو ۽ يا توهان کي خبر آهي تہ آءٌ ڪير آهيان؟"

مون وراڻيو "نہ". جيتوڻيڪ مون کي خبر هئي تہ هن جو مطلب ڇا هئو ۽ ائين جواب ڏيندي مون کي اندر ئي اندر ۾ ڇهندڙي محسوس ٿي. ٿورو رڪجي هن وري پڇيو "ڇا، آءٌ اوهان لاءِ آئيس ڪريم کڻي اچان؟" "ها، پليز." مون وراڻيو. هو پڌندي واپس مُڙيو ۽ هڪ آئيس ڪريم کڻي آيو.

ان کان پوءِ، هن جي جنهن بہ دوست جي شادي ٿيندي هئي هو ڪيس چوندو هو تہ پارٽي ڪريو ۽ ان ۾ مون کي بہ ضرور گهرائي. ائين اسان انهن پارٽين ۾ ملندا رهياسين، پر صرف پارٽين ۾، اڪيلائيءَ ۾ ڪڏهن بہ نہ ملياسين. انهيءَ کان پوءِ هن منهنجو رشتو گهريو.

سوال: توهان کي ياد آهي تہ اهو ڪڏهن ٿيو؟

جواب: منا جي شادي 1949ع ۾ ٿي. هن منهنجو رشتو 1951ع ۾ گهريو ۽ بس پوءِ شادي ٿي ويئي. شادي ڪراچيءَ ۾ ٿي. شاديءَ کان هڪدم پوءِ اسان ٻئي ڇٽا هني مون تي هليا وياسين. تنهن وقت هن جو خاندان ڪِلفٽن پل جي هيٺان مڪنيل روڊ تي رهندو هو جتي شاديءَ کان پوءِ آءٌ بہ هنن سان گڏ رهڻ لڳيس. بينظير، انهيءَ گهر ۾ ڄائي هئي. پر شاديءَ کان ٿورو پوءِ هن کي آڪسفورڊ وڃڻو پيو. تنهنڪري آءٌ بہ هن سان گڏ هلي ويس. آڪسفورڊ ۾ هن جو پهريون سال هئو. قاعدن مطابق، هن کي هاسٽل ۾ ئي رهڻو هو تنهنڪري مون کي ڊار هوٽل ۾ رهڻو پيو. اسان صرف ڏينهن جو گڏ گذاريندا هئاسين، صرف هڪ رات هو مون سان گڏ رهيو تہ ٻئي ڏينهن کيس پنهنجي ڊين (Dean) کي هيءَ ڇئي تہ رات آءٌ پنهنجي زال سان گڏ هيس، معذرت ڪرڻي پئي. پر ڊين، هن جي عمر ڏسي يقين نہ پيو ڪري تہ هو شادي شده آهي. اهو محسوس ڪري ٻئي ڏينهن هو مون کي ساڻ ڪري ڊين وٽ ويو جنهن تي ڊين کي پڪ ٿي ۽ هو تہ صرف سزا کان بچي ويو پر همدرديءَ ۾ چيائين: "مون کي پاڻ افسوس آهي تہ اوهان گڏ نٿا رهي سگهو؟"

سوال: ان وقت سر شاهنواز ڀٽو ڪيئن هو؟

جواب: ان وقت هو گهڻو پوڙهو ٿي چڪو هئو. هو ڏاڍو سٺو ماڻهو هئو. جڏهن اسان آڪسفورڊ ۾ هئاسين ته هو لکندو رهندو ته هئو آءٌ واپس هلي اچان. نيٺ هڪ ڏينهن آءٌ واپس هلي آيس ۽ پنهنجي ساهرن سان گڏ رهڻ لڳيس، پر مون کي انهيءَ ۾ خوشي ڪانه محسوس ٿي، ڇاڪاڻ ته ان وقت تائين مون کي پنهنجي مڙس سان ايتري محبت ٿي ويئي هئي جو مون هن سان گڏ ئي رهڻ ٿي گهريو. منهنجي ساهرن کي اهو فڪر هئو ته جيڪڏهن آءٌ پنهنجي مڙس سان گڏ هونديس ته هو پڙهي نه سگهندو. لنڊن مان واپسيءَ کان پوءِ آءٌ برابر هن سان ٽيليفون تي ڳالهائيندي هيس ۽ ڪانئس پري هئڻ جي شڪايت روئي روئي ڪندي هيس.

ٿوري عرصي کان پوءِ منهنجي سهري مون کي ٽڪيٽ وٺي ڏني ته جيئن آءٌ واپس پنهنجي مڙس وٽ آڪسفورڊ هلي وڃان. 1952ع ۾ مون کي پار ٿيو جنهن جو اطلاع مون کيس رستي تي هلندي ڏنو. هو اهو ٻڌي ايترو ته خوش ٿيو جو رستي تي زور زور سان ٽهڪ ڏيڻ لڳو.

”آءٌ پيءُ ٿي ويندس،“ هو وڏي واڪي چوڻ لڳو. ٻئي سال، 1953ع ۾ مون بينظير کي جنم ڏنو.

سوال: مون کي ڪنهن ٻڌايو ته جناب ڀٽي جي ڪنهن ڀيڻ جو نالو بينظير هو جيڪا ننڍي هوندي ئي گذاري ويئي، تنهنڪري هن پنهنجي ڌيءَ جو نالو بينظير رکيو. اهو سچ آهي؟

جواب: ها اهو آزاديءَ کان گهڻو اڳ ٿيو هو. هو پوني ۾ پڙهندي هئي ۽ اتي هاسٽل ۾ رهندي هئي. اسان پوءِ هن جي ڊائري ڏٺي، جنهن ۾ لکيو هئائين ته هو پنهنجي پڙهائي جلدي پوري ڪري واپس گهر اچڻ چاهي ٿي، پر اتي کيس گردن توڙ بخار ٿي پيو ۽ ننڍڙي عمر ۾ ئي گذاري ويئي، کيس پوني ۾ ئي دفن ڪيو ويو. هن جي گذارڻ کان پوءِ ئي منهنجي سس اسان جي ڌيءَ جو نالو بينظير رکيو.

سوال: اوهان جي سس ڪيئن هئي؟ ڇون ٿا ته هوءَ غريب خاندان سان تعلق رکندي هئي؟

جواب: منهنجي سَسُ جي باري ۾ گهڻيئي ڳالهيون ٻڌجن ٿيون، پر آءٌ سمجهان ٿي تہ اهي هميشه لاءِ طئي ٿي ويون آهن. منهنجي سَسُ بيگم خورشيد هئي، جنهن جي ماءُ هڪ نو مسلم هئي. مسٽر هدايت الله، جنهن کي اڃا سر جو خطاب ڪونہ مليو هئو تنهن انهيءَ خاندان کي هندو مان مسلمان ڪري، ساڻس نڪاح ڪيو هئو. هن زال مان کيس بہ ڏيئون ڄايون ۽ بيگم خورشيد انهن مان هڪ هئي. بعد ۾ هدايت الله انهيءَ خاتون کي طلاق ڏيئي، هڪ ٻيءَ خاتون سان شادي ڪئي.

بيگم خورشيد جي وڏي ڀيڻ، جنهن شخص سان پرڻيل آهي، تنهن جو نالو آءٌ ڀانيان ٿي مير مقبول احمد خان هو. هيءُ مير مقبول احمد خان، سر شاهنواز ڀٽي جو بنهہ گهاٽو دوست هئو. سر شاهنواز جي پهرين زال گهڻي پوڙهي ٿي چڪي هئي، تنهنڪري هن ٻي شادي ڪرڻ ٿي گهري، انهيءَ تي مقبول احمد خان صلاح ڏنس تہ سندس سالي‌ءَ (خورشيد) سان شادي ڪري وجهي. ائين هنن جي شادي ٿي ويئي.

سوال: ڇا ڀٽو صاحب، انهيءَ خاتون مان واحد اولاد هئو؟

جواب: ها بہ ٻيا ڀائر ۽ چار ڀيڻون، پهرين زال مان هئا. ۽ هڪ پُٽ ۽ ٽي ڌيئون ٻيءَ زال خورشيد بيگم مان ٿيا. هو ڏاڍي روايت پرست ۽ مذهبي عورت هئي. آءٌ هن سان گڏ نجف اشرف، ڪربلا ۽ بغداد جي زيارتن تي ويس. هو پڪي مسلمان هئي ۽ مون کي لاڙڪاڻي اچڻ وقت برقعو پهرائي وٺي ايندي هئي.

بهرحال، آڪسفورڊ ۾ تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ، ڀٽي صاحب کي اتي ئي يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري ملي ويئي. تنهنڪري مٺس يونيورسٽيءَ وارن زور ڀريو تہ هو پنهنجي ملڪ مان ٿي واپس وري، ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران بہ هو ڪڏهن ڪڏهن سنڌ مسلم لا ڪاليج وڃي ليڪچر ڏيندو هو پر هن چاهيو ٿي تہ کيس دفتر خارجہ ۾ ڪا ملازمت ملي.

سوال: جڏهن اوهان پهرين ڀيري مليا هئا تہ اوهان کي ڪو اندازو هئو تہ هو زندگيءَ ۾ اڳتي ڇا ڪندو؟

جواب: نہ هو ان وقت صرف هڪ شاگرد هئو. مون ڏٺو تہ هو ڏاڍي پروقار شخصيت جو مالڪ هئو.

سوال: اوهان ان وقت ڇا محسوس ڪيو هئو؟

جواب: اهو تہ هو دلڪش هئو ۽ انهيءَ خوبيءَ کي آءُ بيان نٿي ڪري سگهان.

سوال: هن جو سرچشمہ ترغيب ڇا هئو؟

جواب: آءُ ڪجهہ چئي نٿي سگهان. هن جي پالنا تمام چڱي ٿي هئي. ٿي سگهي ٿو تہ هن جي والده هن جي زندگيءَ لاءِ مثالي هجي. هن جو والد سندس همت افزائي ڪندو هئو. هن جو چاچو احمد خان پنھو جنهن جي ڌيءَ سندس پهرين زال هئي، سو اڳ ۾ ئي سياست ۾ هئو. اتي آءُ توهان کي هڪ دلچسپي ڳالهہ ٻڌايان ٿي. جڏهن اسان ٻنهي شادي ڪئي تہ اهو چاچو جيڪو سندس سهرو بہ هئو تنهن انهيءَ خوشيءَ ۾ ڪراچي ڪلب ۾ هڪ پارٽي ڏني، چاڪاڻ تہ سنڌ ۾ ٻي شادي ڪرڻ ڪا حيرت جي ڳالهہ ڪانهي.

سوال: اوهان کي خبر هئي تہ هو اڳ ۾ شادي شده هئو؟

جواب: مون کي شروع ۾ تہ خبر ڪانہ هئي. ٿيو هيئن تہ مون انهيءَ رشتي جي خبر پنهنجي ماڻٽن سان، پنهنجي وڏي ڀيڻ جي ذريعي ڪئي. پهريائين، هنن اها ماڻٽي رد ڪري ڇڏي. هنن چيو تہ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو تہ هڪ ايراني خاندان، هڪ سنڌي مرد جي رشتي کي قبول ڪري، ۽ اهو بہ اهڙو ماڻهو جنهن کي هو سڃاڻن ڪونہ. منهنجي ماءُ انهيءَ وقت تائين گذاري چڪي هئي ۽ صرف منهنجي ڏاڏي ۽ وڏيون ڀيڻون زنده هيون.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ آءُ سمجهان ٿي تہ هارون خاندان جا ماڻهو اسان وٽ ملڻ آيا هئا ۽ اها ڳالهہ نڪري پئي. اتي هارون خاندان وارن ٻڌايو تہ هيءُ شخص اڳ ۾ شادي شده آهي. اف.... الله ان کان پوءِ منهنجي ماڻٽن تہ مون لاءِ ٻارڻ ٻاري ڏنو. هنن مون کي تمام گهڻو ڇينڀيو تہ هڪ اڳ ۾ شادي ٿيل ماڻهوءَ سان آءُ ڪيئن شادي ڪنديس. ٿورن ڏينهن کان پوءِ

هو منهنجي گهر مائٽن سان ملڻ آيو. اتي مون چيو مانس: "تون مون سان دولاب ڪيو آهي. تون تہ اڳيئي شادي شده آهين. تون مون کي اهو اڳ ۾ چو ڪونہ ٻڌايو تہ تنهنجي شادي ٿيل آهي؟"

اهو ٻڌي، هن مون کي اها سموري صورتحال ٻڌائي، جنهن ۾ هن جي شادي ٿي هئي. ان کان پوءِ هو پنهنجي ماءُ کي بہ ساڻ وٺي آيو جنهن منهنجن مائٽن کي سمجهايو تہ هن جي پنهنجيءَ سؤٽ سان ان وقت شادي ڪرائي ويئي، جڏهن هو مشڪل سان 14 سالن جو هئو بلڪہ هن کي چيو ويو هئو تہ جيڪڏهن هن کي پنهنجي پسند جي ڪرڪيٽ بيٽ کپي تہ هن کي شاديءَ ۾ ويهڻو پوندو. اها شادي رائين ٿي.

سوال: هو ڪهڙي قسم جو ماڻهو هئو؟

جواب: هن جا تمام ٿورا دوست هئا. جيڪا ڳالهہ تمام گهٽ ماڻهن کي خبر آهي سا هيءَ آهي تہ هو تمام شرميلو ماڻهو هئو تمام شرميلو. هو پڙهندو تمام گهڻو هئو بلڪ هن مون کي بہ پڙهايو. هو مون کي پڙهڻ لاءِ تمام گهڻا ڪتاب ڏيندو هئو. جڏهن مون کي ٻار ٿيا تہ هو مون کي نفسيات تي ڪتاب ڏيندو هئو تہ جيئن آءٌ ٻارن کي سمجهي سگهان. هو مون کي چوندو هئو تہ اسان جا ٻار ڪا اهڙي حرڪت نہ ڪن جنهن سان خاندان جي نالي کي ٺڪو لڳي.

سوال: اوهان هني مون ملهائڻ لاءِ ڪٿي ويا؟

جواب: پيرس ۽ روم. دلچسپ ڳالهہ هيءَ تہ منهنجي سس بہ سان گڏ هلي. دراصل، سندس ڏيءَ ممتاز ڪرنل مصطفيٰ سان پرڻيل هئي، جيڪو ان وقت ترڪيءَ ۾ عهدي تي فائز هئو. تنهنڪري اسان هن کي بہ پاڻ سان گڏ وٺي هلياسين. هن جو خيال هئو تہ هو پنهنجي ڌيءَ سان ملاقات ڪري وٺندي اسان پيرس، روم کان ٿيندا ترڪي وياسين ۽ اتان لنڊن وياسين.

سوال: پتو صاحب، ايوب خان جي ڪابينہ ۾ ڪيئن شامل ٿيو؟

جواب: آءٌ سمجهان ٿي تہ اسڪندر مرزا، هن جي خاندان کان واقف هئو ۽ هو وٽن ايندو ويندو هئو. هڪ ڏينهن اسڪندر مرزا چيو تہ هو چاهي ٿو تہ سندس پٽ کي وزير بنائي. ان کان اڳ هن هڪ

ڪتابڙو لکيو هو جنهن جو عنوان هئو: ”وفاقي يا وحداني طرز حڪومت“ جنهن تان حڪومت هن سان چڱي ناراض ٿي پئي. ان ڪان پوءِ ڪيس ڪجهه بين الاقوامي ڪانفرنسن ۾ مندوب جي حيثيت سان موڪليو ويو ۽ نيٺ هڪ ڏينهن وزير تجارت ٿاهيو ويو. انهيءَ ڪان پوءِ اسڪندر مرزا کي اقتدار تان هٽايو ويو. اسان انهيءَ وقت لاڙڪاڻي ۾ هئاسين ۽ جلدي ڪراچي اچڻ جو ڪو پروگرام ڪونه هئو جيڪو ان وقت گاديءَ جو هنڌ هئو. عين انهيءَ وقت اسان کي فون مٿان فون اچڻ لڳا. پيغام هيءَ هئو ته ايوب خان چاهيو ٿي ته هو وزير ٿي رهي. اسان پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته وڃجي يا نه وڃجي. انُ وقت تائين ڀُٽي صاحب جو پيءُ گذاري چڪو هئو. تنهنڪري سندس والده ۽ مون انهيءَ تي زور پريو ته اها آڇ قبول ڪجي. انهيءَ بعد هن به قبول ڪيو.

سوال: هو اوهان سان سياست تي صلاح مشورو ڪندو هئو؟

جواب: گهڻو ڪري صلاح مشورو ڪندو هو پر مون ڪڏهن به پنهنجي راءِ هن تي نه مڙهي. آءٌ صرف اهو چوندي هيس ته ”آءٌ هيئن محسوس ڪريان ٿي.“ هو ڪڏهن منهنجي راءِ مڃيندو ۽ ڪڏهن رد ڪري ڇڏيندو هو.

سوال: هو ڪهڙي قسم جو مڙس هئو؟

جواب: هو ڏاڍو خيال ڪرڻ وارو مڙس هئو. تمام گهڻو خيال ڪرڻ وارو. آءٌ ڪڏهن ڪڏهن ننڍين شين تي به چڙهي پوندي هيس، پر هو انهيءَ جو خيال ڪونه ڪندو هئو. هو ڏاڍو محبتي ماڻهو هئو. هو ڏاڍو صابر هئو. ماڻهو ايندا هئس جيڪي الائي ڇا ڇا چئي ۽ ڪيس صلاح ڏيئي هليا ويندا هئا. پر هو ماٺ ڪري صرف ٻڌندو هئو. سڀ ڪجهه ٻڌڻ ڪان پوءِ هو پنهنجو خيال ظاهر ڪندو هئو ته هو انهن ڳالهين تي ڪيستائين ڀروسو ڪري.

پنهنجي ٻارن سان ته هو ڏاڍي محبت ڪندو هئو. هن ڪڏهن ٻارن کي ڪو دڙڪو به ڪونه ڏنو. هو ساڻن تمام پيار سان ڳالهائيندو هئو ۽ ڪڏهن ڪين ڇينڀيائين به ڪونه.

هو جڏهن بيريسٽر ٿيو تہ هڪ پوڙهي ماڻهوءَ جي پاران وڪالت ڪيائين، جنهن تي الزام هئو تہ هن قتل ڪيو هئو. اهو پوڙهو ماڻهو هن وٽ آيو ۽ چيائين تہ هن ڪو قتل ڪونہ ڪيو آهي. هي پٽي صاحب جو پهريون ڪيس هئو. هن ان جي في مون کي ڏني جيڪا مون تمام گهڻو عرصو پاڻ وٽ رکي. هن جڏهن ٻيو ڪيس کٽيو تہ اهو ماڻهو رقم بدران پنهنجي ننڍي ڌيءَ کي وٺي آيو. هو انهيءَ نينگر کي وٺي مون وٽ آيو ۽ چيائين: "ڏس نصرت! مون کي ڪيس کٽڻ جي عيوض هيءَ في ملي آهي. تون هيءَ في رکنديئن؟" هوءَ ويچاري ڏاڍي ننڍڙي پياري ڇوڪري هئي، جنهن کي پٽو صاحب اوڏيءَ مهل ئي ماٽن کي واپس ڏيئي ڇڏيو.

سوال: پٽو صاحب، پنهنجي ڪاميابيءَ تي خوشيءَ جو اظهار ڪهڙيءَ طرح ڪندو هئو؟

جواب: هو ماٺ ڪري ويهي رهندو هئو. مون کي معلوم ڪونهي تہ آخر هن کي ڇو اهو خيال گهر ڪري ويو هئو تہ هو جوانيءَ ۾ مري ويندو. هن اها ڳالهہ ان وقت بہ چئي، جڏهن منهنجي سڱ لاءِ گهر ڪئي هئائين. مون کي ياد آهي، چيو هئائين: "اسان کي جلدي شادي ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ منهنجي زندگي تمام ٿوري آهي." انهيءَ تي مون پڇيومانس، "آخر ڇو تنهنجي زندگي ننڍي آهي؟" هن چيو: "مون کي خبر ناهي ڇو"، پر هن کي اهو گهرو احساس هئو. هڪ دفعي ٻڌايائين تہ هن جي خاندان جا گهڻيئي دشمن آهن جيڪي کيس ماري سگهن ٿا. ان کان سواءِ هڪ جوتشي، جنهن سندس پيءُ کي ننڍي هوندي منهنجي پوري مستقبل جا تفصيل ٻڌائي ڇڏيا هئا. انهيءَ ۾ هيءُ بہ هئو تہ هو ڪيئن پڙهندو، ڪيئن مشهور ٿيندو پر اها سڄي ڪهاڻي 48 ورهين تي پوري ٿي ٿئي. هو پورو 48 سالن جو هئو جڏهن هن خلاف پي اين اي جي تحريڪ شروع ٿي هئي.

مون کي 1970ع جو پهريون چونڊون ياد آهن. تنهن ڏينهن آءٌ جلدي اُٿي هيس ۽ کيس چيم تہ اسان کي اڄ جلدي وڃڻو آهي. هن پڇيو: "ڇو، اهڙي ڪهڙي تڪڙ اٿئي؟"

مون کيس سمجھايو اٽاريومانس ۽ چيومانس: "اسان کي ٻاهر نڪرڻ گھرجي ۽ واءُ سواءُ ونڻ گھرجي."

هن کي چوندڻ جي نتيجن جو ڏاڍو انتظار هئو. هو لاڳيتو ريڊيو ۽ ٽيليويزن کي ٻڌندو رهيو. سمورو ڏينهن هو ڏاڍو خوش رهيو. تان جو آخري نتيجا آيا. ان کان پوءِ هو ڏاڍو خوش ٿيو پر هو ايترو شرميلو هئو جو ان خوشيءَ جو اظهار بہ ڪري نہ سگھيو. منهنجي سامهون بہ نہ. هو چُپ ۽ سنجيده رهيو.

هو ڏاڍو پڙهندو هئو. کيس جو بہ ٿورو يا گھڻو وقت مليو هو پڙهندو رهندو هئو. جڏهن وزير هئو تہ هو پنهنجا فائيل آسر جو ٽين وڳي تائين ڏسندو رهندو هئو. هو پنهنجي بيڊ روم ۾ ڪم ڪندو رهندو هئو ۽ آءٌ ڪاغذن جي اُٿلائڻ پٿلائڻ جو آواز ٻڌندي رهندي هيس، جنهن ڪري آءٌ بہ سمهي ڪونہ سگھندي هيس. هڪ دفعي مون چيومانس: "يلا تون هتي ڪم ڪري رهيو آهين تہ آءٌ ڪنهن ٻئي ڪمري ۾ وڃي سمهان." پر هن مون کي وڃڻ ڪونہ ڏنو. پڙهندي ۽ ڪم ڪندي هو ڪونہ ٿڪجندو هئو. عام طور هن جو معمول اهو هئو تہ رات ٽين وڳي تائين ڪم ڪري ۽ وري صبح اٺين وڳي اُٿي آفيس وڃي. هو تمام ٿورو سمهندو هو.

سوال: اوهان چيو تہ پنو صاحب، تمام شرميلو ماڻهو هئو. پر سڄي دنيا چاڻي ٿي تہ هو هڪ وڏو بي ڊپو بهادر ۽ باهمت شخص هئو؟

جواب: منهنجو مطلب آهي تہ نفسياتي طور تي. جيڪڏهن ڪو شرميلو آهي تہ هو پنهنجي شرميلي پڻ کي لڪائڻ لاءِ بهادرانہ ۽ جرئت مندانہ ڪم ڪندو. آءٌ بہ ائين ڪندي آهيان. بنيادي طور آءٌ شرميلي آهيان پر هميشه پنهنجي انهيءَ شرميلي پڻ کي لڪائڻ لاءِ بهادر ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي آهيان ڇاڪاڻ آءٌ ڪنهن کان بہ ڊنل ڪونہ آهيان.

هن جي هڪ حيرت انگيز عادت هئي، يعني جيڪڏهن هو چاهيندو هئو تہ بس پنجن، ڏهن منٽن جي بہ ننڊ ڪري وٺندو هئو ۽

اها بہ اگھور ننڊ. اڪثر مون کي چوندو هئو تہ هو ڏهہ منٽ ستو آهي ۽ هاڻي ڏهہ منٽ وڌيڪ سمهڻ گهري ٿو. آءٌ سندس چوڻ مطابق کيس ڏهن منٽن کان پوءِ اُٿاريندي هيس. حيرت جي ڳالهہ آهي تہ اهو مون کي چٽي مس پورو ڪندو هئو تہ پٺي گهڙي کونگهرا هڻڻ شروع ڪري ڏيندو هئو. آءٌ هن ۾ ڪو وڌاءُ نٿي ڪريان، اهو اوهان يقين ڪريو. پورن ڏهن منٽن کان پوءِ آءٌ کيس اٿاريندي هيس. هو بنهہ تازو توانو لڳندو هئو. آءٌ کانئس پڇندي هيس: "اهو تون ڪيئن ٿو ڪري سگهين؟" هو وراڻيندو هئو: "منهنجو ضمير صاف آهي، انهيءَ ڪري آءٌ ائين سمهي سگهان ٿو."

اهو عمل هو اڪثر ڪندو رهندو هئو هن ڪري جو هو تمام گهڻو مشغول رهندو هئو تنهنڪري هو وقفي وقفي سان آرام ڪري وٺندو هو.

سوال: اوريانا فلاسي پنهنجي انٽرويو کان پوءِ مسٽر ڀٽي لاءِ لکيو آهي تہ هن جي ذات تضادن ڀريل هو. هو پاڻ شاهوڪار هو پر هن کي غريبن جو اونو هئو. هو پاڻ جاگيردار هئو پر خيالن ۾ سوشلسٽ هئو. هن جو تعلق قدامت پرست مسلمان خاندان سان هئو پر ساڳي وقت هو پاڻ هڪ آزاد طبع شخص هئو. انهيءَ تي اوهان جي ڪهڙي راءِ آهي؟

جواب: اهو درست آهي تہ هن جو پس منظر جاگيردارانہ آهي، پر هو پاڻ پڙهيل ماڻهو هئو. هو آمريڪا ۽ برطانيہ جهڙن ملڪن ۾ پڙهيو هو. هن جي والد کيس پهريائين آمريڪا پڙهڻ لاءِ موڪليو ۽ ان کان پوءِ برطانيہ تہ جيئن هن جي تعليم ۾ توازن قائم ٿئي. تنهنڪري هو هڪ بلڪل متوازن شخص هئو.

هو طبعاً تمام نرم دل هو پر جڏهن فيصلو ڪرڻو هوندو هئس تہ هو دماغ کان ڪم وٺندو هئو. هو اُبهرائي ۽ بنا دماغ ڪم ڪونہ ڪندو هئو ۽ نہ وري ائين ڪندو هو جيئن دل چوندي هيس. هو پنهنجي ضرورت مطابق سموري ڪم جي رٿابندي ڪندو هو. هو چوندو هو تہ ڇو هن ملڪ جا غريب ماڻهو هميشه غريب رهندا ٿا اچن، جڏهن تہ ٻين ملڪن جا غريب ماڻهو سرنديءَ وارا ٿي ويا آهن.

ڀٽو صاحب پهريون ماڻهو هئو جنهن جڏهن هو اڃا صرف سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جو وزير هئو ته پاڪستان ۾ ايٽمي توانائي رائج ڪئي. هو هن سلسلي ۾ به پهريون ماڻهو هئو جنهن مزدور طبقي جي پڙهيل هڪ ماڻهوءَ کي سفارت جي عهدي تي فائز ڪيو. هو پهريون ماڻهو هئو جنهن هڪ خاتون (بيگم رعنا لياقت علي خان) کي (سنڌ جو) گورنر مقرر ڪيو. اهي ئي ڇا، ڪئين ڳالهيون هيون جيڪي هن ملڪ ۾ پهريون دفعو ڪيون.

هو درگذر ڪندڙ شخص هئو. هن اهڙن ڪيترن ئي ماڻهن کي معاف ڪري ڇڏيو جيڪي هن سان تمام خراب هليا هئا. پر هر انهيءَ شخص جنهن هن جي ٿوري به مدد ڪئي، تنهن کي هن هرگز نه وساريو. هو جڏهن وزير قانون هو ۽ جڏهن به لنڊن وڃڻ ٿيندو هئس ته اسڪندر مرزا وٽ ضرور ويندو هو ڇاڪاڻ ته هو مٿس ڪنهن وقت مهربان رهيو هئو. انهيءَ وقت هو ايوب خان جي ڪابينه ۾ وزير هو پر هن ڪڏهن به ايوب خان جي ناراضگي جي پرواهه نه ڪئي. ايوب خان ٻيو شخص هئو جيڪو به مٿس ڪنهن وقت مهربان هئو. هن ان کي به ڪڏهن نه وساريو. هو هميشه لاڙڪاڻي واري رهائشگاهه تي گل جيءَ جي نهيل ايوب خان جي پينٽنگ سدائين رکندو هئو ۽ ڪڏهن به انهيءَ پينٽنگ کي اتان لاهي اسٽور روم ۾ ڦٽي نه ڪيائين، ۽ اڄ تائين اها المرتضيٰ لاڙڪاڻي ۾ ٽنگي پيئي آهي.

سوال: 1971ع ۾ پاڪستان جي ٽُٽڻ بابت ڀٽي صاحب جي ڪردار بابت گهڻي ئي ڪجهه چيو ويو آهي. ان باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي؟

جواب: جڏهن به ڪنهن اخبار ملڪ ٽوڙڻ بابت ڪو بهتان مڙهيو ٿي ته هن اتي جو اتي انهيءَ جي ترديد ڪئي ٿي. جڏهن هن شيخ مجيب الرحمان کي مارڻ ٿي چاهيو ته ڀُٽي صاحب انهيءَ جي مخالفت ڪئي ۽ اهو چيو ته اهو سڀ ڪان ڀيانڪ عمل ٿيندي. هو پاڻ مجيب وٽ جيل ۾ ويو ۽ ساڻس ڳالهايائين. هن ڪيس چيو ته هو ڪيس آزاد ڪري رهيو آهي، پر هي ته آئينده هو پاڪستان جو مخالف نه

ٿئي. اها سڄي گفتگو ٽيپ تي رڪارڊ ٿي رهي هئي. مجيب ڏاڍو هوشيار هئو جنهن کي خبر هئي ته ڳالهه ٻولهه رڪارڊ ٿي رهي هئي، تنهنڪري هو پنهنجي پائيپ سان ٽيبل تي ٺڪ ٺڪ ڪندو رهيو ته جيئن سموري رڪارڊنگ ۾ خرابي ٿئي ۽ پوري ڳالهه ٻولهه درست رڪارڊ نه ٿئي.

پٽي صاحب، ملڪ کي بچائڻ لاءِ ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر دير تمام گهڻي ٿي ويئي هئي. اها ته اوهان کي خبر آهي ته حمود الرحمان ڪميشن ذميواري جنرلس تي وڌي هئي. مون وٽ ان جي هڪ ڪاپي هئي، پر هو آيا ۽ ڪٻٽ پٺي پاڻ سان کڻي ويا. اسان کي خبر هئي ته هو اها کڻڻ ايندا. پٽي صاحب مون کي جيل ۾ ٻڌايو هئو ته هو اها کڻڻ ايندا، تنهنڪري مون کي اُها ڪليل الماڙي رکڻ گهرجي. مون هن جي چوڻ مطابق ائين ئي ڪيو ۽ رپورٽ کي اهڙي ڪٻٽ ۾ رکيم جيڪو ورانڊي ۾ پيو هئو.

سوال: پٽي صاحب جا ڪجهه ناقد چون ٿا ته هو ايڏو وڏو جاگيردار هئو جو چلر ريلوي اسٽيشنون هن جي زمينن ۾ اچن ٿيون.

جواب: اهو درست آهي. پر اهو حال منهنجي سهري جي ڏينهن ۾ هو. زرعي سڌارن جي ڪري هن جي چاليهه هزار ايڪڙ زمين سرڪار کنئي. هن جي زمينن تي هڪ تمام سهڻو گهر جيڪب آباد ۾ هئو. هو اهو گهر رکي سگهيو ٿي، پر هن ائين نه ڪيو. هن اهو گهر به هارين کي ڏيئي ڇڏيو. هن کي پئسي جي ته ڪڏهن ڳڻتي هئي ڪانه.

سوال: اهو عام طور چيو ويجي ٿو ته جيل جي ڏينهن ۾ هو هڪ ڪوڙي اُميد تي رهيو پيو هئو ته ضياءُ الحق هن کي ڪڏهن مارڻ جي جرئت نه ڪندو؟

جواب: اهو صحيح ناهي. جڏهن هن کي پهرين گهمري جيل ۾ وڌائون، تڏهن مون کي چيائين: "هو مون کي ڦاسي چاڙهي ڇڏيندا، ڇاڪاڻ ته ضياءَ کي خبر آهي ته جيڪڏهن هو ائين نه ڪندو ته آءٌ وري اقتدار ۾ اچي ويندس."

سوال: پٽي صاحب اوهان کي جيل ۾ پنهنجي آخري ملاقات ۾ ڇا چيو هئو؟

جواب: جڏهن هن مون کي ۽ بينظير کي ڪال ڪوٺڙي ۾ گڏ ڏٺو ته چيائين: "چڱو ٿيو... اوهان ٻئي آيون آهيو." اهو هن ڪري چيائين ته هن کان اڳ هو اسان کي ڌار ڌار ملڻ ڏيندا هئا. هن هڪ سنتري کي چيو ته جيل سپرنٽينڊنٽ کي سڏي. جڏهن هو پهتو ته پٽي صاحب چيو ۽ هي سندس لفظ هئا: "ڇئبو ته ڪارو ڪتاب پهچي چڪو آهي؟" سپرنٽينڊنٽ روائيو: "جي سائين." انهيءَ تي پٽي مرحوم چيو: "اوهه! ته پوءِ مون کي ڏاڙهي ٺاهڻي پوندي. مون کي وهنجڻو پوندو ۽ ڪپڙا بدلڻا پوندا."

ان کان پوءِ پٽي صاحب، سپرنٽينڊينٽ کي ڦاسيءَ جو وقت پڇيو جنهن ٻڌايو ته صبح جو پنجين بجي. هن اها سموري ڳالهه ٻولهه اسان جي روبرو ڪئي. اسان جو هنئون ڇٽڪ ڦاٿڻ وارو هئو پر اسان جيل اسٽاف جي سامهون روئڻ نٿي گهريو. اسان پنهنجي لڙڪن تي قابو پائي ورتو.

سوال: هو ڇا گهڻو کائڻ پسند ڪندو هو؟

جواب: هن جي پسنديده ڊش قيمو دال، آچار ۽ چٽڻي هئي.

سوال: پٽي صاحب کي ڪهڙي شيءِ ڪانه وڻندي هئي؟

جواب: هر اها شيءِ جيڪا پٽي صاحب جي توهين ڪري يا هن جي خاندان تان ٺٺول ڪري ته ان تان سخت ڏک ٿيندو هئس.

سوال: ڇا هو بلڪل سيمابي طبيعت جو مالڪ هئو؟

جواب: نه، هو تمام سنجيدو شخص هئو.

سوال: اوهان سياست ۾ ڪيئن آيا؟

جواب: خواتين ڪيس ڏسڻ ۽ ملڻ ايندڀون هيون، پر ڪيس ايترو به وقت ڪونه هوندو هئو جو مٿن نظر به وجهي سگهي. تنهنڪري مون کي چيائين ته آءٌ هنن سان ملندي ڪريان. نيٺ هڪڙي ڏينهن چيائين: "پلا آءٌ پارٽيءَ جي خواتين واري شاخ ٺاهي وجهان." ائين آءٌ خواتين شاخ جي سربراهه ٿي ويس.

سوال: اوهان، عصري تاريخ جي هڪ اعليٰ شخص جي تمام ويجهو رهيا آهيو. اوهان ڇا ٿا سمجهو تہ اهڙي مرد جي شخصيت جو بهترين پهلو ڇا آهي؟

جواب: ڪنهن مرد جي ذات جو بهترين پهلو سندس رحمدلي، صداقت ۽ بيباڪي آهي. اهي ئي ڳالهيون جيڪي هن اسان جي ٻارن کي سيکاريون آهن.

سوال: ٻارن مان هو ڪنهن کي وڌيڪ پسند ڪندو هئو؟

جواب: صنم کي. هن کي ڏاڍو پيائيندو هئو. هوءَ هئي تہ ڏاڍي سهڻي، پر اسان جي ٻين ٻارن وانگيان هو ڪا گهڻي ڌڳهي ڪانہ هئي. سندس نظر بہ شروع کان ئي ڪمزور هئي، تنهنڪري پنو صاحب هن تي وڌيڪ ڌيان ڏيندو هئو.

سوال: ڇا اوهان کي اڪثر تحفا ڏيندو هئو؟

جواب: هن کي اهو شوق هوندو هئو تہ مون کي نت نوان تحفا ڏئي. پهريائين مون کي اوچو پرفيوم وٺي ڏيندو هئو. هڪ دفعي تہ مورڳو پرفيوم جو سجو سيٽ وٺي ڏنائين، جنهن تي مون چيومانس، "ايترن پئسن ۾ تہ تون مون کي زيور وٺي ڏين ها." انهيءَ کان پوءِ وري زيورن ۽ گهڙين جا تحفا وٺي ڏيڻ شروع ڪيائين.

هن کي منهنجو ۽ ٻارن جا جنم ڏينهن چڱيءَ طرح ياد هئا، ۽ انهن تاريخن تي اسان کي مبارڪباد ڏيڻ ڪڏهن بہ نہ وساريندو هو پوءِ پلي ملڪ کان ٻاهر ڇو نہ هجي. جڏهن ٻاهر ويندو هو تہ منهنجي لاءِ ۽ ٻارن لاءِ هر طرح جون شيون وٺي ايندر هو.

سوال: هو پنهنجي لاءِ ڇا ڪندو هئو؟

جواب: هو سٺا ڪپڙا پهرڻ جو شوقين هئو. هو تمام سهڻا سوٽ پهريندو هئو. پر انهن مان ڪوبہ ملڪ کان ٻاهر نہ سبرايائين. ڇاڪاڻ تہ انهن جي اسٽائيل کيس پسند ڪانہ هئي. هو اڻ سبيل ڪپڙو ضرور ٻاهران خريد ڪندو هو پر سدائين سبرائيندو حميد ٽيلر وٽان هئو. هڪ دفعي منهنجي چوڻ تي ٻاهران سُوٽ خريد ضرور ڪيائين، پر ان کي وري اچي

حميد کي ڏنائين. جنهن ان کي اڍيڙي وري سبيو. هن کي ڳوڙهو سليٽي ۽ نيرو رنگ وڏيڪ پسند هوندو هئو ۽ سندس پسند جي پرفيوم شاليمار هئي.

سوال: هر عورت کي پنهنجي مرد کان ڪانه ڪا شڪايت هوندي آهي. اوهان کي به ڪا اهڙي شڪايت هئي؟

جواب: ان وقت ڪجهه شڪايتون هيم. پر هاڻي ڪابه ڪانه اٿم. هڪ مرحلي تي اها شڪايت هيم ته هو هميشه مصروف رهندو هو. هميشه ڪم ڪندو رهندو هو. ان کان پوءِ اها شڪايت هيم ته ڇوڪريون هن لاءِ مرنديون هيون ۽ ظاهر آهي هو اهڙو دلڪش ۽ پروقار هو جو ائين ٿيڻو هو.

اسان 1951ع کان 1977ع تائين زندگيءَ جو بهترين وقت گڏ گذاريو. اسان پنهنجي شاديءَ جي 25هين سالگرهه ملهائي دنگ ڪئي، ته هو ڀٽي صاحب کي پڪڙي ويا ۽ ڪيس شهيد ڪري ڇڏياؤن. هن ان آخري سالگرهه تي مون کي هيري جي سهڻي منڊي تحفي ۾ ڏني هئي.

سوال: چيو وڃي ٿو ته ضياءَ کي ترقي ڏيئي فوج جي سربراهه بڻائڻ واري معاملي تي هن ٻين ماڻهن سان تبادله خيال ڪونه ڪيو هو انهيءَ باري ۾ اوهان جو ڇا خيال آهي؟

جواب: اهو ڇوڙ غلط آهي، هن ضياءَ جي باري ۾ ڪيترن ئي ماڻهن سان ڳالهايو هئو. جنرل ٽڪا خان، انهيءَ جي مخالفت ڪئي هئي ۽ چيو هئو: ”هو هڪ ايڪٽر آهي.“ هن چيو هئو ته ضياءَ هميشه ٻهروپيو رهيو آهي. انٽيليجنس جي سربراهه جنرل جيلاني چيو هئو ته هو انهيءَ عهدي لاءِ بهترين ماڻهو آهي. هن چيو هو ته ضياءَ جا ڪي به سياسي مقاصد ڪونهن ۽ ڀٽي صاحب جنرل جيلاني جي صلاح مڃي ورتي.

سوال: ڀٽي صاحب اوهان کي آخري ڪهڙي ڳالهه چئي هئي؟

جواب: هن چيو هو: ”مون پنهنجي طرفان سڀ نيڪ ڪيو آهي. مون کي پنهنجي ڪئي تي ڪا پشيماني ڪانهي. انهيءَ جي ڪا پرواهه ڪانه اٿم ته هو مون کي ڇا ڪن. آءٌ خدا وٽ بلڪل بي داغ ضمير سان حاضر ٿيندس.“

ان کان پوءِ هنن ڪيس شهيد ڪري ڇڏيو. مون کي خبر آهي ته هنن ڪيس ڦاسي ڪونه چاڙهيو. پر هن کي ماري ڇڏيائون. آءٌ هنن سان اتفاق نٿي ڪريان، ته ڪيس ڦاسي چاڙهيو ويو هو. پوءِ پلي اهي ڪير به هجن. ڪنهن مون کي جيل مان ٻڌايو ته هنن ڪيس ماري ڇڏيو هو.

سوال: ڀٽو صاحب اوهان کي ڪيئن ياد ڪندو هو؟

جواب: هو هميشه مون کي نصرتم ڪري سڏيندو هو جنهن جي فارسيءَ ۾ معنيٰ آهي منهنجي نصرت.

# هڪ پرمسرت شخصيت

## امير بيگم

اسان نڻديڻ جا ڏينهن گڏ گذاريا هئا. منهنجو شهيد ڀٽي سان مڱڻو تڏهن ٿيو جڏهن آءُ 25 ورهين جي هيس. انهيءَ تقريب جون رسمون، روايتي نموني ۾ ڳوٺ ميرپور ڀٽي ۾ ٿيون، جتي منهنجو والد ۽ شهيد ڀٽي جو سؤٽ رهندو هئو. ان کان پوءِ آءُ بمبئي هلي ويس جتي ڀٽو صاحب پنهنجي پڙهائي ۾ مصروف هئو. آءُ قيام پاڪستان کان پوءِ پاڪستان هلي آيس.

مون کي اهو ته ياد ڪونهي ته آءُ بمبئي ڪڏهن ويس ۽ ڪهڙيءَ تاريخ تي موٽي آيس، پر ايترو ياد اٿم ته 1944ع جي ڪنهن ڏينهن تي آءُ ڳوٺ کان بمبئي روانو ٿي هيس ۽ اتي ٽي سال رهيس. اسان جي مڱڻي جي وقت سان ٻنهي جا پيئر زنده هئا. ان کان پوءِ ڀٽو صاحب وڌيڪ پڙهائيءَ لاءِ لنڊن روانو ٿي ويو.

جيتوڻيڪ اسان ٻنهي جي عمر ۾ گهڻو فرق هو جنهن تي ڪڏهن ڪڏهن منهنجو پيءُ فڪرمند به ٿيندو هو پر منهنجي ساهرن کي

انهيءَ جو ڪو اُلڪو ڪونه هئو ۽ چوندا هئا ته سڀ ڪجهه خاندان اندر پيو ٿئي، تنهنڪري اهو خالص خانداني معاملو هئو.

مون کي اها تاريخ صحيح طرح ياد ڪونهي ته پنهنجو صاحب ڪڏهن واپس پاڪستان موٽي آيو پر ايترو ياد اٿم ته موٽڻ کان هڪدم پوءِ هن سنڌ مسلم لا ڪاليج ۾ قانون پڙهائڻ شروع ڪيو. ان وقت آءٌ ڳوٺ رهندي هيس جتي هو ڪڏهن ڪڏهن ايندو هئو.

ان وقت ڪئين ڳالهيون اهڙيون ٿيون جيڪي سندس اعليٰ سوچ جي نشاندهي ڪن ٿيون. مون کي ياد آهي ته هو هميشه پنهنجي ڪمري ۾ لڳل قائداعظم محمد علي جناح جي تصوير ڏانهن اشارو ڪري چوندو هو "آءٌ انگلينڊ ۾ پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ جناح صاحب جي معيار جو اڳواڻ بنجڻ جي ڪوشش ڪندس." جيتوڻيڪ منهنجي سسُ جو اهو خيال نه هئو ته هو ٻاهر وڃي رهي ۽ اتي پڙهي، پر هو پنهنجي اِرادي تي قائم رهيو ۽ هميشه انهيءَ جو اظهار ڪندو رهندو هو جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هو انهيءَ عمر ۾ به ڪيترو پرعزم هئو.

اسان هميشه ڏک ۽ سک ۾ برابر جا شريڪ رهياسين. هو هميشه مون کي اهو محسوس ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو هو ته اسان ساڳئي خاندان مان آهيون، پر ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ طرف به اشارو ڏيندو هو ته هو ٻي شادي ڪندو. چاچاڻ ته ڪيس اهو احساس ڏي ويو هو ته آءٌ پردي واري خانداني روايت کي ٽوڙي نٿي سگهان. پر هو اهو به واعدو ڪندو رهندو هو ته هو هر حال ۾ مون کي گڏ رکندو. هن مون کي چيو ته هو ٻي شادي ڪندو پر پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ. هو منهنجي ڏاڍي عزت ڪندو هو ۽ چوندو هو ته آءٌ نئين ديري ۾ مقامي مسئلا حل ڪندي رهان. هر عيد تي ته پنهنجو صاحب نئين ديري ضرور ايندو هو.

سوال: اوهان پنهنجي صاحِب سان گڏ ڪٿي ويا؟

جواب: نه، آءٌ ڪونه ويس، چاچاڻ ته آءٌ گهر ۾ رهڻ ٿي پسند ڪندي هيس. هڪ دفعي، پنهنجي صاحب جي دوستن سندس مانَ ۾ دعوت ڏني ۽ کين توقع هئي ته آءٌ به اتي هونديس. پر ممتاز پنهنجي صاحب

جي ڀاءُ، معشوق ڀٽي صاحب کين چيو تہ ڀٽي صاحب جي بيگم کانہ
ايندي، چاڪاڻ تہ هوءَ ٻاهر نڪرڻ پسند نٿي ڪري. "ڪوبہ مون کي
ڪراچيءَ ۾ سڃاڻي نٿو سگهي. لاڙڪاڻي ۾ بہ جيڪڏهن آءٌ برقعي
کان سواءِ نڪري اچان تہ ڪوبہ مون کي سڃاڻي نہ سگهندو، چاڪاڻ
تہ ماڻهن مون کي ڏٺو ئي ڪونهي."

سوال: ڇا ڀٽي صاحب ڪڏهن اوهان کي چيو تہ هو ٻي شادي ڪندو؟

جواب: جي ها.

سوال: جڏهن هن بيگم نصرت ڀٽو سان شادي ڪئي تہ اوهان کي
ٻڌايو هئائين؟

جواب: اها هڪ وڏي ڪهاڻي آهي جيڪا ڪيترن ئي ڪتابن ۾
اچي سگهي ٿي. مختصر هيءَ تہ اسان ڪراچيءَ ۾ منهنجي هڪ
ايراني دوست سان ملڻ لاءِ سندس گهر وياسين. جڏهن سندس گهر
پهتاسين تہ هوءَ اتي ڪانہ هئي. سندس گهر وارن اسان کي ٻڌايو تہ هوءَ
هڪ مڱڻيءَ ۾ ويئي آهي، جيڪو سندس هڪ ايراني دوست ۽ هڪ
سنڌي ڇوڪري جي وچ ۾ ٿي رهيو هئو. اهو سنڌي ڇوڪرو ٻيو ڪوبہ
نہ هو ڀٽو صاحب پاڻ هئو. انهيءَ وقت مون سان گڏ منهنجي پيڻ ۽
منهنجي نڱي ماءُ بہ هئي. منهنجو سهرو بہ اتي بابا سان ملڻ آيو هو پر
هو موجود ڪونہ هئو. جڏهن هو آيو تہ اسان ڪيس ٻڌايو ۽ ان جاءِ جو
ڏس بہ ڏنو جنهن جي باري ۾ منهنجي چاچي، بابي کي ٻڌايو هئو ۽ جتي
ڀٽي صاحب جو مڱڻو ٿي رهيو هئو. ڀٽو صاحب رات جو گهر آيو ۽ ٻي
شام جو هن جو مڱڻو ٿي ويو.

سوال: اوهان ان تي ساڻس جهيڙو ڪونہ ڪيو؟

جواب: نہ. هن ڪري تہ بابا مون کان پڇيو "ڇا ڀٽي صاحب توکي
پنهنجي شاديءَ جي باري ۾ ٻڌايو آهي؟" تہ مون نهڪار ۾ جواب ڏنو.
تنهن تي بابا مون کي ڀٽي صاحب جي هڪ ايراني ڇوڪريءَ سان
مڱڻي بابت سڀ ڪجهہ ٻڌايو. بعد ۾ بابا ذوالفقار ۽ نصرت کي
ڪراچي ڪلب ۾ ڊنر جي دعوت ڏني.

سوال: ڀٽي صاحب جي ٻارن مان اوهان کي ڪير وڌيڪ وڻي ٿو؟

جواب: سڀ ٻار مون کي پيارا آهن. ڀٽو صاحب هنن کي هر عيد تي ڳوٺ وٺي ايندو هئو. اسان وٽ گهڻيئي گهوڙا هوندا هئا. ۽ ٻار انهن جي سواري ڪرڻ مان لطف اندوز ٿيندا هئا. آءٌ هنن لاءِ سٺيون سٺيون مٺايون ٺاهيندي هيس. ذوالفقار علي ڀٽو کين ٻڌائيندو هئو ته آءٌ سنڌس پهرين ماءُ آهيان، تنهنڪري کين منهنجي عزت ڪرڻ گهرجي. بينظير ۽ ٻيا ٻار مون کي بيحد ڀائيندا ۽ عزت ڪندا هئا.

سوال: بمبئي ۾ ڀٽي صاحب جون ڪهڙيون مصروفيتون هونديون هيون؟

جواب: هو اسڪول پڙهڻ پابنديءَ سان ويندو هئو ۽ پوءِ ڪرڪيٽ ۾ گهڻي دلچسپي وٺندو هئو. مشتاق علي، جيڪو بعد ۾ گهڻو مشهور ڪرڪيٽ جو رانديگر ٿيو اهو سنڌس دوست هئو جنهن سان گڏ هو راند کيڏندو هئو. ڪرڪيٽ جو هو ڏاڍو شوقين هئو. گهر تي پريڪٽس ڪرڻ لاءِ هن ڇت ۾ هڪ بال ٻڌي لٽڪائي ڇڏيو هئو جنهن سان پريڪٽس ڪندو هئو.

سوال: ڇا ڀٽي صاحب کي ڪاوڙ ايندي هئي؟

جواب: نه. يقيناً هو تمام مانيٺي سڀاءَ جو هئو.

سوال: ڇا تمام خوش پوشاڪ هئو؟

جواب: ها. هو سٺن ڪپڙن پائڻ جو ڏاڍو دلداده هئو.

سوال: سنڌس ٻيون ڪهڙيون دلچسپيون هيون؟

جواب: هن وڏو ماڻهو ٿيڻ چاهيو ٿي. هن کي (ڊبل گهوڙو) بوسڪي جا ڪپڙا پهرڻ ڏاڍا وڻندا هئا. هو هڪ وڏي خاندان جو ماڻهو هئو. سنڌس ماءُ کيس بمبئي مان به بوسڪي موڪليندي هئي. اونهاري ۾ ڦاروا ۽ سياري ۾ ڏاڙهون وڏي چاهه سان کائيندو هئو.

سوال: اوهان ڀٽي صاحب جي ماءُ سان مليا هئا؟

جواب: جي ها. نه صرف ملي هيس پر ٽي سال سانس گڏ بمبئي ۾ رهي به هيس. شاديءَ کان اڳ، اسان هڪ ٻئي وٽ ايندا ويندا هئاسين، ۽ ڀٽو صاحب اسان جي گهر به ايندو هئو.

سوال: هوءَ ڪڏهن گذاري ويئي؟

جواب: اسان جي شاديءَ کان پوءِ.

سوال: هوءَ ڪيئن هئي؟ منهنجو مطلب آهي ماڻهن جو چوڻ آهي ته هوءَ غريب گهر جي عورت هئي؟

جواب: مون کي خبر ڪانهي. مون کي ڪيئن تي جرئت ٿي سگهي ته پنهنجي سَسُ کان سندس زندگيءَ بابت پڇان؟

سوال: انهيءَ ڪري ڀٽو صاحب به وڏو ماڻهو ٿيڻ گهريو ٿي؟

جواب: جي ها. هو مون کي چوندو هئو "تون هڪ وڏي ماڻهوءَ جي گهر واري آهين."

سوال: ڪجهه اوهان جو اندازو آهي ته هو ڪنهن کان متاثر هو؟

جواب: هن مون کي ٻڌايو ڪونه. پر اهو معلوم اٿم ته اسان هن کي سياست ۾ اچڻ کان روڪيو هئو. هو چوندو هئو: "آءٌ انهيءَ ڪري ڪونه پڙهيو آهيان ته بنگلن ۾ آرام ڪريان ۽ نوڪرن سان ويٺو چرچا گهٻا ڪريان. آءٌ سياست جي ذريعي ماڻهن جي خدمت ڪندس." هو پنهنجي بيڊ روم ۾ لڳل قائداعظم جي تصوير ڏانهن اشارو ڪري چوندو هئو "آءٌ هن شخص وانگيان ٿيندس ۽ ماڻهن جي بهتريءَ لاءِ ڪم ڪندس."

سوال: ڇا جنهن وقت ڀٽو صاحب وزيراعظم/ صدر ٿيو ته اوهان ڳوٺ ۾ ئي رهيا؟

جواب: جي ها. آءٌ ڳوٺ ۾ ئي هيس.

سوال: اوهان ايوان صدر يا ڪنهن ٻئي هنڌ ڀٽي صاحب سان گڏ ڪونه ويا؟

جواب: هو مون تي زور ڀريندو رهندو هئو ته آءٌ ساڻس گڏ وڃان، پر آءٌ هميشه نهڪار ڪندي هيس. آءٌ سمجهندي هيس ته اُتي آءٌ اڪيلائي محسوس ڪنديس.

سوال: اوهان اهي ٽي سال ڪيئن گذاريا. جيڪي اوهان ڀٽي صاحب سان گڏ بمبئي ۾ هئا؟

جواب: ها، آءٌ ٽي سال پيتي صاحب سان گڏ بمبئي ۾ رهيس، پر انهيءَ کان پوءِ آءٌ پنهنجي پيءُ جي گهر هلي آيس. اتي پيتو صاحب مون سان ملڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ايندو هئو. اسان گڏ صرف ٽي سال رهياسين.

سوال: اوڏيءَ مهل اوهان ڪٿي هئا جڏهن پيتي صاحب کي گرفتار ڪيو ويو هئو؟

جواب: آءٌ ان وقت لاڙڪاڻي ۾ هيس. هو اتي به گرفتار ٿيو هئو. ان کان پوءِ آءٌ ڪراچي هلي ويس، جنهن کان پوءِ خبر آئي ته ڪيس ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. عيد تي هو مون وٽ هليو آيو. هئي پينرون ۾ منهنجي نڳي ماءُ به ساڻس مليون. ماٺهو پيتي صاحب جا نعرا هڻي رهيا هئا، پر هن کين ماٺ ڪرائي ڇڏي.

سوال: ڇا اوهان سان ڪجهه ڳالهايو هئائين؟

جواب: نه، ايترو گهٽو نه. هو ڪن خيالن ۾ هو.

سوال: ڇا اوهان کي سياست کان ڏار ڪري ڇڏيو هئائين؟

جواب: ها. هن مون کي روڪي ڇڏيو هو ته آءٌ سندس آزاديءَ لاءِ اپيلون نه ڪريان.

سوال: اوهان گهٽا دفعا ساڻس جيل ۾ ملاقات ڪئي؟

جواب: چار دفعا.

سوال: اوهان ساڻس ڇا ڳالهايو؟

جواب: آءٌ انهيءَ باري ۾ اوهان کي ڪونه ٻڌائيندس.

سوال: اوهان جيل ۾ پيتي صاحب کي ڪيئن محسوس ڪيو؟

جواب: پيتي صاحب، قيد و بند جي صعوبتن جو تمام بهادريءَ ۽ جرئت منديءَ سان مقابلو ڪيو. جڏهن آءٌ اُتي رُنيس ته مون کي چيائين: "روئڻ ڇڏ. پنهنجي خاندان کي ڏس. جيڪڏهن هي ڏسندا ته چوندا ته "پيتي صاحب جي زال روئي رهي هئي. روئڻ ڇڏ." ضياءَ جي سيڪيورٽي، جيل جي انهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ جاسوسيءَ جا اوزار هڻي ڇڏيا هئا. اهوئي ڪارڻ آهي جو هن گهٽو ڪونه ڳالهايو.

سوال: جڏهن اوهان جي آخري ملاقات راولپنڊي جيل ۾ ٿي هئي تہ ڇا ٿيو هئو؟

جواب: اسان وڏي چڪاس ۽ نظرداريءَ هيٺ اُتي پهتاسين. اسان کي ڪال ڪوٺڙيءَ جي دروازي ٻاهر ويهاريو ويو ۽ ڀٽو صاحب دروازي جي لوهي سيخن جي پويان هو. هو ڪال ڪوٺڙي ۾ هئو. هن جو هنڌ، پٽ تي هو. ڪيس هڪڙو ڪمبل، هڪ کاٽ جو ڪموڊ ۽ هڪ پلاسٽڪ جي بالٽي هئي. هن جي ڀيڻ، جنهن سندس پالنا ڪئي هئي ۽ سندس ڀاڻيجو بہ ملاقات ڪرڻ لاءِ اتي هئا. پر ملاقات جو وقت تمام ٿورو هئو. اسان آخري دفعو هن سان 30هين يا 31 مارچ تي مليا هئاسون. هنن ملاقات کان پهرين اسان جي چڱيءَ طرح تلاشي ورتي. اتان آءٌ سڌو روهڙي ويس، جتي منهنجي گاڏي منهنجي انتظار ۾ هئي. نئين ديرو ويندي، رستي ۾ منهنجي ڊرائيور مون کي ٻڌايو تہ فوج ۽ پوليس اسان جي گهرن تي ڇاپا هڻي، نئين ديري ۾ گهرن جي تلاشي ورتي آهي. اسان جي آخري ملاقات جي چوٿين ڏينهن، هنن ڀٽي صاحب کي شهيد ڪري ڇڏيو.

سوال: اوهان جي گهران هنن ڇا ٿي ڳوليو؟

جواب: مون کي خبر ناهي. ايتري ڄاڻ اٿم تہ هنن هڪڙي پيتي کنئي جنهن ۾ زمينن جا ڪاغذات هئا.

سوال: ڇا هو ڪجهہ ٻاڻ سان کڻي ويا؟

جواب: نہ، هو پاڻ سان ڪجهہ بہ نہ کڻي ويا. ڇاڪاڻ تہ اتي ڪجهہ هئو ئي ڪونہ تہ ڇا کڻي وڃن ها.

سوال: اوهان جو ڀٽي صاحب جي باري ۾ ڇا خيال آهي؟

جواب: هو هڪ عظيم ماڻهو هئو. مون ڪڏهن بہ هن کي ڪاوڙ ۾ ڪونہ ڏٺو. پاڻ آءٌ ڪڏهن ڪڏهن ورچي پوندي هيس ۽ مٿس ڪاوڙبي هيس. موٽ ۾ هو کلندو هئو ۽ چوندو هئو: ”آءٌ جيڪي ڪجهہ آهيان، سو آهيان.“ آءٌ چوندي هيس: ”تون وزيراعظم هوندين تہ ماڻهن جي لاءِ هوندين، اسان جي لاءِ تہ تون ساڳيو ذوالفقار آهين.“

هو وڏن جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو. منهنجي نڳي ماءُ جي به دل سان عزت ڪندو هئو. هو سمورن ماڻهن مان بهترين هو.

سوال: اوهان ڪڏهن هڪٻئي سان وڙهيا؟

جواب: نه ڪڏهن به نه. پنئي ڪونه وڙهياسين. آءُ اڪيلي وڙهيس. ڪوڙ چو ڳالهايان. ڪڏهن ڪڏهن جڏهن آءُ هن سان وڙهندي هيس، ته ڪيس چوندي هيس: "تون منهنجي زندگيءَ ۾ نالي ماتر آيو آهين." انهيءَ تي چوندو هئو: "تون منهنجي گهر واري آهين. مون سان نه وڙهه"

سوال: ڇا توهان ڪڏهن پنئي صاحب جي دوستن جي روبرو آيا؟

جواب: نه. ڪڏهن نه. اسان سخت پردي ۾ رهندا آهيون.

سوال: ڇا گهڻيون شادي ڪرڻ جي اوهان جي خاندان ۾ اجازت آهي؟

جواب: هائو. پر ٻارن جي ضرورت هيئ. پنو صاحب سياست ۾ شامل ٿيو تنهنڪري ڪيس اهڙي پڙهيل ڪڙهيل شريڪ حيات جي گهرج هئي، جيڪا ساڻس گڏ هر هنڌ وڃي سگهي. اسان جي خاندان ۾ ڇوڪرين کي اسڪول وڃڻ جي اجازت ڪانه هئي. اسان کي صرف قرآني تعليم پڙهڻ جي اجازت هئي. هاڻي وڃي ڇوڪريون پڙهڻ لڳيون آهن.

سوال: اوهان ڪڏهن اسڪول ويا؟

جواب: نه

سوال: چوٿين اپريل تي جڏهن، پنئي صاحب جو لاش آندائون تڏهن اوهان کي گهرايو ويو هئو؟

جواب: پنئي صاحب خاندان وارن کي هدايت ڪئي هئي ته سندس پهرين زال کي ڳڙهي خدا بخش پنئي ۾ آخري ديدار ضرور ڪرائين (ڳوڙها وهي اچنس ٿا.) انهيءَ سڄي رات اسان قرآن شريف ۽ درود شريف پڙهيو. اوچتو منشي نذير محمد جو پٽ آيو ۽ زور سان اچي رڙ ڪيائين: "ياحسين، ياحسين!" پهريائين ته مون سمجهيو ته ٻاهر ڪو جهڳڙو ٿي پيو آهي، پر پوءِ مون پڇيومانس ته آخر ڳالهه ڇا آهي؟ هو ڪجهه ورائي، ان کان اڳ منهنجي ماءُ، پنئي صاحب لاءِ ڪفن جي

گهر ڪئي. مون کي لڳو ڇڻڪ ڪو جبل منهنجي مٿان ڪِري پيو هجي. آءٌ پنهنجو پاڻ کي سنڀالي نہ سگهيس ۽ ڪين ڇيم تہ مون کي اُتي وٺي هلو. آءٌ اُتي ويس. پورا چار سؤ فوجي اتي موجود هئا. اسان کي پرديجي سڌ نہ رهي، پيرين ۽ مٿين اُگهاڙو اتي پهتاسين. سڄي جاءِ تي راڙو پئجي ويو. اسان لاءِ تہ ڇڻڪ ڪربلا هئي. اسان سڌو اوطاق تي وياسين تہ جيئن ڀٽي صاحب جو ديدار ڪري سگهون، اتي بہ وڏي تعداد ۾ فوج موجود هئي. هنن اسان کي پورو ديدار ئي ڪرڻ ڪونہ ڏنو ايستائين جو اسان کي اها اجازت بہ ڪانہ ڏنائون تہ ڪيس غسل يا ڪفن ڏيون. ضياءَ هنن سيني ملن کي بہ مارائي ڇڏيو جن هن کي غسل ڏنو هئو. جلاد کي بہ ماريو ويو.

سوال: ڇا، اوهان کي صرف ڀٽي صاحب جي چهري ڏسڻ جي اجازت ملي؟

جواب: مون کي تہ اوڏيءَ مهل ڪو هوش ئي ڪونہ هئو. منهنجي پيڻ اختر ڏٺو جنهن چيو تہ سندس جسم تي ڌڪن جا نشان هئا.

سوال: اوهان ڀٽي صاحب کي ڪڏهن وڌيڪ خوش ڏٺو؟

جواب: هو هميشه خوش ۽ سٺي موڊ ۾ رهندو هئو.

# هڪ پيءُ جو ڀاءُ

بيگم منور الاسلام

مون گهڻو ئي پڙهيو آهي جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ منهنجو ڀاءُ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ متنازعہ شخصيت جو مالڪ هئو. ماڻهو يا تہ کيس محبت ڪندا هئي يا هن کي ڌڪاريندا هئا. پر غالباً آءٌ واحد شخصيت آهيان، جنهن کي هن بابت چڱيءَ طرح ڄاڻ آهي. هن ڪري تہ اسان ٻئي گڏ پلجي وڏا ٿياسين.

انهيءَ ٻالڪپڻ جون ڪئين يادگيريون اڃا بہ تازيون آهن، جيڪي هر هر آڏو اچن ٿيون. هنن مان هڪ اها آهي جڏهن، بابا لنڊن واري گول ميز ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ويل هئو تن ڏينهين اسان صرف هڪ ڏاڙيل جو ٻڌندا هئاسين. نوڪر، عام طور هن جي دليرانہ لاقانونيت جو ذڪر ڪندا هئا.

اسان جي ڀيڻ بينظير تن ڏينهن اڃا ٻار هئي. ذلفي ۽ آءٌ انهيءَ ڏاڙيل جو ٻڌي خوف کائيندا هئاسين، جنهن جي باري ۾ نوڪر ٻڌائيندا هئا تہ پنهنجي وڏيري جو ڳوٺ ڇڏي هليو ويو آهي. انهيءَ جو ڪو ڪارڻ تہ معلوم ڪونہ ٿيو. بهرحال، جيئن ئي رات ٿيندي هئي

اسان کي ٻپ ورائي ويندو هئو. اسان جو گهر ٽماڙ هئو تنهنڪري لاڙڪاڻي جي ٻگهي آرهڙ جي موسم ۾ اسان ڏاڪڻين رستي چڙهي، ٿئين ماڙ تي ويندا هئاسين ۽ رات جو اُتي اسپيني ڏانءَ جي نهيل پڙويلي ۾ سمهندا هئاسين. ڏاڪڻيون چڙهڻ مهل آءٌ ذلفي (ٻپ وچان) هر نوڪر کي نالي سان سڏِاها پڪ ڪندا هئاسين ته انهن مان سمورا موجود آهن. راند روند اسان پنهنجي گهر جي وڏن اڱڻن ۾ ڇپر تي ڪندا هئاسين، ۽ سهن جي پويان ٻڪندا رهندا هئاسين. اهي اسان جا خوشيءَ وارا ڏينهن هئا، جڏهن اسان کي ڪنهن قسم جو اونو ڪونه هئو. اهڙا ئي ڏينهن بمبئيءَ ڏانهن روانگي وارا ڏينهن هئا، جتي بابا کي سنڌ جي نمائندگي ڪرڻي هئي. تن ڏينهين سنڌ بمبئي جو حصو هئي. اهو سفر سمنڊ جي ذريعي ٿيو جيڪو ڏاڍو تجسس آميز هئو. اسان جهاز تي ڦرندا گهمندا رهندا هئاسين، ان جي هر ڪنڊ ڏٺيسين ۽ پين پارن سان دوستي ڪئيسين.

بابا کي ڇهه مهينا بمبئيءَ ۾ ۽ ڇهه مهينا پوني ۾ گذارڻا پوندا هئا. پوني جي آبهوا بهتر هئي، منهنجي پيڻ ممتاز ۽ مون کي هڪ بورڊنگ هاسٽل ۾ داخل ڪرايائون، جنهن جو نالو 'ڪانوينٽ آف جيسس اينڊ ميري' هو. ذلفي جي صحت موزون ڪانه هئي، تنهنڪري کيس هڪ ڏينهن واري اسڪول سينٽ ميريز ۾ داخل ڪرايو ويو ۽ هو والدين سان گڏ بمبئي موٽي ويو.

پوني ۾ رهڻ دوران، هر هفتيوار موڪل تي اسان گهر هليا ايندا هئاسين ۽ جڏهن گاڏي اسان کي وٺڻ ايندي هئي ته ذلفي اسان جي ڪار ۾ انتظار ڪندو رهندو هئو. هڪ دفعي موٽڻ تي اسان کي ٻڌايائين ته هو کين اڄرج ۾ وجهڻ جهڙي خبر ٻڌائيندو. پوءِ هو فوراً پنهنجي سائيڪل ڪڍي آيو ۽ ٻڌايائين ته کيس هلائڻ به اچي ويئي آهي.

پوني ۾ قيام جي دوران اُتي ڪيتريون ئي سماجي تقريبون ٿينديون هيون، جن ۾ منهنجا والدين شرڪت لاءِ ويندا هئا. جڏهن هو اُتي ويندا هئا ته اسان وري ڪڏهن سئنيما ڏسڻ ويندا

هئاسين. اسان کي ٽانگي جي سواريءَ ۾ لطف ايندو هو. تنهنڪري اسان هميشه به ٽانگا ياڙي تي ڪندا هئاسين ۽ هڪ نوڪر ساڻ ڪڻندا هئاسين. جڏهن هي ٻئي ٽانگا هلندا هئا ته ٻئي هڪ ٻئي کان اڳتي نڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. مون کي اڃا هڪ فلم The 39 Steps ياد آهي، جنهن ۾ رابرٽ ڊونيٽ ڪم ڪيو هئو. ان کان پوءِ هوا سان جو پسنديده اداڪار بڻجي ويو. اسان کي جيڪا خرچي ملندي هئي تنهن مان اسان اهي فلمي رسالا وٺندا هئاسين، جن ۾ رابرٽ ڊونيٽ جون تصويرون هونديون ۽ پوءِ هڪ ٻئي سان مقابلو ڪندا هئاسين ته ڪنهن وٽ وڌيڪ رسالا آهن. ٻئي سال اسان The Scarlet Tonga فلم ڏٺي ۽ ان کان پوءِ ڊونيٽ وسري ويو ۽ اسان Scarlet Tonga سيريز وارا رسالا ۽ ڪتاب خريدڻ لڳاسين.

هڪ هفتيوار موڪل، اسان ڪنڊالا جي ڊپٽي ڪمشنر مسٽر پرپيا سان گذاري. مسٽر پرپيا ۽ هن جي ٻين گهر وارن سان گهمندي ڦرندي اسان Echo Point تي پهچي وياسين ۽ جڏهن منهن اونداهي ٿيڻ لڳي ته پنڌ ئي پنڌ واپس ورياسين. اسان سيني سمجهيو ته اسان کي رستو معلوم هوندو پر ڪنڊالا پهاڙ وندرگاهه. ڊگهن ۽ گهاٽن وڻن سان ڀِٽيل آهي، جنهن مان ڪيترائي گس ۽ پيچرا نڪرن ٿا. ذلفي ۽ منهنجي ننڍي ڀيڻ بينظير سيني کان اڳتي پنڌ ڪري رهيا هئا، تنهنڪري هڪ هنڌ اچي هنن پٺتي ڏٺو ته هنن مان ڪو نظر ڪونه آيو. منهنجي امڙ ڏاڍي دلگير ٿي، پر پرپيا وارن چيو ته هو پنهنجي منزل تي پهچي ويا هوندا. اسان سڀ جڏهن گهر پهتاسين ته هو اتي ڪونه پهتا هئا، جنهن تي پرپيا وارا به ڏاڍو فڪرمند ٿي پيا. پر پرپيا امڙ کي دلداري ڏني ته ڳولا لاءِ پارٽيون موڪليون پيون وڃن. انهيءَ سموري وقت اسان ڏاڍا پريشان رهياسين. هڪ ڪلاڪ کان پوءِ هو لڌا. دراصل هنن باغ ۾ غلط پيچري تي هلڻ شروع ڪري ڏنو هو جيڪو سڌو بازار ڏانهن ٿي ويو. جڏهن هو گهر آندا ويا ته مسٽر پرپيا ذلفيءَ کان پڇيو: "ڇا توکي

خوف ٿيو ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ وڻ گهاٽا آهن ۽ ٻيو تہ ڀولڙا بہ لهي وات تي اچيو وڃن.“ مون کي ياد آهي تہ ذلفيءَ چيو: ”تہ آءٌ اهڙي ڪنهن بہ مصيبت ۾ ڪونہ هئس. هن ٻڌايو تہ ڪيس ماءُ جي ڳالهہ ياد اچي ويئي هئي. جيڪا اهڙي موقعن تي بادشاهہ پير دستگير کي ياد ڪندي هئي. تنهنڪري مون بہ ائين ئي ڪيو.“

هڪ گهمرو ياد اٿم، ممتاز ۽ آءٌ ناتال جي موڪلن ۾ بمبئي وياسين. ذلفي اسان کي پنهنجي پسنديده دڪانن تي وٺي ويو. اهو برطانوي راڄ جو زمانو هئو. سمورا دڪان هر طرح جي شين سان ڀريل هئا. هر قسم جا چاڪليٽ، بسڪيٽن جا دٻا، ڦوڪڻا، خوبصورت ۽ دلڪش نقاب، مطلب ڪرسمس جون سموريون ننڍيون وڏيون شيون موجود هيون.

ذلفيءَ جي پسند جي ڪهاڻي هيواٿا (Hiawatha) هئي، جنهن کي ممتاز واتان ٻڌندي ڪڏهن ڪونہ ٿڪجندو هو. هو هن کي Scarlet Pimpernel جون ڪهاڻيون بہ پڙهي ٻڌائيندي هئس.

جڏهن سنڌ، بمبئي کان ڌار ٿي تہ اسان موٽي ڪراچي آياسون. ڪراچيءَ ۾ اسان سڀ اهڙن اسڪولن ۾ پڙهڻ لڳاسين، جتي پڙهي ڏينهن جو ئي پنهنجي گهر موٽي ايندا هئاسين. اسان ڪلب روڊ تي رهندا هئاسين، جتي اسان جي گهر جو نالو Hardly House هئو. هي گهر اڃا بہ موجود آهي، جتي آءٌ ڪئين ڀيرا ويئي آهيان، پر جڏهن بہ انهيءَ گهر ويندي آهيان، ننڍپڻ جون خوشيءَ ڀريون گهڙيون منهنجي اکين آڏو ڦري اينديون آهن.

اسان هڪ ڀيرو وري بمبئي موٽي وياسين. بابا، سنڌ جي خدمت تمام ديانتداريءَ ۽ پوري جذبي سان ڪئي هئي، جنهن جو اعتراف هن حقيقت مان ٿئي ٿو تہ هن سواءِ آخري چونڊن جي، ڪابہ چونڊ نہ هارائي. هن، نيٺ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ سنڌ جي عيوضيءَ طور رهي، خدمت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

انهيءَ وقت ذلفي ڪيٿيڊرل هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ لڳو هو. ڪرڪيٽ جو شوق، هن جي ڪمزوري بڻجي ويو هو. منڍ ۾ هو جونيئر ٽيم ۾ کيڏندو هو ۽ پوءِ سينيئر ٽيم ۾ کيڏڻ لڳو. هو انهيءَ وقت جي بهترين رانديگرن ڪاردار ۽ امرناٿ جو زبردست مداح بڻجي ويو هئو پر هن جي پسند جو رانديگر مشتاق علي هو. جيتوڻيڪ مشتاق علي ۽ ذلفي جي وچ ۾ عمر جو گهڻو فرق هئو تنهن هوندي بہ هو سندس دوست بڻجي ويو هئو. ذلفيءَ جي ٻين اسڪول وارن دوستن ۾ عمر قريشي هو جيڪو پڇاڙيءَ تائين سندس دوست رهيو. هو ڏنراج محل ۾ رهندو هئو. هي ٻئي ڪرڪيٽرن ۽ ٻين رانديگرن جي ملڻ جي جاءِ هوندي هئي ۽ ذلفيءَ اتي ڪيترين ئي شامون گذريون هيون.

اسڪول ۾ پڙهائي جي آخري سال هو ثريا نالي هڪ ڇوڪريءَ سان ڏاڍو گهرو ٿي ويو هو. هو روز هڪ مقرره وقت تي کيس ٽيليفون ڪندو هو ۽ جڏهن برڪلي ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ آمريڪا روانو ٿيو تہ مون کي چٺي ويو تہ کيس فون ڪندي رهان. هو ساڻس شادي ڪرڻ ۾ ڏاڍي دلچسپي رکندو هو پر ڪنهن طرح اهو ٿي نہ سگهيو.

سياست ۾ بہ سندس خاص دلچسپي هئي، پنڊت نهروءَ جي ننڍي ڀيڻ مسز ڪرشنا هٺي سنگهہ اسان جي پاڙيسرڻ هئي. پنڊت جي جڏهن بہ بمبئيءَ ايندو هو تہ هن وٽ ترسندو هو. جڏهن هڪ گهمري پنڊت اتي آيو تہ ذلفي هن سان ملڻ لاءِ آتو ٿي ويو. اهو ڪو مشڪل ڪونہ هو. دريءَ مان اسان ڏسندا هئاسين تہ پٽ جي ٻئي پاسي هنن جي گهر جو باغيچو ۽ لنگهہ نظر ايندو هو جنهن ۾ گانڌيءَ واري مخصوص لباس ۾ ماڻهن جو هجوم رهندو هو. ذلفي دروازو لنگهي اتان ماڻهن مان ٽيندو سڌو اڳتي وڌندو ويو. چاڪاڻ تہ هو گانڌيءَ واري لباس ۾ ڪونہ هو تنهنڪري سيني ۾ نمايان هو تنهنڪري پنڊت جي هن کي فوراً ڏٺو. ڏسڻ شرط ذلفي کي سڏيو ۽ نالو وغيره پڇڻ کان پوءِ کانئس پاڪستان جي باري ۾ خيال معلوم ڪيائين. ذلفي پاڪستان جو پڪو حامي هو. پنڊت جي کيس چيو تہ "نوجوانيءَ ۾ هر ماڻهو جذباتي

هوندو آهي، پر پارٽ وڏو ملڪ آهي، جنهن کي جيڪڏهن اهڙا جذباتي نوجوان ملي ويا تہ اهو تمام وڏو ملڪ بڻجي سگهي ٿو.“

ذلفي ڪئين ڀيرا قائداعظم سان بہ ملڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪو ان وقت مالابار هلس تي رهندو هئو پر ڪيس انهيءَ ۾ ڪاميابي حاصل نہ ٿي. پناڻ چوڪيدار ساڻس واعدو ڪيو تہ جڏهن بہ جناح صاحب ريزيڊنسي ۾ ايندو تہ هو ساڻس ملائيندو. جيتوڻيڪ ذلفي ڪئين ڀيرا ڪوشش ڪئي، پر قائداعظم ان وقت بمبئي ۾ ڪونہ هو. البتہ مس فاطمہ جناح سان ضرور ملاقات ٿيس ۽ گهڻا سال پوءِ مس فاطمہ جناح کي اها ملاقات ياد آئي جڏهن هوءَ موهاٽا پيليس ۾ رهندي هئي.

انهيءَ دوران ممتاز جي شادي ٿي چڪي هئي ۽ هوءَ حيدرآباد دکن رهڻ لڳي. هن جي وڃڻ کان پوءِ امان سان گڏ آءٌ ۽ ذلفي، ڪمبالا هل واري اپارٽمينٽ ۾ رهڻ لڳاسين. بابا جهونا ڳڙهہ ۾ هئو. ذلفي کي جڏهن ڪا خريداري ڪرڻي پوندي هئي تہ آءٌ ۽ سندس هڪ بهترين دوست جهانگير موگاسيٹ گڏجي ويندا هئاسين. هڪ گهمري شاپنگ ڪندي مون ترين ڪيس ڏنو جنهن کي آءٌ گهوريندي رهيس. اهو ذلفي ڏسي ورتو سو مون کي چائين، ”اها خريد ڪري، اها منهنجي ڪاتي ۾ ويندي.“ ذلفي جي پسند جي ريسٽورينٽ The Parisian Diary هئي ۽ هر گهمري خريداري ختم ڪرڻ کان پوءِ اسان اتي ويندا هئاسين.

ذلفي، امان ۽ آءٌ هر مهيني گاڏي ڪاهي پوني وڃي ننڍي ڀيڻ جي قبر تي فاتح پڙهندا هئاسين. ڪئين سال پوءِ بہ ذلفي جڏهن سرڪاري ڪم سان هندستان ويندو هئو تہ پوني ضرور ويندو هئو ۽ اتي ياسين جوڳ وٽ ترسندو هئو. پوءِ هڪ ڏينهن اهڙو آيو جو ذلفي کي ٻاهر وڃڻو پيو. ذلفي کي الوداع ڪندي ڏاڍو ڏک بہ ٿيو ٿي پر ڪيس وڃڻو ضرور هئو ۽ انهيءَ ڏينهن آءٌ ۽ امان ڪيس ڇڏڻ لاءِ بمبئيءَ جي سانتا ڪروز ايئرپورٽ وياسين.

ذلفي جي وڃڻ کان پوءِ امان کي سمنڊ جي رستي ڪراچي وڃڻو پيو ڇاڪاڻ تہ وٽس سامان تمام گهڻو هئو. آءٌ ان کان هڪ ڏينهن اڳ

هوائي جهاز جي ذريعي ڪراچي هلي آيس ۽ اتي ليڊي هدايت الله وٽ ترسيس، جڏهن امان پهتي تہ اسان روز صبح جو جاءِ جي گولا لاءِ نڪرنديون هيوسين. ايستائين جو هڪ ڏينهن اسان کي مڪنيل روڊ واري جاءِ ملي ويئي. هيءَ اهائي جاءِ هئي جتي ذلفي پنهنجن موڪلن ڪاٽڻ لاءِ اسان سان مليو. ان کان پوءِ هر اونهاري جي موڪلن لاءِ اتي ئي ايندو هئو. ٻاهر رهڻ جي دوران هن کي گهر ياد ڏاڍي ايندي هئي ۽ ڪراچيءَ ۾ قيام دوران هو ماڻهن سان ملي نہ سگهندو هو. تنهنڪري موڪلن جي وقت هو گهڻو تڻو گهر تي ئي رهندو هو ۽ امان جي هٿ جي سٺن سٺن کاڌن جو مزو ماڻيندو هو. هن جي پسند جي کاڌن ۾ مرغي شيخ، تريل پٽاٽا (سنڌي طرز جا) ۽ گجرن جو حلوو هو.

جڏهن بابو هوندو هئو تہ ذلفيءَ ۽ بابا جي وچ ۾ ڏاڍي دلچسپ گفتگو ٿيندي هئي. بابا پراڻن خيالن جو ماڻهو هو جيڪو وڏيرڪي ماحول ۾ وڏو ٿيو هو. بابا جي پڙهڻ پر سير سپاٽي واري شوق، کيس ٻين وڏيرن ۽ جاگيردارن جي ڀيٽ ۾ ڏاڍو آزاد خيال بڻائي ڇڏيو هئو تنهن هوندي بہ هو جاگيردار هو. ذلفي جا خيال عوامي هئا. هو چوندو هو: "قوت ۽ اقتدار عوام وٽ هجن." هو چاهيندو هو تہ ماڻهن کي سماجي انصاف ۽ هڪجيترا موقعا ملڻ گهرجن." هن انهن خيالن جو اظهار انهيءَ ڪتابڙي ۾ بہ ڪيو جيڪو هن ڇپرايو هو. اها اسان جي بدقسمتي آهي جو اڄ اسان وٽ هن جي ڪاپي ڪانهي. جڏهن ذلفي، آڪسفورڊ ۾ پڙهندي آخري سالن ۾ آيو تہ سندس ملاقات نصرت سان ٿي، جيڪا مون سان ملڻ آئي هئي. هو ساڻس ٻين ڪيترين گڏجاڻين ۾ بہ مليو ۽ نيٺ هڪ ڏينهن هنن شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. بابا چاهيو ٿي تہ شادي ان وقت ٿئي جڏهن ذلفي پڙهائي پوري ڪري واپس اچي پر ذلفيءَ ۽ نصرت اڳ ۾ ئي شاديءَ ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو تنهنڪري هو شادي ڪري انگلينڊ هليا ويا.

ذلفيءَ جي موڪلن گذارڻ واري عرصي جو مون کي هڪ ٻيو واقعو بہ ياد اچي ٿو. اسان جي مالهيءَ قاسم کي نانگ ڪکي وڌو هو.

امان مون کي جهونا ڳڙهه هائوس ٽيليفون ڪري ڊرائيور گهرائڻ لاءِ چيو. اسان جو ڊرائيور انهيءَ وقت اتي ڪوارٽرن ۾ رهندو هو. اهو پڌي ذلفي جيڪو هنڌ تي ليٽيو پيو هو ٽپ ڏيئي اُٿيو ۽ قاسم کي وٺي جناح اسپتال هليو ويو. چاڪاڻ ته هن محسوس ڪيو ته جيستائين ڊرائيور ايندو تيستائين علاج ۾ دير ٿي ويندي.

هو هميشه، پنهنجي عملي جي چڱيءَ طرح سارسنڀال لهندو هو. هڪ گهمري اسان جي زمينن جي مئنيجر يار محمد کي هڪ وڏي آپريشن ڪرائڻي پئي. يار محمد چاهيو ٿي ته اها آپريشن ڊاڪٽر امان الله جي هٿان ٿئي، ۽ نيٺ اها آپريشن ٿي. بابو لارڪاڻي وارن ڏينهن کان وٺي، اسان جو بيئرر هو. بابا ڪيس نه صرف شادي ڪرائي پر هن جي ڇئن پٽن کي سينٽ اينٿوني اسڪول به پڙهڻ موڪليائين. بابا جي گذاري وڃڻ کان پوءِ ذلفي هنن جي سارسنڀال لڌي ۽ ڇئني ڇوڪرن کي سٺيون نوڪريون وٺي ڏنائين.

جيڪڏهن منهنجي پاءَ ۾ ڪو بيو رُخ هئو ته اهو مون نه ڏٺو هئو. انهيءَ باري ۾ ته مون صرف چند قارئين جي راءِ پڙهي آهي. ذاتي طور تي آءٌ هن جي بلوچستان واري قدم تي ڏاڍي پريشان ٿي ويئي هيس. سڄي زندگي مون ذلفيءَ کي بلوچن جي ڏاڍي عزت ڪندي پڌو ۽ ڏٺو هئو. بابا جا ڪيترائي دوست بلوچستان ۾ هئا. بهرحال، ذلفي بعد ۾ سپريم ڪورٽ ۾ بيان ڏنو هئو ته هن بلوچستان مان فوج کي واپس گهرائڻ چاهيو ٿي، پر جنرل ضياءُ الحق انهيءَ جي سخت مخالفت ڪئي.

پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ جڏهن ذلفي واپس ڪراچي آيو ته بابا انهيءَ جو انتظامُ ڪيو ته هو سندس دوست ڏينگومل رامچنداڻي سان گڏجي پريڪٽس ڪري، جنهن جي هڪ لا فرم هئي. ذلفي، بابا جي ڪم ڪار ۾ مدد ڪرڻ لاءِ لاڙڪاڻي به ويندو هو. سچ ته هي آهي ته هن جي موٽڻ کان پوءِ بابا جي طبيعت به ٺيڪ نه رهڻ لڳي، جنهن ڪري هن زمينن جي سارسنڀال جو ڪم ڪار پنهنجي ئي هٿ ۾ کڻي ورتو هو. هڪ گهمري انهيءَ ڪم سانگي لاڙڪاڻي ويو ته اتي

اسڪندر مرزا سان ملاقات ٿيس، جيڪو چاچا احمد خان جي دعوت تي نئين ديري آيو هو. اسڪندر مرزا، ڪئين ڀيرا نئين ديري آيو هو جتي هو آرام ڪندو هو ۽ تترن جو شڪار ڪندو هو. بابا کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو هو ۽ ذلفي کان ڏاڍو متاثر هو.

جڏهن بابا وفات ڪئي، تڏهن ذلفي جنيوا ۾ ”دي لا آف سي ڪانفرنس“ ۾ شرڪت ڪرڻ ويو هو. اسان جي تار پهچڻ تي هو هڪدم موٽي آيو. هو ايترو رُنو جو هن کي ماٺ ڪرائڻ مشڪل ٿي ويو. ٻنهي ڀيءَ پٽ ۾، سوچ جو فرق هئڻ جي باوجود، ڏاڍي قربت ۽ محبت هئي.

ذلفيءَ کي اسڪندر مرزا جي ڪابينه ۾ وزير مقرر ٿيڻ جي خبر ان وقت پيئي، جنهن وقت هو ۽ نصرت، ريڪس سئنيما ۾ فلم ڏسي رهيا هئا. سئنيما تي فوراً سلائيڊ هلايائون ته ذوالفقار علي ڀٽو کي گورنمينٽ هائوس ۾ طلب ڪيو ويو آهي. آءٌ سمجهان ٿي ته هن جو اهو ڏس پتو 70 ڪلفٽن واري گهر تي موجود ماڻهن ڏنو. اها ته پوءِ خبر پئي ته کيس وزير تجارت ناهيو پئي ويو. اسان کي ذلفيءَ جي ته خوشي محسوس ٿي، پر بابا جي غير موجودگي جو احساس به شدت سان ٿيو.

قسم کڻڻ کان پوءِ، ذلفي سڌو ڳڙهي خدا بخش پنهنجي ويو ۽ اتي وڃي بابا جي قبر تي فاتح پڙهيائين. انهيءَ ساڳي رات نصرت کي اسپتال وٺي پيو جتي شاهنواز ڄايو. هو ڏاڍو سهڻو ٻار هو ۽ بعد ۾ هن هڪ خوبصورت پرڪشش نوجوان طور پرورش پاتي. اسان کي انهيءَ وقت ته خبر ڪانه هئي ته مستقبل هن جي لاءِ ڇا کڻي اچڻ وارو هو. شاهنواز هڪ سازش جو شڪار ٿي ويو ۽ صرف 26 سالن جي عمر ۾ غريب الوطني ۾ قتل ڪيو ويو.

جنرل ضياءَ، صرف اسان جي خاندان کي ئي نه پر پوري ملڪ کي هڪ غير معمولي ۽ ذهين شخصيت کان محروم ڪري ڇڏيو. خود سندس مخالف ۽ ناقد به انهيءَ کان انڪار نٿا ڪري سگهن ته هو هڪ پڪو محبت وطن هو. هو هڪ وڏو قومي سرمايو هو. هو گهڻو پڙهيل ۽

ذهين ماڻهو هو. هو هڪ اهڙو مقرر هو جنهن جو اعتراف دنيا جي سمورن همر عصر ليڊرن ڪيو هو. انهيءَ حد تائين جو انڊونيشيا جي صدر سوئيڪارنو هندستان سان پهرين جنگ جي وقت ملڪ جا سمورا اثاثا پاڪستان جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا. مصر جو صدر ناصر، چين جو چائو اين لاءِ، سعودي عرب جو مرحوم شاهه فيصل، شام جو صدر اسد ۽ ڪرنل قذافي (جنهن جي مدد سان اسان ايٽمي دور ۾ داخل ٿياسين)، فرانس جو صدر يستارڊ ديستانگ ۽ دنيا جا وڏا وڏا ليڊر هن جا ذاتي مداح ۽ دوست هئا. هن ئي چين سان دوستي شروع ڪئي. پاڪستان جو ڪو اهڙو ليڊر ڪونهي جنهن دنيا جي ليڊرن ۽ مدبرن سان ذاتي دوستي رکي هجي. قائداعظم کان پوءِ هو ئي اهڙو پاڪستاني ليڊر هو جنهن کي دنيا ڄاڻندي هئي. اهوئي ڪارڻ آهي جو ذلفي جي مقدمي، پوري دنيا ۾ هلچل مچائي ڇڏي ڪيترن ئي مسلم ملڪن جا ليڊر اسلام آباد پهچي سندس زندگيءَ بچائڻ لاءِ اپيلون ڪرڻ لڳا، ڇاڪاڻ تہ کين خبر هئي تہ هن جي زندگي، مسلم دنيا جي لاءِ هڪ قيمتي سرمايو آهي.

آءٌ تمام خوش نصيب آهيان جو هي عظيم ماڻهو منهنجو پيءُ هو. پيءُ جي حيثيت سان هو ڏاڍو محبت پريو ۽ خيال رکندڙ پيءُ هو. پنهنجي اسڪول جي ڏينهن ۾ جڏهن هو دوستن سان ٻاهر گهمڻ ڦرڻ ويندو هئو تہ اسان سڀني جي لاءِ تحفا آڻيندو هو. جيتوڻيڪ انهن شين جي خريدڻ لاءِ هن کي پنهنجو ذاتي خرچ گهٽائڻو پوندو هو. منهنجي شاديءَ کان پوءِ بہ هو منهنجي خبر لهندو رهندو هو. آءٌ هميشه پنهنجن دوستن ۽ سڃاڻڻ وارن جي لاءِ سندس مدد گهرندي هيس جيڪا هو ڪندو رهندو هو.

آءٌ هن جي ڪارنامن ۽ ڪاميابين تي فخر ڪريان ٿي، پر جنهن ڳالهہ تي منهنجو ڳاٽ اوچو ٿئي ٿو سو هن جي انهيءَ دليري تي آهي جيڪا هن پنهنجي مقدمي دوران ۽ آخر ۾ موت جي ڪال ڪوٺڙيءَ دوران ڏيکاري. ڪال ڪوٺڙيءَ دوران هن مون کي ۽ منهنجي مڙس کي

ڪئين ڳالهين ۽ مسئلن بابت سمجهايو. ان وقت به هن جو اهو عالم هو جو هو ائين ڳالهائي رهيو هو ڄڻڪ 70 ڪلفٽن ۾ ويٺو هجي. يعني تمام ڪلمک ۽ هوشيار. اهڙي طبيعت صرف ڪنهن معصوم ۽ بي گناهه جي ٿي سگهي ٿي.

مون کي اهو سدائين ملال رهندو ته مون کي آخري ڏينهن تي ساڻس ملڻ لاءِ نه ڏنو ويو جيتوڻيڪ اسان کي اهو معلوم ڪونه هو ته هو هاڻي وڌيڪ جيئرو ڪونه رهندو. آءٌ ساڻس هر اربع تي ملندي هيس. ڪيس اهو معلوم هو ۽ هو منهنجو انتظار ڪندو هو. انهيءَ آخري ڏينهن آءٌ ۽ منهنجو مڙس جيل پهتاسين ته اسان کي ٻڌايو ويو ته نصرت ۽ بينظير، ذلفي سان ملي رهيون هيون. انهيءَ ڳالهه مونکي حيرت ۾ به وجهي ڇڏيو ۽ مونجهاري ۾ پڻ. ڇاڪاڻ ته اهو ڏينهن هنن ٻنهي جي ملاقات جو ڏينهن ڪونه هئو. بهرحال، اسان انتظار پئي ڪيو ته هڪ ڪار ڪارن شيشن سان اندر داخل ٿي. اسان کي پوءِ جيل وارن ٻڌايو ته اسان جي ملاقات منسوخ ڪئي وئي آهي.

هونئن ذلفيءَ سان جيل ۾ ملاقات ڪرڻ ڪان پوءِ اسان سڌو نصرت ۽ بينظير سان ملڻ لاءِ سهالا ويندا هئاسين، جتي هو نظربندي ۾ هيون. تنهن اربع ڏينهن تي به اسان سڌو سهالا وياسين. پر دروازي تي اسان کي پوليس وارن ٻڌايو ته اسان پنهنجن مائٽن سان ڪونه ٿي ملي سگهياسين. جڏهن اسان کي اهو ٻڌايائون تڏهن اسان کي هڪ لڪل ڏپ محسوس ٿيڻ لڳو بلڪ اسان بدترين سوچڻ لڳاسين. اسان پنهنجن ٻن وڪيلن کي ٽيليفون ڪرڻ لڳاسين، جيڪي ان وقت راولپنڊيءَ ۾ هئا. هنن نيٺ اها ڳالهه ٻڌائي جنهن جو اسان کي پڻ هو. هنن ٻڌايو ته بينظير پيغام ڏنو آهي ته ذلفي کي ورندي ڏينهن ڦاسي ڏيندا، يعني خميس تي.

مون کي يقين ڪونه هو ته اهو ويل وهي ويندو ۽ اهو سڀ ڪجهه ائين گهڙيءَ پلڪ ۾ ٿي ويندو. اسان جي وڪيلن اسان کي مشورو ڏنو ته اسان لاڙڪاڻي هليا وڃون. تنهنڪري اسان سڌو پي آءِ اي جي

آفيس وياسين، پر اتي موئن جي دڙي لاءِ ڪي ٽڪيٽون موجود ڪونہ هيون. تنهنڪري اسان سڌو ڪراچيءَ جون ٽڪيٽون ورتيون ۽ اتي هليا وياسين. پر جڏهن اتان اسان ڪار ۾ نئين ديري پهتاسين تہ تمام گهٽي دير ٿي چڪي هئي. حويليءَ ۾ تمام گهٽيون عورتون موجود هيون. هر اک روئي رهي هئي. آءُ اتان سڌو قبرستان ويس. اتي مرد ۽ عورتون سڀ قرآن شريف پڙهي رهيون هيون، ڪي آهستي ۽ ڪي ڏاڍيان.. آءُ پنهنجي پاءُ جي قبر مٿان بيٺي هيس. منهنجي پير ۾ هڪ پوڙهو هاري هن جي قبر تي گلاب جون پنکڙيون ڇٽي رهيو هئو. مون کي ياد آهي تہ هن هڪ ڏکهو ساهہ پريو ۽ سنڌيءَ ۾ چيو: ”ابا ذوالفقار علي! تون اسان کي ڇڏي وئين، اسان جو ڇا ٿيندو؟“ مون کي خبر ڪانهي تہ انهيءَ هاريءَ کي پٽي ڪان سواءِ سنڌ جو مستقبل ڪهڙو نظر ٿي آيو. ڇا هن کي جنرل ضياءَ جي ماڻهن هٿان سنڌين جون زمينون پوکون سڙندي نظر اچي رهيون هيون. ڇا هن هاريءَ جي اکين اڳ ۾ ڄام صادق جي هٿان سنڌي ماڻهن جي محرومي، هنن مٿان ڪرندڙ آفتن ۽ ظلم جا منظر گهمي رهيا هئا؟ پر ڪنهن کي خبر آهي تہ سنڌي ويچارا ڇمندي ٿي صوفي هوندا آهن.

# منهنجو پيارو چاچا

شبنم پنو

اتاهه ڪنڊ جنهن جي ڦهليل هنجن ۾،
اچلون ڏيندڙ ساگر جي ڇولين اندر،
ماڪ پنن رابيلن جي ٽڏاڻ،
اُپ تائين اڏيل همت جا ڪنگرا،
تنهن جي وجود جا اهي ڪنارا،
جن جي ڇانوَ
هڪ امر ڏيا آهي.
هماليا جي اڏول جسم،
ڏيا ۽ ستارن جي نظرن،
ڏُوران ايندڙ همتن جي وچان،
ڪنهن جي وکن جي اوٿان،
هيءَ آيو منزل جو پارکو
عزم ۽ همت جو ڪوپو

علي جي نانءُ ساڻ،
ذوالفقار جو سڏيو هردم سڏبو،
سو سدا ياد رهندو.

منهنجي چاچي جي هڪ خوبي، جيڪا هونئن ته سيني چاچن ۾ ٿئي ٿي، پر هو پارن، نوجوانن ۽ بزرگن کي هڪ جيترو پيائيندو هو ۽ دلچسپ ڳالهه هيءَ آهي ته هو به کيس ايترو ئي پيائيندا هئا. خاندان جو ته هر شخص، ننڍو توڙي وڏو سڀ کيس ڏاڍو پيار ڪندا هئا. اڄ به اسان جي من ۾ هن جي محبت اوتري ئي آهي جيڪا سندس جيئري هوندي هئي ۽ مون کي خبر آهي ته پيا ماڻهو به ساڻس ايتري ئي محبت ڪن ٿا.

منهنجي ننڍي ڀيڻ رخسانه، تنهن وقت تمام ننڍي هئي، جڏهن هوءَ پنهنجي پياري چاچي سان گڏ ايوب خان جي خلاف بک هڙتال تي ويٺي هئي.

منهنجي چاچي، ايوب خان جي خلاف تحريڪ هلائي هئي، پر مون به انهيءَ ۾ بک هڙتال ڪري ڏني. چاڪاڻ ته هو جيل مان نڪرڻ کان پوءِ پنهنجي سياسي هلچل ۾ ايترو مصروف ٿي ويو هو جو اسان جي گهر اچي نه پئي سگهيو. تنهنڪري مون چاچي کي چورائي موڪليو ته آءٌ ايستائين ڪجهه نه کائيندس جيستائين هو اسان وٽ گهر نه ايندو. اهو ٻڌي هو فوراً اسان جي گهر هليو آيو ۽ جنهن وقت هو گهر ۾ گهڙيو منهنجي بک هڙتال ختم ٿي ويئي. پر رخسانه جو چوڻ هئو ته جيستائين چاچو بک هڙتال تي آهي، اسان جي به بک هڙتال جاري رهندي.

مون کي ياد آهي ته چاچو آيو ۽ اسان کي سمجهائڻ جي هرڪا ڪوشش ڪيائين. چيائين: ”پارن جي بک هڙتال ڪانه ٿيندي آهي، تنهنڪري اوهان مهرباني ڪري، ڪجهه کائو.“ چاچي، ڏاڍي ڪوشش پئي ڪئي پر رخسانه ڪجهه نه کاڌو بلڪ هن هڪ به ڪانه ٻڌيس ۽ نيٺ اهوئي ٿيو. رخسانه جي بک هڙتال به تڏهن ختم ٿي جڏهن چاچا

پنهنجي بک هڙتال ختم ڪئي. هن کي گوبي ۾ گجرن جو آچار گھڻو وڻندو هئو. جيڪو اسان جون چاچيون ۽ ماسيون پنهنجن هٿن سان تيار ڪنديون هيون. اسان کي به اهي آچار گھڻي ئي وڻندا هئا ۽ هاڻي ته چاچا جي شهادت کان پوءِ اسان انهن آچارن کي هٿ به نه لاتو آهي.

اسان جي پيءُ جي لاڏاڻي کان پوءِ، هن اسان جي ڀاءُ امداد علي پتو کي ڏاڍو پيار ڏنو. چوڪري هئڻ جي ڪري هو چاچا سان گڏ گھڻي دير رهي سگھندو هو ۽ چاچا به هن جو تمام گھڻو خيال ڪندو هو. ڪيس سدائين ادا امداد جو اونو رهندو هئو. جيتوڻيڪ هو ٻاڻ به گھڻو ئي مصروف رهندو هو.

مون کي ياد آهي ته سخت سردين جي هڪ ڏينهن ۾، ادا امداد، چاچا شهيد سان گڏ شڪار تي ويو هو. ادو چاڪاڻ ته اڃا ننڍو هو تنهنڪري لاپرواهيءَ مان هن ڪو گرم ڪپڙو به ڪونه پهريو هئو. پر جيئن ئي چاچا شهيد جي نظر پيس، هن نوڪرن کي سڏيو ۽ کين دڙڪا ڏنائين. اوڏيءَ مهل ته ڪجھ ڪونه پئي ٿي سگھيو بهرحال، ٻي واهه نه ڏسي، چاچا شهيد پنهنجو ڪوٽ لاٿو ۽ ادا امداد کي پارايائين. چاچا جو اهو ڪوٽ منهنجي حافظي مان ڪڏهن نٿو نڪري سگھي.

چاچي جون سياسي مصروفيتون اڻتريون هيون جو هو اسان کان پري ئي رهندو هو پر هو اسان جي باري ۾ هر خبر رکندو هو. هن جي محبت انهيءَ مان ڪٿي نٿي سگھجي ته هن اسان کي ڪيترو گھٽ يا وڌيڪ وقت ڏنو پر سچ هيءُ آهي ته جيڪو وقت به اسان سان گذاريو هئائين، سو انتهائي محبت وارو هوندو هو.

هڪ گھمري رخسانه بيمار ٿي پئي، هو انهيءَ وقت اڃا گھڻي ننڍي هئي. انهيءَ سان گڏ وري ڪيس اها شڪايت به هئي ته چاچا ڪيس ڏسڻ به ڪونه آيو پر رخسانه جي ڊاڪٽر ڪيس ٻڌايو ته چاچا، ڪيس روز ٽيليفون ڪري سندس صحت جي باري ۾ معلوم ڪندو رهندو هو انهيءَ حد تائين جو اهو به پڇندو هو ته فلاڻي ٽيسٽ جو ڇا ٿيو؟

لاڙڪاڻي ۾ جڏهن هوندو هو ته اسان وٽ ملڻ لاءِ ايندو هئو. عام

طور تي هو ايترو مصروف هوندو هو جو گهڻي رات گذرڻ وقت ئي گهر ايندو هو. اسان ۽ ٻيا ٻار سڀ جاڳندا رهندا هئاسين ۽ جيستائين چاچا گهر نہ ايندو هو ڪونہ سمهندا هئاسين.

آءُ ۽ منهنجي ڀيڻ ڪي ننڍي هوندي کان شاعريءَ جو شوق هوندو هو چاچا کي اسان جي شوق جي ڄاڻ هئي، تنهنڪري جڏهن گهر ايندو هو تہ اسان کان پنهنجي نئين شاعري ٻڌندو هو. مون کي ياد آهي تہ اهڙي فرمائش ڪرڻ وقت چاچا چوندو هو: ".... تہ اسان جا نوعمر شاعر ڇا ٿا فرمائين؟" ۽ پوءِ جڏهن مون کي پنهنجا شعر ٻڌائڻ لاءِ چوندو هو تہ خوشيءَ وچان منهنجو آواز گهگهو ٿي ويندو هو. پر آءُ سمجهان ٿي تہ هن جي همت افزائيءَ سان اسان جي نوعمر دماغ ۾ اعتماد جي لهر پيدا ٿي ۽ اسان ۾ نوان خيال آڻڻ جو جذبو پيدا ٿيندو هو جيڪو اڄ تائين جاري آهي.

انهيءَ ٻاراڻي اوسٿا ۾ مون کي ياد آهي تہ هڪ گهمري مون هڪ نظم پڙهيو جيڪو بحر ۽ وزن ۾ شايد پوري نہ هجي، پر هڪ شعر اڃا بہ ياد رهجي ويو اٿم، هي نظم هن لاءِ ئي چيل هو:

تم ہی سے تو ہے وطن کی شان ذوالفقار علی
تم ہی تو ہو، ہلال پاکستان ذوالفقار علی

جڏهن اسان وڏا ٿياسين تہ اسان ڪهاڻيون ۽ ناول لکڻ شروع ڪيا، جيڪي حادثاتي طور تي الميہ ئي هوندا هئا. اهو ڏسي نصرت چاچي، چاچا شهيد کي چوندي هئي: "آءُ ٻارن کي چوندي آهيان تہ ٽريجڊيز نہ لکو بلڪ ان جي بدران اهڙيون شيون لکو جيڪي پڙهندڙ کي خوش ڪن." چاچا انهيءَ جي موٽ ۾ چوندو هئو: "انهن کي لکڻ تان نہ روڪ، ڇڏي ڏين جيڪي ڪجهہ محسوس ڪن سو ويٺا لکن."

اسان کي معلوم ڪونہ هو تہ زندگيءَ جي سچي ٽريجڊي اسان ۽ پوريءَ قوم جو انتظار ڪري رهي هئي.

چاچا جي شهادت کان پوءِ هڪ عجيب و غريب شيءِ نمودار ٿي.

ڪي ماڻهو اچي چوندا هئا تہ هنن چنڊ ۾ چاچا جي شبيھہ ڏٺي هئي. اهو ٻڌي آءٌ ۽ رخسانہ سڄي سڄي رات جاڳي، چنڊ جي اُڀرڻ کان لهڻ تائين چنڊ کي تڪ ٻڌي ڏسندا رهندا هئاسين، پر اسان کي چاچا جي صورت نظر ڪانہ آئي. ٽن مهينن جي عرصي گذرڻ کان پوءِ اسان قلندر لعل شهباز جي زيارت لاءِ سيوهڻ شريف وياسين. اتي آءٌ ۽ رخسانہ چنڊ کي ڏسندا رهياسين. روز اسر جو چئين بجي اُٿي قلندر جي مزار تي ويندا هئاسين ۽ ان کان پوءِ اچي سمهي رهندا هئاسين. هڪ جمعي جي ڏينهن فجر جو اسان مزار تان موٽي آيا هئاسين، مون چانهہ جي پيالي کنئي ۽ اڱڻ ۾ هلي آيس ۽ رخسانہ اندر وڃي سمهي پيئي. ٿوريءَ ويرم کان پوءِ رخسانہ اکيون مهٽينديءَ اُٿي ويٺي. چيائين تہ هو ستي پيئي هئي تہ ڪا عجيب روشني سندس بند اکين تي اچي پيئي، جنهن کيس جاڳائي وڌو. جاڳي تہ ڏٺائين پر واري ڪمري ۾ چاچا شهيد بيٺو هو جنهن کي سائي رنگ جي شلوار ۽ قميص پهريل هئي.

گهٻرايل رخسانہ وري اکيون ٻوٽي ليٽي پيئي. جيئن ئي ليٽي تہ سندس ڪنن تي چاچا شهيد جي آواز جو پڙلاءُ پيو جيڪو چئي رهيو هو: "اڄ جمعي جو ڏينهن آهي ۽ آءٌ مرزا تي حاضري ڏيئي آيو آهيان. رستي ۾ آءٌ پنهنجن ٻارن کي بہ ڏسڻ هليو آيو آهيان."

مون کي ياد آهي تہ اسان جي آخري ملاقات ۾ چاچا چيو هو: "اڄ آءٌ اوهان کي چانهہ جي پيالي بہ نٽو پياري سگهان."

اسان جڏهن ننڍي هوندي تاريخ اسلام ۾ شهداءِ جو ذڪر پڙهندا هئاسين، تڏهن هڪ خواهش اُڀرندي هئي تہ ڪاش! اسان بہ انهن ڏينهن ۾ پيدا ٿيون ها ۽ انهن شهداءِ سان ملي سگهون ها. انهيءَ پهرين اپريل 1979ع واري آخري ملاقات ۾، جڏهن اسان ڏٺو تہ ڪئين اسان جو شير دل چاچو اصولن جي جنگ وڙهي رهيو هئو تڏهن اسان کي اندازو ٿيو تہ اسان پنهنجي دؤر جي حيدر علي، ٽيپو سلطان ۽ سراج الدولہ جي روبرو هئاسين.

۽ اڄ جڏهن ادا امداد علي پنهنجي ٻارن مهدي رضا، ضيغم عباس،

محمد جواد، سڪندر علي، علي حسين يا منهنجي ڀيڻ رخسانہ پنهنجي ٻارن کي شهداءِ اسلام بابت ڳالهيون ٻڌائيندي آهي تہ انهن ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جو داستان بہ شامل هوندو آهي.

آءٌ چاچا شهيد بابت پنهنجون ساروٽيون هن نظم تي روڪيان ٿي، جيڪو مون ۽ رخسانہ شهيد چاچا لاءِ لکيو هو:

اے میرے عہد کی عیسی
اے ذوالفقار علی
ان فضاؤں میں مہکتے ہیں
تیرے خون کے گلاب
تیری غیرت کے چمکتے ہوئے سورج کی قسم
تو نے باطل کے ارادوں کو فنا کر ڈالا
آج ظلمت سے اجالے کو جدا کر ڈالا
اے میرے عہد کی عیسی
اے ذوالفقار علی
تو ہراساں نہ ہوا ظلم کے ایوانوں سے
تو نے اک جنگ لڑی وقت کے فرعونوں سے
تیری جرئت تیری عظمت
تیری غیرت کو سلام

# لکين انسانن جو آئيڊيل

طارق اسلام

جڏهن مون کي هن مضمون لکڻ لاءِ چيو ويو ته منهنجو دماغ هڪ قسم جي فخر ۽ ملال جي گڏيل ڪيفيت ۾ مبتلا ٿي ويو. شهيد چاچا جي يادگيرين کي سميٽڻ، هڪ ڏاڍو ڏکيو ۽ دل ڏکوئيندڙ ڪم آهي. صرف اهو سوچڻ ته چا، هو هڪ عام ماڻهو ۽ رواجي چاچو هو. تنهن تي ڪئين ڪتاب پرجي سگهجن ٿا. پر ائين ڪونه هو. مسٽر ڀُٽو بطور ليڊر ۽ اڏول شخص، عام ماڻهن کان ڪئين گهمرا مٿيرو هو. ننڍپڻ کان وٺي، هو پنهنجي سياست ۽ ڪم ۾ ايترو مصروف رهيو جو جڏهن هن جي باري ۾ سوچجي ٿو ته ڪئين پيرا يادگيرين جي طلاطم پرين دورن مان وري وري لنگهڻو پوي ٿو ۽ ايتري مصروف شخص جي ماضيءَ تي نظر وجهجي ٿي ته هو ايترو پُرسڪون، اطمينان بخش لڳندو هو جو ڪنهن کي هڪ ڪن پلڪ لاءِ به احساس ڪونه ٿيندو ته هو ڪم جي ايتري بار هيٺ هوندو- اهو منهنجو چاچو هو.

آءُ به ننڍي هوندي کان اها خواهش رکندو هئس ته هن عظيم شخص جي باري ۾، صرف هڪ چاچي جي حيثيت سان، پر هڪ ليڊر

جي باري ۾ وڌ ۾ وڌ ڄاڻان. آءٌ هن شخص کان بيحد متاثر هئس. هن منهنجي تخيل کي منور ڪري ڇڏيو هو جيئن ٽيڪ آءٌ ننڍو ٻار هئس. هن جي پُرڪشش شخصيت ٻارن کي بہ پنهنجو ڪري ڇڏيو هو.

هن شخص لاءِ منهنجي محبت ۽ عزت، ڪنهن عام طريقي جي ڪانہ هئي، پر هڪ عجيب لطيف ڪيفيت هئي.... هن انداز سان تہ چاچي ذوالفقار علي ڀٽي لاءِ ڀائيٽي جي محبت تي عوام جي ليڊر واري ذوالفقار علي ڀٽي جي محبت غالب پئجي ويئي. ايوب خان جي ڪابينہ ۾ وزير جي حيثيت ۾ شهيد چاچا اسان جي گهر حيدرآباد گهڻو ايندو ويندو هو جتي اسان تن ڏينهين رهندا هئاسين. مون کي اڄ بہ ياد آهي تہ پهريون دفعو جڏهن وزير تجارت مقرر ٿيڻ کان پوءِ هو اسان وٽ آيو هو منهنجي والدين سندس مانَ ۾ هڪ وڏو آجياڻو ڏنو. سمورو گهر ڪنوار وانگيان سينگاريو ويو هو.

حيدرآباد، اڄ جي ڀيٽ ۾ ايترو وڏو شهر ڪونہ هو بلڪ ڪيڏي ڪيڏي مهل ڀهراڙيءَ وارو ڏيک ڏيندو هو. چا منڊل هو آءِ جي، ڪمشنرن ڊي سيز شهر جا سمورا چڱا مڙس اتي هئا. هڪ ننڍڙو شرميلو ڇوڪرو، انهيءَ سموري جڳ مڳ کان پري دروازي وٽ بيٺو هو. چاچا جو ڪاروان، شاهي توتارن ۽ سائرن جي آواز درميان پهتو. جيئن هو ڪار مان لهڻ لڳو تہ آءٌ پنهنجا پير توريڻ لڳس. چاچا نيٺ لٿو ۽ منهنجا مائٽ سندس آجيان ڪرڻ لڳا ۽ پوءِ ڪنهن ڊوڙ جي اهڙي رانديگر وانگيان جيڪو پنهنجي شرط جي آخري حصي ۾ هجي، مون ٽپ ڏنو ۽ بنا رڪجڻ جي سڌو چاچا وٽ مبارڪ ڏيڻ لاءِ پهتس. مون ڏنو تہ مون هٿ سان ڪيس ڇهيو. هن محسوس ڪيو ۽ پوءِ ڇهري سان وڏي مسڪراهٽ ڇپن تي آڻيندي، منهنجي آڱر جهليائين ۽ پوءِ مهمانن ڏانهن وڌيو. منهنجي لاءِ انهيءَ کان وڌيڪ ڀي ڪهڙي اڻ مٽيءَ خوشي جي گهڙي ٿي پئي سگهي تہ هو پاڻ وڏن ماڻهن سان ڳالهائي رهيو هجي ۽ آءٌ سندس پير پر ۾ هجان. آءٌ تہ انهن ٻن منٽن جي گفتگو ٻڌڻ لاءِ تيار هئس، جيڪا چاچا، ان وقت سياستدانن ۽ آفيسرن سان

ڪري رهيو هو. هڪ چهرو هجي تہ ڳالهہ ڪريان: ڪئين چهرا، ڪئين نالا آهن، ڪيترا ياد ڪريان. پر هن ڪي هر ماڻهو نالي سان ياد هو ۽ هر ماڻهوءَ سان سندس مانُ مرتبي ۽ سماجي پس منظر ۾ ڳالهائي رهيو هو. هنن جي گفتگو جا موضوع ٽنبدي ڇام ۾ فصل جي ناڪاميءَ کان وٺي سپر پاور جي سياست هئي.

ايوب حڪومت ۾ شهيد جو عروج تمام تيزيءَ سان ٿيو جتي هن کي نيٺ اهو پورٽ فوليو مليو جتي سندس زندگيءَ جو ڪلائيمڪس هو. وزير خارجہ جي حيثيت ۾ کيس عالمي سطح تي پنهنجي صلاحيت مڃرائڻ جو موقعو مليو. هن پوزيشن ۾ هو عالمي سياست ۾ ملڪو حاصل ڪرڻ لڳو. هي هڪ ناقابل يقين حقيقت هئي، پر سچ هي آهي تہ هن جي غير معمولي صلاحيت، کيس عالمي سياست جي سمورن گهاڙن ۽ گهٽن کان واقف ڪري ڇڏيو.

اهي تمام اهم ڏينهن هئا. هڪ طرف هيءَ نوجوان وزير خارجہ پنهنجي ملڪ ۾ نوجوان نسل جون دليون کٽي رهيو هو تہ ٻئي طرف عالمي ميدان ۾ هو مدبرن ۽ عالمي سياستدانن کان خراج تحسين حاصل ڪري رهيو هو. هن پاڻ کي ڏتڙيل مظلوم ۽ محروم انسان ذات سان متعارف ڪرايو ۽ ان جو آواز بڻجي ويو. هو ٽين دنيا جي محروم انسانيت جو ترجمان بڻجي، استحصالي قوتن جي خلاف هڪ گجندڙ آواز ٿي اُڀريو جنهن جي گونج عالمي طاقتن جي حويلين کان وٺي محروم ۽ ڏتڙيل انسان ذات جي ديوارن تائين گونجڻ لڳي. سٺ واري ڏهاڪي جي ايرندڙ انقلابي تمثيلن - سوئيڪارنو ناصر، بن باالله ۽ چو اين لاءِ - سان هن پاڻ کي ڳنڍي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ اهي نالا خود سندس دل اندر جرڪندڙ ڇپيءَ جون علامتون هيا ۽ جنهن جدوجهد جي هن پاڻ پنهنجي لاءِ منزل طئي ڪئي هئي.

پاڪستان جي نوجوانن جو هو مهندار ٿي چڪو هو. هڪ اهڙو ملڪ جنهن جي قسمت جي واڳ پوڙهن ۽ بيمار سياستدانن جي هٿ وس هجي، جن ۾ نہ تہ اڳواٽي جي سگهہ هئي ۽ نہ وري ديانت، اتي

ذوالفقار علي ڀٽي جو اُڀرڻ، ڪنهن غيبي روشنيءَ برابر هو. ان وقت، سندس آمد ماڻهن جي دلين کي اُميد ۽ فخر سان ٽمٽار ڪيو ۽ ڪين رستن تي آڻڻ جي سگهه ڏئي ڇڏي. شهيد ڀٽي جي اقوام متحده ۾ تقرير، جنهن ۾ هن هندستاني وفد جي استدلال کي پاش پاش ڪري ڇڏيو ۽ پوءِ تاشقند معاهدي جي خلاف تاريخي جدوجهد، نوجوانن جي خواب کي پورو ڪري ڏيکاريو.

سٺ جو ڏهاڪو انقلاب جو دور هو. تبديليءَ جو طوفان، پراڻي مانداڻ کي ڊاهي رهيو هو. هي اهو دور هو جيڪو سموري سياسي، سماجي ۽ معاشي ڍانچي جي از سر نو تشڪيل ڪري رهيو هو. انهيءَ ڏهاڪي ۾ نوجوان هئڻ ۽ ڀٽي جو پائيٽو هجڻ تمام سرور انگيز احساس هو. منهنجا هم عصر اسڪول ۾ گڏجي ٽولن جي صورت ۾ هن جي باري ۾ گفتگو ڪندا هئا. هن بابت ننڍي وڏي ڳالهه بابت تعريف ڪرڻ لاءِ مون وٽ ايندا هئا ۽ جڏهن آءٌ کين ٻڌائيندو هئس ته تجسس ڀريون نگاهون منهنجي جواب جو تعاقب ڪنديون هيون. هاڻي آءٌ، سابق وزير خارجه جو پائيٽو نه بلڪ هڪ عوامي سورمي جو پائيٽو هئس. مون کي اهو تاريخي سفر ياد آهي جيڪو هن ايوب حڪومت مان استعيفيٰ ڏيڻ کان پوءِ 20 جون 1966ع تي راولپنڊي کان لاڙڪاڻي تائين ريل ذريعي شروع ڪيو هو. هر ريلوي اسٽيشن تي ماڻهن جا انبوهه کيس مبارڪ ڏيڻ ۽ جس چوڻ آيا هئا. لاهور ريلوي اسٽيشن تي ماڻهن جو جيڪو سمنڊ اُٿلي پيو هو تنهن جا ڪي ٿورا مثال تاريخ ۾ ملن ٿا. جڏهن هن انهن لکين ماڻهن کي ڏٺو ته شهيد جي اکين مان ڳوڙها ڳڙي آيا. اهي ڳوڙها ايترين سرين ۾ وهيا جو اُگهندي اُگهندي ڀٽي صاحب جو رومال پسي پيو ۽ هڪ جيالي مداح ان رومال کي پنهنجي عقيدت وچان ڪٽي رکڻ چاهيو ته هزارين ماڻهن ان رومال حاصل ڪرڻ لاءِ آتا ٿي ويا. هيءَ سڀ ڪجهه ان وقت ٿيو جڏهن هڪ آمر جي خلاف ڪنهن کي ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي به جرئت ڪانه ٿيندي هئي.

انهيءَ وقت تائين اسان ڪراچي منتقل ٿي وياسين ۽ اهوئي وقت هو جڏهن شهيد پٽي سان منهنجون وڌ ۾ وڌ ملاقاتون ٿيون. ڇاڪاڻ ته انهيءَ وقت تائين هو به ڪراچي منتقل ٿي چڪو هو. آءٌ تقريباً روز هنن جي گهر ويندو هئس. پوءِ ڪيڏي مهل ڪرڪيٽ کيڏندا هئاسين ته ڪڏهن پنهنجي سؤٽن سان گپ شپ ڪرڻ ۾ وقت گذرندو هو. ايوب خان، جاسوسي جار وڇائي ڇڏيو هو ۽ سرڪاري ڪارندا هن جي هر ملاقاتيءَ پويان پئجي کين هيسائيندا هئا. شهيد پنهنجن حامين سان ملڻ لاءِ عموماً اسان جو گهر چونڊيندو هو. هو عام طور تي پنهنجي ملاقاتين کان اڳ پهچندو هو تيستائين اسان گفتگو ڪندا هئاسين. هو گهڻو ڪري مون کان منهنجي پڙهائيءَ بابت پڇندو هو ۽ هميشه سٺيءَ تعليم جي فائدن تي زور ڀريندو هو. جڏهن هو اها ڳالهه ڪندو هو ته آءٌ ڳالهه مٽائڻ لاءِ چوندو هئس ته ڇا آءٌ سندس پسند جو گانو Strangers in the night لڳايان. ڇاڪاڻ ته مون کي خبر هئي ته هو انهيءَ ٻڌڻ کان ڪڏهن انڪار ڪونه ڪندو. آءٌ اهو نٽ نٽاءُ انهيءَ ڪري ڪندو هئس جو مون کي سٺي تعليم ۽ ان جي فائدن ٻڌڻ سان ڪا دلچسپي ڪانه هئي، جيڪا شيءِ مون کي ٻڌڻي هئي سا هئي سندس سياست ۽ سياسي مقاصد تي گفتو. پر انهيءَ لاءِ مون کي تيستائين انتظار ڪرڻو پوندو هو جيستائين هن جا مهمان اچن ۽ پوءِ آءٌ ڪنڌون پاسا ڳوليندو هئس ته جيئن هنن جي ڳالهين جو ٿورو گهڻو پڙلاءُ منهنجن ڪنن تي پئي. آءٌ هتي اها ڳالهه مڃان ٿو ته مون اِن چوري ڇپي ٻڌڻ مان گهڻو ڪجهه پرايو.

انهيءَ وچ ۾ ملڪ ۾ سياسي فضا گرم ٿيڻ لڳي ۽ بظاهر خاموشيءَ جي هيٺان، احتجاج ۽ عدم اطمينان جو طوفان مچڻ لڳو. ايوب خان خلاف نفرت چوٽ چڙهي چڪي هئي ۽ انهيءَ رفتار سان پٽي جي مقبوليت ۾ اضافو اچڻ لڳو هو. ماڻهو سموريءَ تبديليءَ جو آسرو پٽي جي ذات ۾ لڳايو ويٺا هئا. آءٌ ۽ منهنجا دوست ڏاڍي بيچيني محسوس ڪري رهيا هئا. هو بار بار مون کان پڇندا هئا ۽ موٽ ۾ آءٌ

سندن ئي شڪايت ۾ شامل ٿي ويندو هئس. جيڪا بظاهر منهنجي سؤٽ مير..... کي ڪندا هئاسين. "ڪڏهن تنهنجو چاچو ايوب خان جي خلاف تحريڪ هلائيندو. هو نيٺ ڇا جو انتظار ڪري رهيو آهي. موقعو ته هينئر آهي."

پر شهيد ڀٽو سياسي وقت جو صحيح نبض شناس هو. هن جو هر قدم وقت جي ساهميءَ ۾ تريل هوندو هو. سياسي بصيرت کي علم ۽ هنرمندي جي تدبير سان آميزش ڪري، ڀٽو شهيد هڪ ناقابل شڪست سياسي حقيقت بڻجي ويو هو. هن جي سموري سياست جو نظريو صحيح وقت تي عمل ڪرڻ سان تعبير ڪيل هو. هن جو انهيءَ ڳالهه تي يقين هو ته سياست جي پنهنجي قوت ٿئي ٿي. هن کي ڄاڻ هئي ته انهيءَ قوت کي ڪڏهن استعمال ڪجي ته جيئن آمرن جي سموري قوت پرزا پرزا ٿي وڃي. نيٺ اها گهڙي 1967ع ۾ اچي پهتي. هن جي ولوله انگيز ۽ قائدانه صلاحيت، پرجوش شخصيت ۽ سڀ کان وڌي ڳالهه هن جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ مقبوليت کي ڏسي، ايوب خان پنهنجي وزيرن ۽ مصاحبن کي چيو ته، هو ڪيس عوامي طاقت کان پري رکن. ڀٽي صاحب کي پنهنجي وقار ۽ ناموس جي حفاظت ڪرڻ ايندو هو ۽ هن عوامي ادمن ۽ جذبن کي عوام آڏو آڻي، ڪين امين بڻائي ڇڏيو نتيجي طور هڪ اهڙو بحث ڇڙي پيو جنهن سياست کي محلاتن مان ڪڍي عوام ۾ آندو ۽ نيٺ ايوب خان جي اقتدار جي پڄاڻي آئي.

پيپلز پارٽي، نومبر 1967ع ۾ ٺاهي وئي هئي ۽ ان جو تاسيسي اجلاس ڊاڪٽر مبشر حسن جي گهر لاهور ۾ ٿيو. سٽت ئي پوءِ آئي ان جو 25 پئسن وارو ميمبر بڻجي ويس. اڄ به پارٽي جي رڪارڊ مان ظاهر آهي ته اولين شموليت ڪرڻ وارن مان پهريون ماڻهو هئس.

پيپلز پارٽي جي ٺهڻ کان پوءِ ڀٽي صاحب، ايوب خان جي خلاف باقاعده مهم شروع ڪئي. هيءَ تحريڪ جنهن انداز سان هلائي وئي، سا پاڪستان جي تاريخ ۾ ٻين خيالن کان نرالي هئي. هڪ ته هن کان

اڳ ڪنهن بہ سياستدان اهڙي ڪلئي نموني ڪنهن پاڙون ڪتل آمر جي خلاف نہ ڳالهايو هو ۽ نہ وري هن خلاف تحريڪ هلائي هئي. ڀيو تہ هن جي انهيءَ جرئت ماڻهن جي دلين مان خوف ڪڍي ڇڏيو ۽ هنن جا سمورا وسوسا ڀسم ڪري ڇڏيا. هن سڌو سنئون ماڻهن سان ڳالهايو هنن جا ڏک سور ٻڌا ۽ سندن دلين ۾ جاءِ ڪري ورتي. هن ڏتڙيل ۽ هيسيل ماڻهن کان سندن ئي زبان ۾ اهنج معلوم ڪيا ۽ ساڻن سندن ٻوليءَ ۾ ڏک ونڊيا. شهيد ڀٽو روايتي سياست جا انداز اورانگهي، سندن ڏکن ۽ سورن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيو.

1976ع جي سرءُ ۾ جڏهن ڀٽي صاحب حيدرآباد ۾ ماڻهن کي طلب ڪيو تہ ماڻهن جو سمنڊ اُٿلي پيو. هن اٿاهہ ساگر کي ڏسي ان وقت جي ٻنل حڪومت ان وقت جي اولهہ پاڪستان واري گورنر جنرل موسيٰ کي اهڙو تپايو جو الائجي ڇا ڇا چوڻ لڳو. جنرل موسيٰ چيو بہ هيئن تہ 'هن جي جلسي ۾ تہ خالي رڪشا ۽ ٽانگي وارا هئا.' ذهين ۽ زيرڪ شهيد ڀٽي انهيءَ کي کليءَ دل سان تسليم ڪيو بلڪ اها ڳالهہ تسليم ڪرڻ هن لاءِ خوشيءَ جو باعث هئي تہ هن جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ ڏتڙيل ۽ محروم هجوم آيو هو. هن ڪلئي عام ايوب خان کي ياد ڏياريو تہ هو اڌ اگهاڙي ۽ پيٽ بکئي عوام جو آواز آهي، جنهن کي هيستائين صرف برسر اقتدار ٽولو پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ لٽيندو ۽ ڦريندو رهيو آهي.

ان کان پوءِ سنت ئي ڀٽو صاحب ڪراچيءَ کان وٺي خيبر تائين انهيءَ ڏتڙيل ۽ هيسيل ماڻهن جي درميان هيو. هن هر هنڌ پهچي سندن سور ٻڌا ۽ ساڻن پنهنجو حال اوريو. هو ملڪ جي تقريباً هر شهر ۽ ڳوٺ ويو. هو هر وسئين ويو اتي جي هر هاريءَ، ڪڙميءَ ۽ ڪاسبيءَ سان مليو. هن جي ولولہ انگيز شخصيت جي عجيب ڪشش هئي، جو جتي بہ ٿي ويو ماڻهن جو سمنڊ اُٿلي ٿي پيو.

جيئن جيئن تحريڪ هلي ۽ سياسي فضا ۾ گرمي پيدا ٿي، پورو ملڪ تبديلي واري اُمنگ سان ٻرڻ لڳو. ماڻهن چاهيو ٿي تہ اها تبديلي جيتري جلد ٿئي اوتري ڀلي. مايوسي ۽ نراسائي، ايوب خان کي اهڙو

گهيري ورتو جو هن پٽي کي نومبر 1968ع ۾ گرفتار ڪري ورتو. گرفتاريءَ ٻرندي تي تيل وارو ڪم ڪيو. پورو ملڪ اُٿي کڙو ٿيو. هر هنڌ احتجاجي جلسا، جلوس ۽ مظاهرا ٿيڻ لڳا. مون کي ياد آهي جڏهن ڪراچيءَ ۾ اهڙي هڪ مظاهري ۾ شرڪت ڪرڻ آءٌ پهتس ته سيڪاريل پوليس، اسان تي لٺيون هلايون ۽ ڳوڙها گئس ڦٽي ڪئي، اسان کي پوليس لاڪ اپ ۾ بند ڪري ڇڏيو. نيٺ هڪ منهنجي دوست پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري، اسان سڀني دوستن کي آزاد ڪرايو.

ڪورٽ ۾ پٽي صاحب جيڪو قسم نامو داخل ڪرايو سو پنهنجي جاءِ تي قانوني ۽ علمي ڪاوش جو هڪ نادر نمونو هو. هن حلف نامي ۾ نه صرف هن ظلم ۽ ستم وارن اقدامن کي چئلينج ڪيو هو پر هن پنهنجي سموري سياسي نظريي جي اپٽار به ڪئي، جيڪو گويا پاڪستان جي نوجوانن، دانشورن، قانوندانن ۽ ٻين هنرمندن جي سوچ جو عڪس هو. انهيءَ وقت، حڪومت پنهنجن مختلف حيلن سان اخبارن تي اهڙيون پابنديون هڻي ڇڏيون هيون، جو شهيد پٽي جون تقريرون، خطاب ۽ هن بابت خبرون بلڪل ڪونه ڇپجي سگهنديون هيون. قدرت جي ڪرٽي ائين ٿي جو اهي ئي پابنديون هيون، جيڪي خود ايوب خان جي تنزلي جو سبب بڻيون. مون کي ياد آهي ته پيپلز پارٽي انهن پابندين کان بچڻ لاءِ "پٽي کي آزاد ڪريو" جا بئج ڇپرايا ۽ اهي ڪٽي ٻين ڪارڪنن وانگيان آءٌ ۽ بينظير جڏهن ڪراچي جي صدر واري علائقي ۾ پهتاسين ته ماڻهن جو هجوم اسان تي ٽٽي پيو ۽ انهيءَ کان اڳ جو اسين پنهنجا بئج واري واري سان ماڻهن ۾ ورهايون، ماڻهو پاڻ مرادو اسان کان کسي ويا.

ٽن ڏينهين مون پنهنجي چاچي کي ساهيوال جيل ۾ خط لکيو، جنهن ۾ پنهنجن سمورن اڏمن ۽ اُمنگن جو ذڪر ڪيو هئم. ڪجهه ڏينهن ۾ مون کي چاچي جو جواب مليو جيڪو اڄ تائين آءٌ ساهه سان سانڍيو پيو اچان. هن لکيو هو: "جيستائين 15 جنوريءَ وارو تنهنجو پيارو خط مون کي ڪونه مليو هو مون کي احساس ئي ڪونه هو ته ڪو

تون ايڏو وڏو ٿي ويو آهين. جيتوڻيڪ تون منهنجن هٿن ۾ وڏو ٿيو آهين. پر ان مان اهو اندازو ڪونہ ٿو ٿئي تہ تون ذهني طور تي ڪيترو وڏو ٿي ويو آهين. تون دماغي طور ڪيترو وڏو ٿي ويو آهين تنهن جو ڪاٿو مون کي تنهنجي خط مان ٿيو جنهن سان مونکي خوشي بہ ٿي. وقت تمام آهستگيءَ سان پر ڏاڍو تِکو ٿو گذري، جنهن کي محسوس ڪرڻ جو مدار انهيءَ ڳالهہ تي آهي تہ تون زندگي ڪيئن ٿو گذارين. بهرحال وڏن لاءِ ٻار هميشه ٻار ٿي رهندا آهن، پوءِ ڀلي هو ڪيڏا بہ وڏا ٿي وڃن."

وري ڪنهن هنڌ پنهنجي پسند جي موضوع تي بہ لکيائين: "اڄ جي دنيا ۾ علم کان وڌيڪ ڪا اهم شيءِ ڪانهي. علم ڪانسواءِ هر چيز گم ٿي سگهي ٿي يا گهٽ ٿي سگهي ٿي. هر ڪنهن کي انهيءَ سونهري نڪتي جي ڄاڻ آهي، پر اڄ ان کي سمجهڻ جي جيتري گهرج آهي اوتري اڳ ڪڏهن ڪانہ هئي. توکي پنهنجو مستقبل چونڊڻ ۾ تمام احتياط ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ سمورو ڌيان انهيءَ تي مرڪوز ڪرڻ گهرجي."

ماڻهن، ملڪ ۽ نوجوانن جي باري ۾ اهڙي امر ڳالهہ لکي اٿائين، جو ايجا اڄ صرف ٿورو وقت اڳ مون اهو خط پڙهيو تہ منهنجا وار ڪانڊارجي ويا. هن جا چند حوالا آءٌ هتي ڏيڻ چاهيان ٿو:

"حالتون تيزيءَ سان بدلجي رهيون آهن. پاڪستان هڪ نئين مرحلي ۾ داخل ٿي رهيو آهي. اسان کي لازماً مستقبل سمجهڻ گهرجي ۽ ان لاءِ تيار رهڻ گهرجي. مون کي خوشي آهي تہ تون حالتن کي سمجهڻ ۾ دلچسپي وٺي رهيو آهين. هيءَ تمام سٺي علامت آهي. نئين نسل کي پاڪستان جي مستقبل سنوارڻ ۾ گهڻو ڪجهہ ڪرڻو آهي. آءٌ هن جي احساسات کي سمجهان ٿو اهوئي ڪارڻ آهي تہ نوجوان مون تي مهربان آهن. مون کي نئين نسل جي قوتن ۽ صلاحيتن ۾ ڀرپور يقين آهي. مون کي خبر آهي تہ هي نوجوان مستقبل جي چئلينج کي مؤثر نموني منهن ڏيندو. ملڪ تمام مشڪل حالتن مان لنگهي رهيو

آهي، پر اهي سڀ گذري وينديون. اسان کي قربانيون ڏيڻيون پونديون نہ تہ ڪابہ تبديلي بهتري ڪانہ آڻي سگهندي. هاڻي جڏهن ماڻهن قربانيون ڏنيون آهن تہ هڪ وڏيڪ انصاف پريو معاشرو اُڀرڻ جو يقين اٿم. اهو منهنجي لاءِ وڏي اطمينان جو باعث آهي تہ ماڻهو مون کي ياد ڪن ٿا. انهيءَ کان وڏيڪ کهڙي خوش نصيبي ۽ اُميد پيري ڳالهہ ٿي سگهي ٿي تہ ماڻهو ٻين انسانن جي دلين ۾ گهر ڪري وڃي. مون پنهنجي وس آهر پاڪستان جي ماڻهن جي خدمت ڪئي آهي، اهوئي ڪارڻ آهي تہ هنن اجا مون کي ڪونہ وساريو آهي. مهرباني ڪري حالتن جو ڳوڙهيءَ طرح ابياس ڪندو رهہ. موجوده بحران جي اسباب جو جيئن تون مطالعو ڪندين تيئن توکي زندگي سمجهڻ ۾ مدد ملندي. جيل ۾ منهنجو وقت ڪٽجي ويندو. دنيا جو ڪوبہ آمر ان کي روڪي نٿو سگهي. اوهان مان ڪنهن کي بہ ان لاءِ فڪرمند ٿيڻ جي ضرورت ناهي.

"اهڙين ڳالهين جي ڪري جيڪڏهن تون پنهنجي پڙهائيءَ تي ڌيان نہ ڏيندين تہ اهو سڀ کان غلط ٿيندو. سچ هيءُ آهي تہ اسان کي ڪوئي ڏچڪو ڪونہ پهتو آهي. انشاءَ الله وقت ٻڌائيندو تہ اسان کي ڪجهہ بہ ناهي ٿيو. پر جيڪڏهن ڏکايون سچ پچ آهن تہ ذهن انهن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تيار هجي. بلڪ، چاڪاڻ تہ مون کي بي انصافيءَ سان جيل ۾ ڏڪيو ويو آهي، توکي پڙهائيءَ تي وڏيڪ ڌيان ڏيڻ گهرجي، تاڪہ اسان آئيندي اهڙين ڏاڍين کان بچندا رهون."

"اسان جو ملڪ هڪ غريب ملڪ آهي. ان جا وسيلا، غريب ماڻهن جي مشڪلاتن کي ڏور ڪرڻ تي صرف ڪرڻ گهرجن. اهو مقصد ماڻڻ لاءِ سوشلزم واحد رستو آهي. جيڪڏهن اها ڳالهہ ايوب خان سمجهي چڪو هجي ها تہ اڄ ايتريون مشڪلاتون پيدا نہ ٿين ها. اهم ڳالهہ هيءَ ڪانهي تہ اسان ڇا ٿا پسند ڪريون، پر اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ ماڻهن لاءِ ڪهڙي ڳالهہ بهتر آهي. دير يا سوير، ماڻهن کي اهو سڀ ڪجهہ ملي ويندو جيڪو هنن لاءِ چڱو آهي. ڪو ان کي روڪي

نٿو سگهي. جيڪڏهن سوشلزم کي چڱيءَ طرح سمجهايو وڃي ته پوءِ ئي اهو قابل فهم ٿي ويندو. بلڪ ماڻهو به ان کي قبول ڪري وٺندا. اسان جي پارٽيءَ جا دستاويز اها سچي وضاحت ڪن ٿا جيڪا سوشلزم جي ضرورت آهي. صرف ٿورو ۽ استحصالي ماڻهو ئي سوشلزم جي مخالفت ڪندا. پر اهي گهڻو عرصو ٿرلٽ ڪري نه سگهندا. تمام جلد هنن کان حساب ڪتاب ورتو ويندو. مهرباني ڪري منهنجو فڪر نه ڪجانءِ. پنهنجو خيال رکجانءِ محنت ڪر ۽ پاڻ کي ملڪ جي خدمت لاءِ تيار ڪر."

هيءُ خط ٽائيپ ٿيل پورن ٻن صفحن تي مشتمل هو جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته شهيد چاچا, ڪورٽ ۽ وڪيلن جي چڪر مان وقت بچائي مون کي ياد رکيو. فيبروري 1969ع ۾ هاءِ ڪورٽ ڪيس جيل مان منتقل ڪري لاڙڪاڻي گهر ۾ نظربند رکيو. آءٌ پنهنجي سؤٽن سان گڏ لاڙڪاڻي پهتس, جتي پنهو صاحب پهچي چڪو هو.

هلڪي سائي سوٽ سان هو تمام حسين ۽ سمارٽ لڳي رهيو هو ۽ اسان جي پهچڻ تي پورچ ۾ ئي اسان جو استقبال ڪيائين. ايئر مارشل اصغر خان جيڪو به اسان سان ساڳي جهاز ۾ آيو هو سو به اتي موجود هو. اهو صاف ظاهر هو ته قيد و بند جي صعوبتن شهيد پنهو تي ڪو اثر ڪونه وڌو هو.... صرف هن کي وڌيڪ ٻي ڊپو ۽ ڪاميابيءَ لاءِ پرعزم بڻايو هو. هيءُ عجيب و غريب احساسن جا لمحا هئا. هڪ طرف پنهو صاحب ڏاڍ ۽ استحصال جي خلاف ملڪ گير تحريڪ هلائي هئي, جنهن ۾ نوجوان, شاگرد ۽ دانشور سمنڊ جي ڇولين وانگيان اُٿلي پيا هئا ۽ ٻئي طرف اسان انهيءَ سموري تحريڪ جي روح روان ۽ سرواڻ سان گڏ ويٺا هئاسون. سچ هن سان ڳالهائڻ ۽ هن کي ٻُڌڻ, کهڙو نه فخرمندانه احساس هو.

پنهو صاحب, ملڪ جي سمورن سياسي قيدين کي آزاد ڪرڻ ۽ هنگامي حالتون ختم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو هو. انهيءَ گهر کي زور پرڻ لاءِ هن بک هڙتال به ڪئي هئي. انهيءَ سموري ٽن يا چئن ڏينهن

واري بک هڙتال دوران، هو لاڙڪاڻي ۾ المرتضيٰ ٻاهر ويٺو رهيو جتي سارو ڏينهن هزارين ماڻهو نعرا هڻندي ايندا ۽ ويندا هئا.

نيٺ ماڻهن جي مطالبن ۾ اهڙو زور ورتو ويو جو ايوب خان کي شهيد جا مطالبا مڃڻا پيا ۽ هن آزاد ڪيو ويو. هيڏانهن اعلان ٿيو هوڏانهن ماڻهن لکن جي تعداد ۾ لاڙڪاڻي جي گهٽين ۽ رستن تي نڪري آيا ۽ سڄو ڏينهن 'جيئي ڀٽو' ۽ 'ڪٿي آيو خير سان، هو جمالو' جا نعرا هڻندا رهيا. ائين ٿي لڳو ڄڻڪ ڪو جادو ٿي ڪرتب هجي. تاريخ ۾ اسان صرف اوليائن جي اهڙين ڪرامتن جو ذڪر پڙهيو هو. ڇوليون هڻندڙ ماڻهن جي سمنڊ آڏو شهيد، فخر سان اُٿي بيهندو هو ۽ پوءِ ڪنهن هٿڪڙي لڳل قيدي وانگيان هٿ مٿي ڪري جهٽڪي سان ٻئي هٿ ڌار ڪري ڏيکاريندو هو اهو ڏيکارڻ لاءِ زنجيرون ٽٽي چڪيون آهن ۽ هاڻي عوام آزاديءَ جو ساهہ کڻي سگهندو. اهو ڏسي ماڻهو مجنونن وانگيان رقصان ٿي ويندا هئا. آءٌ پنهنجن سؤٽن سان گڏجي هڪ ٽرڪ تي سوار لاڙڪاڻي جي سوڙهين گهٽين ۽ رستن تان لنگهي رهيو هئس، جنهن جي چئني طرف جوشيلن ماڻهن جو نعرا هڻندڙ هجوم هئا. آءٌ جيڪي ڪجهہ ڏسي رهيو هئس سو عجيب و غريب محسوسات جي ڪيفيت هئي: آڏو هڪ اهڙي قدآور شخصيت هئي جنهن جو هٿ انهيءَ بي قابو هجوم جي هر ماڻهوءَ جي نبض تي هو ۽ هو سندن ڪيفيت کان واقف دنيا جي آمر جي ڏاڍ کان بي خوف بيٺو هو.

اوچتو ئي اوچتو هڪ ماڻهو اسان جي ٽرڪ آڏو نمودار ٿيو ور مان ريوالور ڪڍيائين ۽ سڌو شهيد ڀٽي ڏانهن نشانو ڪيائين. پر مجال آهي جو ڪنهن خوف يا پريشانيءَ جو ڪرڻو شهيد جي چهري تي اچي. هن جو پهريون ردعمل اهو هو تہ اسان ڏانهن منهن ڪري اطمينان تي ڪرڻ چاهيائين تہ اسان سلامتيءَ واري جاءِ تي آهيون. انهيءَ اک ڇنڀ ۾ ماڻهن انهيءَ "تيڻ واري قاتل" کي ڳتر کان جهلي ورتو ۽ "عوامي انصاف" جو مظاهرو ڪرڻ لڳا. پر تنهن هوندي بہ شهيد

ڀٽي، ڪئنپر ۾ حيات محمد شير پائو جيڪي اسان سان گڏ ٽرڪ ۾ سفر ڪري رهيا هئا، تن کي چيو تہ انهيءَ شخص کي ماڻهن جي عذاب کان بچيائين. ائين هو شخص بچي ويو. مايوس ايوب خان طرفان شهيد ڀٽي کي پنهنجي راهہ تان هٽائڻ لاءِ اها آخري ڪوشش هئي.

اتان ڪراچي اچڻ لاءِ ڀٽي صاحب ريل رستي سفر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ مون کي خوشي انهيءَ ڳالهہ جي هئي تہ آءٌ پنهنجن سؤٽن سان گڏ انهيءَ ريل ۾ سفر ڪرڻ وارو هئس. اهو سفر بولان ميل جي رستي ڪرڻو هو. اسان سڀئي هڪ گاڏي ۾ گڏ هئاسون، جيڪو غالباً اسان جي زندگيءَ جو ڊگهي ۾ ڊگهو ريل سفر هو. اسٽيشن جي وچ ۾ ڀٽو صاحب، اسان کي پنهنجن پراڻن واقعن، لطيفن ۽ ايوب خان جي ڪلائيندڙ نقلن سان ڪنهيءَ وانگي اُپو ڪري رکيو هو. جيتوڻيڪ ريل رات ۽ ورندي ڏينهن هر گهڙي پنهنجو سفر جاري رکيو پر پلي اها وڏي اسٽيشن هجي يا ننڍڙي يا مورڳو ڪو هالٽ هجي، ماڻهن جو هجوم سيني هنڌن ساڳي جوش ۽ ولولي سان منتظر هوندو هو. چا دادو سکر، ڪوٽڙي يا حيدرآباد، ماڻهن جا اِهي ئي ميڙاڪا هئا. هر هنڌ شهيد ريل جي دروازي تي ايندو هو ۽ پوءِ پنهنجي سحر انگيز تقرير سان ماڻهن تي جادوئي اثر ڇڏي ويندو هو. ائين لڳندو هو ڄڻڪ هو هن جي انهن جوشيلين تقريرن ٻڌڻ لاءِ پهرن جا پهر انتظار ڪندا ٿي رهيا. آءٌ ڀانيان ٿو تہ هيءَ ئي اها فرصت هئي جيڪا لينن کي روسي انقلاب کان پوءِ پنهنجي گهر واپس موٽڻ تي بہ ڪونہ ملي سگهي هئي. رستي ۾ اسان کي هر هنڌ پيپلز پارٽي جا جوشيلا ورڪر ۽ ليڊر مليا، جن ۾ ممتاز علي ڀٽو ۽ حفيظ پيرزادو بہ شامل هئا.

نيٺ اها گهڙي آئي جڏهن اسان ڪراچي ڪئنٽومينٽ ريلوي اسٽيشن تي پهتاسين، جتي ماڻهن جو ڇوليون هڻندڙ سمنڊ اڳي ئي موجود هو. پوڙها، نوجوان، ٻار عورتون مرد سڀ اتي انهيءَ اوسيئڙي ۾ ڪلاڪن کان موجود هئا، تہ جيئن پنهنجي محبوب ليڊر جي هڪ جهلڪ ڏسي سگهن. جيئن ئي گاڏي پليٽ فارم اندر داخل ٿي سڄي

فضا ڀٽو زنده باد ۽ ايوب مرده باد جي نعرن سان گونجي ويئي. شهيد ڀٽي هڪ شاهي جلوس ۾ آندو ويو جيڪو ان وقت تائين ڪراچيءَ جو سڀ کان وڏو جلوس هو. هر هنڌ ماڻهن هن لاءِ محبت ۽ ايوب خان لاءِ ڀرپور نفرت جو اظهار ڪيو.

حالتن نيٺ تيزيءَ سان ڦيرو کاڌو. ماڻهن جي وڌندڙ غيض ۽ غضب آڏو ايوب خان جي طاقت گهڻو عرصو نه هلي سگهي ۽ نيٺ هن عوامي دٻاءَ آڏو جهڪي، اقتدار جوان واڳون يحيٰ خان کي ڏيئي ڇڏيون. هن چونڊن جي تاريخ مقرر ڪئي ۽ سنت ٿي ڀٽو صاحب، ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ، وستين ۽ وسندين جتي جي ڏتڙيل عوام کي ڪڏهن ڪنهن ياد نه ڪيو هو اتي ڀٽي مرحوم کين پنهنجي پروگرام، ولوله انگيز قيادت ۽ معاشي پروگرام کان آگاهه ڪيو. مون کي انهن جلسن ۽ جلوسن مان هڪ ڳالهه چڱيءَ طرح ياد آهي.

چونڊن کان ڪجهه ڏينهن اڳ آءٌ پنهنجن سؤٽن سان گڏ لاڙڪاڻي ويس. نيٺ چونڊن وارو ڏينهن آيو ۽ گذري ويو ۽ اسان سڀ نتيجي جي انتظار ۾ ويٺا هئاسون. پيپلز پارٽيءَ لاءِ هي عظيم ڪاميابي هئي، ڪيئي وڏا وڏا ليڊر شڪست کائي چڪا هئا. شهيد ڀٽو مون کي ياد آهي ته المرتضيٰ جي اڱڻ ۾ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي نتيجا به ٻڌي رهيو هو ته ماڻهن کان مبارڪون به وٺي رهيو هو. آخري نتيجا آيا ته پيپلز پارٽي اولهه پاڪستان ۾ سموريون پارٽين کي ميساري ڇڏيو هو. وڏن وڏن سياسي اڳڪٿي ڪندڙن ۽ ماهرن جون سموريون پيشنگوئيون غلط ثابت ٿيون.

شهيد ڀٽي جي ڪاميابي کان پوءِ ملڪ جي سياسي اُفق تي نااُميدي جا اهڙا ڪارا ڪڪر ڇانئجي ويا جن جي ڪري هڪ ڀيرو وري ملڪ ۾ سياسي غير يقينيءَ جي فضا قائم ٿي ويئي، جنهن جو اصل ڪارڻ فوجي ٽولي جون چالون هيون، جن چونڊن ۾ ڀٽي جي زبردست ڪاميابيءَ کان نابري وارڻ ٿي چاهيو. ڍاڪا ۾ هارائڻ کان پوءِ شڪست خورده فوجي ٽولي، ٻي ڪا واهه نه ڏسي اقتدار جون واڳون ڀٽي جي

حوالي ڪري ڇڏيون. ۽ پوءِ ڀٽو ڏينهن رات شڪست جي سيني ۾
ڪريل قوم ۾ نئون جذبو ۽ اُمنگ پيدا ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات هڪ ڪري ڇڏيو.
سندس اڻ ٿڪ ڪوششن عيوض مرده قوم ۾ نئون ساهه پيو.

ان کان گهڻو پوءِ 5 جولاءِ 1977ع جو ڏينهن، پاڪستان جي لاءِ
سياهه ترين ڏينهن هو. جنرل ضياءَ الحق هڪ چور وانگيان اونده ۾
عوامي چونڊيل حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ بعد ۾ هڪ
لولي لنگڙي قانوني ڪارروائيءَ ذريعي ڪيس شهيد ڪيو ويو جيڪو
تاريخ جو ڀيانڪ ترين واقعو آهي. ڀٽي شهيد جي انهيءَ قيد و بند واري
عرصي دوران لنڊن ۾ هئس، جتي مير مرتضيٰ ۽ شاهنواز به گڏ هو.
مارچ 1979ع جي آخري ڏينهن ۾ مير، مون کي چيو ته آءٌ پاڪستان
وڃي بابا سان ملي اچان ۽ ڪيس ڪي پيغام ڏيئي اچان. انهيءَ زماني ۾
اسان لنڊن ۾ هڪ قانوني ماهرن جي هڪ بين الاقوامي ڪانفرنس
ڪري، مقدمي جي ڪاغذن جو مطالعو ڪرڻ پئي چاهيو ته جيئن هن
سموري مقدمي جي ڪوڙ کي بي نقاب ڪيو وڃي. منهنجي ذمي اهو
ڪم به هو ته مقدمي جي باري ۾ ٻيو به قانوني مواد جمع ڪري، اهو لنڊن
کڻي وڃان.

ڏاڍي مونجهاري ۽ رڪاوٽ کان پوءِ آءٌ نيٺ راولپنڊي پهتس. مون
وزارت داخلا کي درخواست ڏئي پنهنجي چاچي سان 27 مارچ تي ملڻ
جو ارادو ظاهر ڪيو. نيٺ زندان خاني جي ڏکهين سلاخن واري ۽
آهني دروازن، گهٽن ۽ گهيڙن کان ٿيندو اتي پهتس، جتي هڪ شينهن
قيد هو. انهيءَ جيل جي درن ۽ درين مان لنگهندي، ڪنهن اڻ ڄاڻ
احساس هيٺ منهنجو سمورو اعصابي نظام جڪڙجڻ لڳو. جنهن
ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ ڀٽو شهيد هو تيستائين ويندي ڪجهه ويرم لڳي پر
مون سان گڏ هلڻ وارو انسپيڪٽر يار محمد انهيءَ سموري پنڌ ۾ اهو
سمجهائيندو هليو ته ڀٽي صاحب کي چوان ته ضياءَ کي رحم جي اپيل
ڪري. "رحم جي اپيل سندس زندگي بچائي وجهندي" هن مون کي

پڪ ڏياريندي چيو. مون هن کي ڪا ورندي ڪانہ ڏني، بهرحال ڳالهين ڪندي ڪندي ڪال ڪوٺڙي اچي ويئي.

اتي پهچي مون يار محمد کي چيو تہ ڪوٺڙيءَ جو دروازو کولي، ڇاڪاڻ تہ مون پنهنجي چاچي سان ائين لوهي سيخن مان نٿي ملڻ چاهيو. چاچا اهو جملو ٻڌي ورتو جنهن تي مون کي اهڙي چند ٻڌايائين، جهڙي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ ڪيڪي هئائين.

"تون ڇو هن ماڻهوءَ کي منٿون ڪري رهيو آهين؟ تون ڇا ٿو سمجهين تہ مون کي هيترا عذاب ڏيڻ کان پوءِ هي توکي مون سان ڀاڪر پائي ملڻ جي اجازت ڏيندا؟ آءُ هنن جي ڪا مهرباني کڻڻ نٿو چاهيان."

مون انهيءَ ڳالهہ جي ڪٽي پچر ڦتي ڪئي. افسوس بہ ڏاڍو ٿيم. هاڻي تہ دروازي کلڻ جو سوال ئي نٿي پيدا ٿيو. بهرحال منهنجي لاءِ هڪ ڪرسي آندي ويئي، جيڪا دروازي جي سامهون رکي ويئي ۽ لوهي سيخن جي پوياں پٿو شهيد ويٺو هو. مون کي محسوس ٿيو تہ جيڪو دڙڪو ڏنو هئائين تنهن جو ڪيس بہ افسوس ٿيو هو ۽ اها خلش مٽائڻ لاءِ، چپن تي هڪ وڏي مسڪراهٽ آڻي مون کي چيائين: "اڄ بہ اها ئي Turnbull & Asser جي قميص پاتي اٿئي؟"

"ها." مون وراڻيو.

"تو ڏاڍا سٺا ڪپڙا پهريا آهن. انهن ۾ سمارٽ ٿو لڳين." ۽ گڏوگڏ چيائين تہ توکي هتي ڳالهائڻ ۾ تمام خبردار ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ هتي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ چوريءَ ٻڌڻ جا تمام گهڻا اوزار لڳل آهن. انهيءَ کان پوءِ هن مون کان منهنجي باري ۾، مير شاهنواز ۽ صنم جي بابت حال احوال ورتا. هن کي انهيءَ جو اونو هو تہ هو پڙهائيءَ تي ڌيان ڏين. مون کي اهو ڏسي ڏاڍو ڏک ٿيو تہ ڪوٺڙيءَ ۾ اندر ڪاڪوس بلڪل دروازي جي پر ۾ هو جتي جيلرس جي هر وقت نظر پوندي رهندي هئي. هن منهنجي نظرن جو تعاقب ڪيو ۽ محسوس ڪيائين تہ آءُ ڪٿي ڏسي رهيو هئس سو هڪدم چپن تي مسڪراهٽ آڻي چيائين: "هيءُ منهنجي هتڪ ڪرڻ لاءِ هتي رکيو اٿائون. آخر مون قوم جي خدمت

ڪئي آهي، تنهن جو عيوضو مون کي هيئن ٿا چُڪائين. نازي ڪئمپون به هن کان بهتر هيون."

جيل ۾ پاڪستان جو سابق وزيراعظم ڪهڙين گندين حالتن ۾ رکيو ويو هو ۽ هن سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو پئي ويو. تنهن بابت مون اخبارن ۾ ته پڙهيو هو پر اڄ مون پنهنجي اکين سان اهو ڏٺو. مون کي اهو به معلوم هو ته، هو هڏن جي مُٺ وڃي رهيو آهي، پر هينئر منهنجي اکين آڏو اها حقيقت موجود هئي. هو تمام ڪمزور هيڊو ۽ ٿڪل لڳي رهيو هو. جيتوڻيڪ هن جو عزم پهاڙ کان مضبوط هو. هو اهڙيءَ ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ بند هو جيڪا مشڪل سان ڊيگهه ۾ 12 فوٽ ۽ ويڪر ۾ 6 فوٽ هوندي، جنهن ۾ جانور به مشڪل سان رهي ٿي سگهيو. هو ته وري به انسان هو. هن کي سمهڻ لاءِ ڪو بسترو ڪونه هو جنهن ڪري کيس مجبوراً پٽ تي سمهڻو پيو ٿي.

"هي آهي اهو طريقو جنهن ۾ هو ملڪ جي چونڊيل وزيراعظم سان ورتاءُ ڪن ٿا..... اهڙي ماڻهوءَ سان جنهن پاڪستان جي وڃايل ساک واپس آندي، نَوي هزار جنگي قيدي دشمن جي قبضي مان آندا ۽ هارايل زمين کي واپس حاصل ڪيو. جڏهن ته مصري ۽ شامي قومون اڃا تائين پنهنجي هارايل زمين کي اسرائيل کان حاصل ڪري نه سگهيون آهن. اسلامي سربراهه ڪانفرنس جي چيئرمين سان ڪهڙي ويڌن ڪن ٿا. تنهن جو حال اهو آهي. هڪ هارايل ۽ نااُميد قوم کي واپس زندگيءَ جي نعمتن سان مالامال ڪرڻ ۽ وڃايل وقار ڀيهر ڏيارڻ جو صلو هن طرح ڏين ٿا."

مون کي ائين محسوس ٿيو ته هن موت سان سڱ اٽڪائي ڇڏيو هو ۽ هاڻي اندروني طرح پاڻ کي ان لاءِ تيار ڪري رهيو هو. هاڻي هن کي صرف اها چنتا هئي ته تاريخ ۾ هن جو ڇا درجو هوندو ۽ ماڻهو کيس ڪهڙي طريقي ياد ڪندا.

"ٻاهريان ملڪ ۽ اتان جون اخبارون مون بابت ڇا ٿا چاهين؟" هن ڪن پلڪ جي وقفي کان پوءِ پڇيو.

”هو چون ٿا تہ اوهان بي گناهہ آهيو ۽ سمورو مقدمو ڪوڙو آهي.“ مون جواب ڏنو.

”مون کي خبر آهي، مون کي خبر آهي.“ هن ٿورو ٻانهن کي مٺي ڪري ائين چيو ڄڻ ڪيس سمورو احساس هجي. ”مون کي اهو ٻڌاءِ تہ هو منهنجي ڪاميابين، منهنجي سوچ ۽ تاريخ ۾ منهنجي مقام بابت ڇا ٿا چون.“ هن وري پڇيو.

مون کي لڳو تہ آءٌ ڪنهن ماڻهوءَ جي آڏو نہ پر هڪ نظريي، هڪ پوري تحريڪ جي آڏو هُئس، هڪ ماڻهو جيڪو موت کي اکين ۾ گهوري رهيو هجي، تنهن کي جيلر اچا بہ اذيتون ۽ تڪليفون ڏيڻ بند نٿا ڪن ۽ ڪيس بدبودار ڪال ڪوٺڙي ۾ رکيو ويٺا آهن. انهيءَ ماحول ۾ رهندي بہ هن جون نگاهون موت کان پرانهون ڏسي رهيون هيون، جتي تاريخ جو قرطاس گهڻو وسيع ۽ اونهو آهي.... ۽ پوءِ ٿوريءَ دير رکي چيائين: ”آءٌ ماڻهن جي دلين ۽ دماغ ۾ رهندس. آءٌ تاريخ بڻجي ويندس. ماڻهو منهنجي باري ۾ شاعري ڪندا. هو منهنجي باري ۾ گيت ڳائيندا.“ مون ڏٺو تہ اهي لفظ چوندي هن جي چهري تي گهرو اطمينان موجود هو.

مون کي ملاقات لاءِ اڌ ڪلاڪ ڏنو ويو هو ۽ اهو پڪيءَ وانگيان تيزيءَ سان اُڏامي رهيو هو. اهو ڏسي آءٌ ٿورو اڳيرو ٿيس تہ جيئن چاچي جي ڪن ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون ٻڌايان، جيڪي انسانن جي لڳايل جاسوسي پرزن تائين نہ پهچن. هن ۾ ڪئين اهم پيغام هئا جيڪي پهتا ۽ اتان ڪيترن ئي جوابن جي ڏي وٺ ٿي، جيئن ئي منهنجي ملاقات جو وقت پورو ٿيو مون يار محمد کي رحم جي اپيل جي باري ۾ مطلع ڪيو.

ڪاش! اها ڪهڙي نہ غلطي هئي. آءٌ تہ شهيد پني کي بهتر ڄاڻندو هوس. جنهن جي تقرير ۾ لفظ ”رحم“ ڪڏهن نمودار نہ ٿيو. مون يار محمد سان ڳالهہ مس پوري ڪئي تہ پني مرحوم گجندڙ رڙ ڪئي:

”نہ منهنجي زندگي رب العزت جي امانت آهي، ضياءَ جي

ڪونهي، منهنجو نالو تاريخ جي ميراث آهي. هو انهيءَ ڪري مڇريل آهن، جو هو منهنجي زندگي تہ کسي سگهن ٿا، پر منهنجي روح تي قبضو ڪري نٿا سگهن. هو منهنجي انهيءَ تاريخي مقام کان مون کي محروم نٿا ڪري سگهن.“

پهرين اپريل تي مون کي پيءُ ملاقات جو وقت ڏنو ويو. پر هن ڀيري جسماني تلاشي ڏاڍي سخت هئي، تنهن کان پوءِ مون کي ساڳي پوليس آفيسر وٽ پيش ڪيو ويو جنهن جي نگرانيءَ ۾ پنتي شهيد جي ڪال ڪوٺڙي تي پهچايو ويس. مون کي ڏسڻ شرط هن مسڪرايو ۽ پوءِ چيائين:

”آءٌ پانيان ٿو تہ هنن منهنجون سموريون ملاقاتون ساڳئي ڏينهن تي رکيون آهن. بينظير ۽ تنهنجي چاچي تو کان ٿوري دير اڳ هتي آيا هئا.“

ان وقت تائين مون کي اها خبر ڪانہ هئي تہ هي سڀ ڪجهہ هڪ قتل جي تياري هئي. اسان وري بہ لوهي سيخن جي آرپار هڪ ٻئي سان حال وندبيا ۽ ڪجهہ سُس پُس ۾ ڳالهيون ڪيون. هن مون کان پُڇيو تہ ٻاهر ڪهڙيون ڳالهيون پيون هلن.

”مون کي لڳي ٿو تہ هي ڦاسي ڏيڻ جا سانباها ڪري رهيا آهن.“ مون تمام ڏُکَ ڀري آواز ۾ وراڻيو ۽ مون ڏٺو تہ انهيءَ جواب جو هن جي چهري تي نہ تہ ڪو اثر پيو ۽ نہ ڪا جسماني چرپر ڪئي. هن صرف ڪنڌ جي هلڪي ڌوڻ سان هائوڪار ڪئي. مون تي جڻ پهاڙ ڪِري پيو ۽ سوچيم، ڪاش! اها ڳالهہ نہ چوان ها.

آءٌ ڏاڍو اُداس ۽ مايوس هئس. مون چاهيو ٿي تہ هن لاءِ ڪجهہ ڪريان، ڪجهہ بہ، سو مون چيومانس:

”اوهان چو نٿا ماڻهن کي آواز ڏيو ۽ پيپلز پارٽيءَ جي ليڊرن کي چئو تہ اهي ماڻهن تائين اوهان جو پيغام پهچائين ۽ کين رستن تي آڻين.“

اهو ٻڌي چاچي مرحوم خالي ڪوٺڙيءَ ۾ گهوريو ۽ پوءِ چيائين: ”پيپلز پارٽيءَ جي ليڊرن مون کي چيو تہ ماڻهن کي ڪڍون. پر مون چيومان تہ انهيءَ جي تڪليف نہ ڪريو. آءٌ انهيءَ کان گهڻو اوچو آهيان، جو کين ماڻهن کي ڪڍڻ لاءِ چوان ۽ کين اهو ڏسيان تہ ماڻهن ويچارن جي

حياتين کي منهنجي لاءِ خطري ۾ وجهن. زندگي اهم آهي پر ڪنهن جي وقار تي قربان ٿيڻ نہ گهرجي. يقيناً انهن جي اها آڇ بہ بي دليءَ سان ڪيل هئي، نہ تہ مون کان ڇو پڇن ها. هتي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ ويهي آءٌ هنن جي ڪهڙي رهبري ڪري سگهان ٿو. ان ڳالهہ کي ڏوڙ پاءِ ڇڏي ڏي. جيڪڏهن هنن کي ڪجهہ ڪرڻو هو تہ پاڻ ڪن ها. مون کان انهن ٻارن وانگيان ڇو پڇڻ آيا جيڪي جهنگ ۾ راند ڪيڏندي ڪيڏندي اچي پڇندا آهن تہ مون کي ڇا ڪپي."

مون ڳالهہ هٽان وچڻ نٿي ڏني تنهنڪري پڇيم: "پوءِ مون کي اجازت ڏيو تہ آءٌ وڃي ماڻهن کي ميڙيان ۽ کين اوهان جو پيغام ڏيان."

هن هڪ گهڙي سوچيو ۽ پوءِ پڇيائين: "انهيءَ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي؟ هاڻي مون پنهنجي پاڻ کي مرڻ لاءِ تيار ڪري ڇڏيو آهي."

"اهو تہ ٺيڪ آهي، پر هو بہ توهان جو حق آهي. اوهان کي استعمال ڪرڻ گهرجي." مون زور پريو.

"ٺيڪ آهي تہ پوءِ انهيءَ ڳالهہ کي ٻين لفظن ۾ چئو. کين چئو تہ ٻاهر نڪرو ۽ پنهنجي ليڊر لاءِ جدوجهد ڪريو. کين چئو تہ پٽي صاحب کي پنهنجي زندگيءَ بچائڻ جو اونو ڪونهي ۽ تنهنڪري اوهان کي ڪونہ چوندو تہ هن لاءِ پنهنجي زندگيءَ کي خطري ۾ وجهو." هو يڪساهي چئي ويو ۽ مون کي محسوس ٿيو تہ اهي لفظ هن جي دل جي گهراين مان اچي رهيا هئا.

"نہ." مون ڳالهہ کي رد ڪندي ۽ ڪجهہ باغيانہ انداز ۾ چيو "يا تہ آءٌ کين چوندس تہ هيءُ اوهان جون هدايتون آهن. يا تہ بنهہ ڪجهہ ڪونہ چوندس. جيڪڏهن آءٌ کين گول مول لفظن ۾ چوندس تہ خبر ناهي هر ڪو انهيءَ جي ڪهڙي معنيٰ ڪڍي"

هن وري ڪجهہ ويرم لاءِ سوچيو ۽ پوءِ هڪدم منهنجا هٿ پنهنجن هٿن ۾ پڪوڙي چيائين:

"توکي خبر آهي تہ آءٌ توکي هتي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. تون نيڪ ٿو چئين.... چڱو هاڻي تون وڃ ۽ وڃي کين چئو تہ ماڻهن کي آواز

ڏين، ڪين وڃي ٻڌاءِ تہ منهنجون هي هدايتون آهن. پر انهيءَ کان پهرين بينظير ۽ پنهنجي چاچيءَ سان ملاقات ڪر ۽ ڪين ٻڌاءِ تہ پارٽي ليڊرن لاءِ منهنجون هي هدايتون آهن."

۽ پوءِ اسان وري سُس پُس وارين ڳالهين ۾ لڳي وياسين ۽ پوري اعتماد سان هڪ ٻئي کي پيغام ڏيڻ لڳاسين. مون کي ٻئي صبح جو لنڊن ڏانهن واپس پرواز ڪرڻو هو ۽ مير مرتضيٰ لاءِ ڪي اهڙا پيغام کڻي وڃڻا هئا، جيڪي تمام نازڪ ۽ اهم هئا ۽ جيڪي وقت اندر پوري طريقي ۾ پهچائڻا هئا. اسان اجا ڳالهين ۾ هئاسين تہ جيلر جو ڪارندو يار محمد اچي ويو ۽ ايندي شرط چيائين: "اوهان جا ٽيهہ منٽ پورا ٿيا." شهيد ڀٽي هن کي ايندي ڏٺو هو سو ان کي ڏسي آڱر سان اشارو ڪري هڪ جو اشارو ڪيائين، جنهن جو مطلب هو تہ هڪ منٽ اجا ڳالهائڻ ڏي.

"چڱو ڀلا." يار محمد جواب ڏنو جيڪو ان وقت هن وڏي سخاوت ڪري ڏنو.

پوءِ هڪدم ڀٽو شهيد اُٿي بيٺو ۽ بنا ڪنهن هٻڪ جي پنهنجي ڪرسيءَ کي لت هڻي پاسيرو ڪيائين ۽ رڙ ڪري چيائين: "وڃ طارق، آءٌ هن شخص جي انهيءَ قسم جي سخاوت کي پسند نٿو ڪريان. آءٌ اجا بہ منتخب وزيراعظم آهيان ۽ هنن کان ڪنهن قسم جي مراعات وٺڻ پسند نٿو ڪريان."

۽ پوءِ هن هٿ مٿي ڪيو ۽ مون کي خدا حافظ چيو. هيءَ آخري دفعو هو جنهن کانپوءِ اسان کي ڪڏهن ملڻو ڪونہ هو.

ٻئي صبح جو آءٌ آخري دستاويز ۽ ڪاغذات کڻي لنڊن هليو آيس ۽ مير ۽ شاهنواز سان گڏجي عالمي قانوندانن جي ڪانفرنس جي تياري ڪرڻ ۾ لڳي وياسين.

3 اپريل جي رات جو دير سان آءٌ، مير ۽ شاهہ سان گڏ سنڊن اپارٽمينٽ تي هئس. انهيءَ وقت تائين ڪي همٿائيندڙ خبرون اچي چڪيون هيون، جن اسان کي گهڻي عرصي کان پوءِ ٿورو سڪون ۽

اطمينان ڏنو هو. تنهنڪري آءٌ ٽين بجي ڌاري رات جو پنهنجي فليٽ تي هليو آيس. انهيءَ خيال سان ته رات جو باقي عرصو ڪجهه سڪون جي ننڊ نصيب ٿيندي. اٽڪل ساڍي ٽين بجي رات جو منهنجي ٽيليفون جي گهنٽي وڳي، ننڊاکڙين اکين سان مون هٿوراڙيون ڏيئي فون جي رسيور کنيو. فون تي مير هو. "هنن ذوالفقار علي ڀٽي کي ماري ڇڏيو آهي... ۽ انهيءَ سان گڏ هنن اسان جي وجود جي به هڪ حصي کي ماري ڇڏيو آهي."

مون کي ياد آهي. ڪا اهڙي اک ڪانه هئي جنهن جي اکين مان ڳوڙها نه ٽريا هجن. چوٿين اپريل جي فجر جو اسان سيني نماز پڙهي. ذوالفقار علي ڀٽو هاڻي اسان جي وچ ۾ ڪونه هوندو.

مسٽر ڀٽو منهنجو چاچو هليو ويو آهي، پر سندس ياد صدين تائين عوام جي دلين ۾ رهندي. هن جو آواز هاڻي ڪٿي نه ٻڌجي پر هن جي شانَ ۾ هن جي ياد ۾، هن جي ڪارنامن ۽ ڪاميابين کي ياد ڪندي عام ماڻهو هن جي نالي جا گيت ضرور ڳائيندا. هن جو نالو تاريخ جي تمام روشن باب وانگيان چمڪي ٿو. ڪا ٽئنڪ، ڪو هٿيار ڪا قوت ماڻهن جي دلين مان هن جي نالي کي ڪڏهن نه سگهي آهي. ڀٽو هن سرزمين جو سپوت هو. هو هن زمين جي مٽيءَ ۽ رت جي امانت هو. هن جو روح انهن اوازن سان هم آواز ٿي ويو جيڪي اڄ به زمينن تي، آسمانن تي جيئي ڀٽو جي نعرن جي صورت ۾ ٻڌجن ٿا. هزارين ماروئڙن جا آواز هن جي ذات جو اولڙو آهن. هو ڪيس واپس نٿا آڻي سگهن پر هن جي شخصيت هنن جي دل جي ڌڙڪن، هنن جي ڳوڙهن ۽ جرڪندڙ احساسن ۾ تبديلي ٿي ويئي آهي، جنهن ۾ هنن جو احتجاج به شامل آهي، ته شرمندگي به.

ذوالفقار علي ڀٽي ۾ هڪ ولوله انگيزي هئي جيڪا هن ماڻهن کي ڏني، هن جي نبض ماڻهن جي هٿ تي هوندي هئي، جنهن کي هو پنهنجي مردم شناس هٿن سان رکندو هو ته ان مان شفقت ۽ دليري پئي ڦوٽون جرڪنديون هيون. هو انهن جي ڌڙڪنن جو عڪاس هو. ڀٽي

مرحوم جو ساهه، هنن ڏتڙيل ماڻهن جي ساهه سان گڏ هلندو هو. هو گڏ کلندا ۽ ساڻس گڏ رُئندا هئا. هو کين سان بي پناهه محبت ڪندو هو ته موٽ ۾ ماڻهو مٿانئس فدا ٿيندا هئا. سندس لفظن ۾ ".... اهو سندس زندگيءَ جو سڀ کان وڏو معاشقو هو...." هو چاهي ٻنين ۾ هر ڪاهيندا هجن يا ڪارخانن ۾ سانداٽيون ڪٽيندا هجن، دفترن ۾ ڪم ڪندا هجن يا گهٽين ۾ ٽول وڪڻندا هجن، هو کين ڏسي گد گد ٿيندو هو ۽ جڏهن ساڻن گڏ ٿيندو هو ته هو سڀ هن سان وک ۾ وک ملائي هلندا هئا.... سندن چال ۾ هڪ وڄ جي تک اچي ويندي هئي. هڪ ٻئي کان ڌار رهڻ جو ٻنهي مان ڪنهن کي وهم و گمان به ڪونه هو.

۽ مون کي ان تي فخر آهي ته عوام جو اهو محبوب اڳواڻ ڪو ٻيو نه پر منهنجو چاچو هو جنهن کي اڄ دنيا شهيد ڀٽو جي نالي سان ياد ٿي ڪري.

# ڀٽي جا شروعاتي ڏينهن

## عمر قريشي

4 اپريل 1979ع تي آءٌ لنڊن ۾ هُئس. اسر جي ويل ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. ڀنڀرڪي جي مهل ٽيليفون جي گهنٽي وڄڻ منهنجي لاءِ ڪا چڱي ڪانہ ٿيندي آهي، بلڪ آءٌ ان کي ائين سمجهندو آهيان ڄڻڪ ڪنهن باهہ لڳڻ جو الارام وڄائي وڌو هجي. سو.....؟ مون فون کنيو. ٻئي پاسي هڪ دوست هو.

"ريڊيو کول."

هي آواز حڪم گهٽ ۽ احتجاجي صدا وڌيڪ هو. هن جي راڙي ۾ زلزلي جو تاثر هو. منهنجي اکين مان ننڊ اُڏامي ويئي ۽ پر ۾ پيل ريڊيو جي سُئي کي هيڏانهن هوڏانهن ڪرڻ سان نيٺ هڪ نيوز ريڊر جو آواز ڪنن تي پيو. جيڪو چئي رهيو هو تہ ذوالفقار علي ڀٽي کي ڏنل موت جي سزا تي عمل ٿي ويو آهي. مون کي ڪنن تي اعتبار ئي نہ پئي آيو. نيٺ ٻڏي ٻڏي منهنجي طبيعت ۾ ڪاوڙ ۽ گنڀيرتا اُڀرڻ لڳي. هڪ گهاٽو دوست وڇڙي ويو هو. اها گهڙي مون کي تہ زهر ٿي لڳي، جنهن ُجو تصور بہ آءٌ نٿي ڪري سگهيس. مون کي خبر هئي تہ

ٽيليفون جي گھنٽي وري وڄندي ۽ منهنجو ذاتي ڏک، عوامي صدمو ثابت ٿيندو. مون ۽ منهنجي گهر واري فيصلو ڪيو تہ نيو گارڊنس وڃان ۽ اسان ٻئي وياسين. لنڊن ۾ اپريل جو مهينو بهار جي خوشخبري کڻي ايندو آهي. رت بدلبي آهي، پن ڇڻي پوندا آهن ۽ نوان گل پن، گونچ وڻن کي ٻلهاري وجهندا آهن. انهيءَ نظاري مون کي ۽ منهنجي ڏک کي جهڪو ڪيو پر ان ۾ هڪ اُميد ۽ عزم جو ڪرڻو بہ نظر آيو.

پوين سالن جون يادگيريون، هڪ ٻئي پٺيان تيزيءَ سان منهنجي دماغ ۾ گهمڻ لڳيون. ذوالفقار علي ڀٽي سان منهنجو ناتو سالن جي دوستيءَ جو نالو هو. جيڪڏهن هو زنده رهي ها تہ اسان جي دوستي کي بہ اڌي صدي ٿي وڃي ها. اسان اسڪول جي زماني کان وٺي دوست هئاسين، جڏهن ٻئي ڄڻا دي ڪئٿيڊرل اسڪول بمبئي ۾ پڙهندا هئاسين. اسان ٻئي ڄڻا گڏ ڪرڪيٽ کيڏيا هئاسين ۽ ظاهر آهي تہ اهو ناتو سيني کان مضبوط هو. جنهن ڏينهن Muslims جي ٽيم The Pentagular سان ميچ کيڏندي هئي تہ اسان گڏجي ڪلاسن مان پڄجي نڪرندا هئاسين ۽ اها ميچ ضرور ڏسندا هئاسين ۽ پوءِ دي مسلم جي ڪاميابي تي جشن ملهائيندا هئاسون ۽ ناڪامي تي گڏجي ڏک ڪندا هئاسين. آءٌ سمجهان ٿو تہ ان وقت اسان جي زندگيءَ جي ڇڏي ڏنو.

لاس اينجلز ۾ اسان اهو سڀ ڪجهہ ڪندا هئاسين جيڪو اسان بمبئي ۾ ڪيو ڪو ٿورو گهڻو فرق ٿيو تہ هن ڳالهہ جو تہ اسين ڪجهہ وڏيرڙا ٿي ويا هئاسين، پر اسان جي اتان جي سمورن دوستن کي اهو ڏسي تعجب ٿيندو هو تہ انهيءَ عمر ۾ اسان ڪيئن سياسي سوچ رکون ٿا. هنن لاءِ اسان سياسي شعور ۾ بلڪل سمجهدار ٿي ويا هئاسين. آءٌ نٿو سمجهان تہ اسان ڪوئي غير معمولي ذهني سجاڳي جو مظاهرو ڪيو هو، پر حقيقت هيءَ هئي تہ اسان جي پنهنجي ذاتي پس منظر ۾ اسان جون دلچسپيون ۽ مصروفيتون وڏيڪ سنجيده هيون ۽ اسان هاڻي اخبارن ۾ صرف ڪارٽون ۽ ڪامڪس ڏسي گذارو ڪونہ ڪندا هئاسين.

اسان ڪاليج ۾ جيڪي ڪجهه ٿيندو هو تنهن ۾ ڀرپور حصو وٺندا هئاسين، خواهه اها تعليمي سرگرمي هجي يا غير تدريسي. اسان ڊبيٽ ٽيم جا ميمبر هئاسين ۽ جڏهن راندين جي موسم ايندي هئي ته پابنديءَ سان هر ڇنڇر تي فٽ بال مئچ تي ويندا هئاسين، هر آچر تي گرفٿ پارڪ ۾ ڪرڪيٽ کيڏڻ ويندا هئاسين. اسان جنهن ٽيم ۾ شامل هئاسين تنهن جو نالو The Corinthians هو ۽ چاڪاڻ ته ٻين رانديگرن جي کيڏڻ جو معيار گهٽ هو تنهنڪري هو ۽ آءٌ ٻئي ڄڻا سپر اسٽار هئاسين. انهيءَ بهاني اسان پوري ڪيليفورنيا به گهمي ورتي. اسان ٻئي هڪ ٻئي جي ڏي تي هلندا هئاسين ۽ چاڪاڻ ته آءٌ هن کان چند مهينا وڏو هئس، تنهنڪري سدائين هن جو خيال رکندو هئس. هيءَ ڪا معمولي دوستي ڪانه هئي، اسان ٻنهه ڀائرن وانگيان گذاريندا هئاسين. ۽ جڏهن هو صدر ۽ پوءِ وزيراعظم ٿيو تڏهن به ٻنهي جي وچ ۾ صرف دوستيءَ جو ئي رشتو رهيو. ٻيو ڪجهه نه.

ڪيترين ڳالهين ۾ اسان هڪ ٻئي سان هرويرو اتفاق نه ڪندا هئاسين ۽ نه وري آءٌ کو هرويرو هن جي هر ڳالهه جي پٺڀرائي ڪندو هئس. عام ماڻهن ۾ هن جي رتبي ۽ درجي جي ڪري آءٌ هن جي عزت ڪندو هئس، پر جڏهن اسان ٻئي اڪيلا هوندا هئاسين ته هو ذلفي هو ۽ آءٌ عمر هئس ۽ انهيءَ ۾ يقيناً ويجهڙائي ۽ پنهنجائيءَ جو جذبو ڇانيل هو.

نوجوانيءَ ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ڪيئن هو اهو سوال مون کان گهڻيئي گهمرا پڇيو ويو آهي ۽ مون هميشه چيو آهي، هو هر انهيءَ نوجوان وانگيان هو جيڪو آرامده زندگي گذارڻ چاهيندو هجي، پر ڪڏهن ڏکين گهڙين سان به محبت ڪندو هجي. هو پنهنجي پسند ۽ ناپسند ٻنهي جي باري ۾ نهايت شديد جذبو رکندو هو بلڪ جن کي پسند نه ڪندو هو تن جي باري ۾ ٿورو ظالم به هو. هو پنهنجن خيالن تي پختگيءَ سان قائم رهندو هو ۽ جيڪي سندس خيالن جي حمايت نه ڪندا هئا تن بابت هو ترش به ٿي ويندو هو. مون کي خبر ڪانهي ته ان وقت کيس ڪا سياسي آرزو به هئي. بهرحال، هن انهيءَ باري ۾

ڪجهه نه ٻڌايو هو ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته آءُ سندس همت افزائي نه ڪندس. آءُ سياست کي بند گهٽيءَ جي راند سمجهندو هئس. تنهنڪري هن ڪڏهن به پاڻ سان شامل ڪرڻ جو ارادو ڪونه ڏيکاريو. انهيءَ ئي رويي اسان ٻنهي جي لاڳاپن کي خاص نوعيت بخشي هئي.

بهرحال، مون کي ياد آهي ته پيلو مودي مون کي چوندو هو ته هڪ ڏينهن ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان جو وزيراعظم بڻجندو. هو اها ڳالهه اهڙي يقين سان چوندو هو جڻڪ ڪيس خبر هئي. جيتوڻيڪ هن ڪڏهن انهيءَ ڳالهه ڏانهن اشارو ڪونه ڪيو ته ڪا آرزو هن جي دل ۾ پرورش پائي رهي هئي. گهڻو پوءِ جڏهن هو پاڪستان جو وزيرا خارجه بڻيو تڏهن هن مون کي ٻڌايو هو ته هن اقوام متحده ۾ پاڪستان جو سفير بڻجڻ تي گهريو. ان وقت هن جا سياسي لاڙا کهڙا هئا. آءُ سمجهان ٿو ته هو ٿورو کابي ڌر جي نظريات ڏانهن رومانوي طريقي جو لاڙو رکندو هو. هو بينڪيت جي خلاف هو. ٻيو مسئلو جنهن کان هن کي سخت نفرت هئي ته اهو اسرائيل هو. آمريڪا جو ذڪر جڏهن اسرائيل جي مددگار طور اڀريو هو ته هو يونائيٽيڊ اسٽيٽس آف آمريڪا جي بدران جيوئش اسٽيٽس آف آمريڪا سڏيندو هو. بهرحال هو اينٽي سميٽڪ ڪونه هو.

ڪڏهن ڪڏهن ڪا سياسي شخصيت دورو ڪندي اسان جي ڪاليج ۾ اچي ويندي هئي. نڪسن به آيو هيو برٽ هميفري به آيو. هميفري پنهنجي گفتگو ۾ پاڻ تي لڳل ليفٽسٽ جي ڇاپ مٽائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو تقرير ڪندي هن پاڻ کي "..... غير نظرياتي پر ڪنهن انصاف پرئي نظام جو حامي ۽ فلاحي مملڪت جو جمهوريت پرست" قرار ڏنو.

انهن لفظن ذوالفقار علي ڀٽي کي ڏاڍو متاثر ڪيو. آءُ ڀانيان ٿو ته هن جي سوشلزم انهيءَ قسم جي هئي. هو اهڙي نظريي کي تعبير ڪرڻ جي پوري ذهني صلاحيت رکندو هو. هو ۽ آءُ پاڪستان جي باري ۾ دير

تائين گفتگو ڪندا رهندا هئاسين ۽ انهيءَ عزم جو اظهار ڪندا هئاسين ته ”هڪ ڏينهن ملڪ مان غربت ختم ڪنداسين، سماجي اڻ برابري ختم ڪنداسين ۽ هر اک مان خوف جو اثر ٽڙي ڪيئنداسين.“ هيءُ اهو جملو هو جيڪو هن کي ڏاڍو وڻندو هو ۽ هو اڪثر پنهنجي گفتگو ۾ تقريرن ۾ ورجائيندو هو.

پوءِ هو برڪلي يونيورسٽي ڏانهن هليو ويو ۽ آءٌ پويان يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا ۾ ترسي پيس. پر اسان هڪ ٻئي سان رابطي ۾ رهندا هئاسين. ڪڏهن پيلو مودي مون وٽ هليو ايندو هو ۽ اتان ٻئي گڏجي هن وٽ برڪلي هليا ويندا هئاسين. پوءِ هو آڪسفورڊ هليو ويو ۽ پوءِ اسان جو رابطو ٽٽي پيو. ٻالڪپڻي جي اوسٽا پنهنجن، سمورن رنگين خوابن سان گڏ گم ٿي ويئي هئي. هو منهنجو هڪ املهه دوست هو خاص ڪري تن ڏينهن جڏهن مينهن وسندي ٻه ڪرڪيٽ کيڏندا هئاسين.

# دوراندیش قانوندان

## جي. ايڇ عباسي

هتي جيڪي ڳالهيون لکندس، سي ماضيءَ جي ڏنڊ ۾ لڪل آهن، بهرحال انهن مان گهڻي ئي منهنجون ذاتي مشاهدي مان آهن، جيڪي پهريون پيرو منظر عام تي ايندیون:

هي يادگيريون دوستيءَ جي ناقابل فراموش ڏينهن جون آهن، هتي آءٌ پنهنجن پڙهندڙن سان پائيوار ٽيڻ گهران ٿو ڇاڪاڻ تہ انهن مان گهڻيون يادگيريون اسان جي ننڍپڻ جي دوستي جون آهن. ذوالفقار علي ڀٽي جي زندگي تاريخ تي هڪ اڻمٽ نقش ڇڏي ويئي آهي. هو انهيءَ لاءِ پيدا نہ ٿيو هو جيڪو تاريخ هن سان ڪيو ڇا لاءِ تہ انصاف جا ڪيترائي روپ ٿين ٿا. بهرحال منهنجي ڪيتري عرصي کان اها خواهش رهي هئي تہ هن جي ننڍپڻ جي باري ۾ ڪي غير معمولي ڳالهيون ٻڌايان. هن جي باري ۾ تفصيلي ڳالهيون تہ ڪنهن ٻئي وقت بيان ڪري سگهبيون. هن ڪتاب جي مرتب جي اصرار تي آءٌ ڀٽي مرحوم جي ننڍپڻ بابت ڪي ڳالهيون جيڪي سردست ياد اچن ٿيون، سي هتي ڏيان ٿو:

## قانوندانيءَ جي دنيا ۾ داخل ٿيڻ

1950ع جي نومبر مهيني ۾ آءٌ هڪ سينيئر قانوندان ڏينگومل رامچنداڻي جي لا فرم ۾ شامل ٿيس، جتي ٽن سالن لاءِ ڪم ڪيم. مون پنهنجي پيشہ ورانہ ميدان ۾ سول لا کي اختيار ڪيو. جيڪڏهن مون کي چڱيءَ طرح ياد اچي ٿو تہ اهو جولاءِ 1953ع جو مهينو هو. هڪ ڏينهن آءٌ پنهنجي ڪمري ۾ ڪم ڪري رهيو هئس تہ منهنجي سينيئر وڏي واڪي رڙ ڪري مون کي سڏيو جيڪو عام طور ڪونہ ٿيندو هو. بئريسٽر ڏينگومل ٿور ڳالهائو شخص هو ۽ عام طور مون کي سڏڻ لاءِ ماڻهو موڪليندو هو يا وري پاڻ بہ وڪون پري هليو ايندو هو. ان ڏينهن منهنجي اها رڙ تعجب انگريز هئي.

”عباسي! هيڏانهن ڏس. هيءُ ڪير آهي؟ هيءَ منهنجي پياري ياءِ سر شاهنواز ڀٽي جو پٽ ذلفي آهي،“ ۽ پوءِ هن سندس پورو نالو صحيح اُچارڻ جي ڪوشش ڪئي.

”ذوالفقار علي..... ها ها،“ ۽ پوءِ ساڳئي ساهہ ۾ چيائين، ”ذوالفقار علي خان.“

۽ پوءِ جهڪي آواز ۾ چيائين، ”صاحب هن کي انهيءَ نالي سان سڏيندو آهي.“

جهٽ رکي وري چيائين، ”عباسي! توکي خبر آهي تہ هو آڪسونين (آڪسفورڊ جو پڙهيل) ۽ بئريسٽر آهي. هاڻي هي هتي اسان سان گڏ ڪم ڪندو. تون مهرباني ڪري هن کي پاڻ سان گڏ هر هنڌ ۽ رجسٽرار او ايس، منهنجو مطلب آهي چاڳلا وٺ بہ وٺي وڃجانس.“

ڏينگومل پوءِ ٿورو ماٺ ٿي ويو. جيستائين مسٽر ڏينگومل اڳتي ڳالهہ وڌائي، مون هن نوجوان جو نظرن ئي نظرن ۾ معائنو ڪيو. هن خيال ڪان تہ آءٌ بهرحال هن کان ٽي سال سينيئر هئس ۽ پوءِ بنا وقت وڃائڻ مون ساڻس هٿ ملائي، سندس آجيان ڪئي. ساڳئي جذبي سان هن نوجوان بہ موٽ ڏني ۽ پوءِ اسان ٻنهي جا هٿ گرمجوشيءَ سان

ملي ويا. سفيد آر/52 بدڪ ڇاپ ڪپڙي جي پتلون، رائل بلو رنگ جي بليزر جنهن تي چمڪدار پتل جا بٽڻ لڳل، آڪسفورڊ يونيورسٽي جي ٽاءِ، ڇاپين جي هڪ خوبصورت چين پتلون جي پٽي ۾ لڳل هئي. ان 5 فوٽ 10 انچ قدآور نوجوان جي بيهڪ هئي، جيڪو منهنجي آڏو منهنجو هو. هن جي ڪشادي پيشاني، جنهن تي چڱيءَ طرح ڦٽي نڪتل ڇهچ ڪارا وار هن جي ڪشش ۾ ويتر اضافو ڪري رهيا هئا.

مون اچا هڪ ڀرپور نظر پنهنجي نو وارد مهمان تي وجهي مس پوري ڪئي هئي تہ ڊينگومل خاموشي ٽوڙي وڌي "ڏس ذوالفقار هاڻي تون عباسيءَ سان گڏ هججانءِ ۽ جيڪڏهن ضرورت محسوس ڪرين تہ هيءَ سامهون اڏ ڀيڪٽريل دروازو اٿيئي (پنهنجي ڪمري ڏانهن اشارو ڪنديءَ)، بس هليو اچجانءِ." هي هڪ اهڙو حق هو جيڪو هيستائين صرف مون کي حاصل هو پر اهو بہ فرم ۾ شامل ٿيڻ جي هڪ مهيني کان پوءِ. ان کان پوءِ مسٽر ڊينگومل مون کي ذوالفقار علي خان ڀٽي سان وڌيڪ ڪنهن تعارف ڪرائڻ کان پوءِ پنهنجي ڪمري ڏانهن هليو ويو ۽ اسان ٻئي هڪ ٻئي کي ڏسندا رهياسين. غالباً هي سوچڻ لاءِ تہ اڳتي ڇا ڪريون.

اها هئي اسان جي پهرين ملاقات ۽ اها ابتدا جيڪا ذوالفقار عليءَ پنهنجي زندگي لاءِ ڪئي هئي. ان کان پوءِ ستت ئي اسان جي "دوستي" وڌڻ لڳي، جيڪا اڳتي هلي ڏاڍي پڪي ٿي ويئي. آءٌ سمجهان ٿو تہ ان وقت هن جو ٻيو ڪو ذاتي دوست ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ هو بمبئي، پوءِ آمريڪا ۽ انگلينڊ ۾ پڙهڻ کان پوءِ هتي آيو هو ۽ هن جي اوستا جو ٻيو ڪو دوست هتي ڪونہ هو. عالمي معاهدا، انٽرنيشنل لا جي شعبي طور هن جو مرغوب موضوع هو تنهن ڪري هن پنهنجي عزم جو اظهار هن اعلان سان ڪيو: "مون کي پنهنجي ڪم جي ابتدا دوستيءَ واري معاهدي سان ڪرڻ گهرجي. اسان ٻنهي جي وچ ۾ دوستيءَ جو اظهار هينئر جو هينئر."

اسان ان کان پوءِ اُٿياسين، سنڌس جيڳئوار گاڏيءَ ۾ وڪوٽريا روڊ

(هاڻي عبدالله هارون روڊ) تي نـنيڙي ريسٽورنٽ وياسين ۾ ان دوستيءَ جي ابتدا هڪ لنچ جي ذريعي ڪئي سين. مون کي معلوم آهي تہ دوستيءَ جو اهو معاهدو 4 اپريل 1979ع تي ڏوپہجي ويو جڏهن هڪ دوست مادر وطن جي هنج حوالي ٿي ويو ۽ پٺيءَ جي دل رت جا ڳوڙها ڳاڙيندي رهي.

2 نومبر 1953ع تي هو ان وقت جي سنڌ چيف ڪورٽ ۾ ائڊووڪيٽ جي حيثيت ۾ رجسٽر ٿيو. پهريان ٻہ سال هو مون سان گڏ فرم جي ڪيسن جي پيروي ڪندو رهيو. هن جي ذاتي صلاحيتن مان فائدو وٺڻ سان گڏوگڏ هن کان جيڪي ڪجهہ مون حاصل ڪيو سو هو هن جي انٽرنيشنل لا ۽ آئيني قانون جي ڄاڻ. هو جڏهن بہ ڪلي ۾ آڪسفورڊ ۾ پنهنجي پڙهائيءَ جي دوران وارا قصا ۽ تجربا ٻڌائيندو هو تہ اُهي اهڙا دلچسپ هوندا هئا جو ماڻهن انهن کي مڪمل ٻڌڻ کان سواءِ رهي ڪونہ سگهندو هو. انهن دلچسپ مشاهدن ۾ ميامي جي ستارن ڀرين راتين کان وٺي آڪسفورڊ ۾ زباني امتحان جا سمورا واقعا هئا. ڪڏهن ڪڏهن اسان ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺا هوندا هئاسين. هو اهي قصا ٻڌائيندو رهندو هو ۽ آءٌ ٻڌندو رهندو هئس.

انهن ملاقاتن ۾ مون کي جلدئي محسوس ٿيڻ لڳو تہ سياست هن جي دماغ تي قانونداني کان وڌيڪ ڇانيل هئي. بهرحال قانوندان جي حيثيت ۾ هو ڏاڍو باصلاحيت هو.

هن جي زندگيءَ جو بلڪل پهريون ڪيس ٿي هن لاءِ نهايت انوکو مثال بڻجي ويو. ٿيو هيئن تہ مسٽر ڊينگومل، مون کي ٻڌائڻ جي بدران پارٽيءَ کي چيو هو تہ مون سان ملي، مون کي سمجهائي تہ جيئن آءٌ هن لاءِ اپيل تيار ڪري سگهان. مون اها آڇ قبول ڪئي. اپيل تيار ڪري داخل ڪيم پر انهيءَ کان اڳ جو ان جي سماعت ٿئي، مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي مون کي انهيءَ جي تياري ڪندي ڏسي ورتو. جڏهن بريف تيار ٿي ويو تڏهن هن اها پڙهي، هڪ پورو ڏينهن انهيءَ جي ايتري اُٿل پٿل ڪئي جو هن چيو تہ هو پاڻ انهيءَ تي دليل بازي ڪندو. پهريائين تہ مون کي ڏاڍو خوف ٿيو پر پوءِ ٻن ڏينهن جي ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڪيس جي

باري ۾ سمورا پهلو غور ڪرڻ کان پوءِ مون کي يقين ٿي ويو ته هو اپيل داخل ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو. نيٺ اپيل سماعت لاءِ سر جيمس ڪنسٽنٽائين جي آڏو داخل ٿي. پنهنجي لحاظ کان هو ڏاڍو ڏکيو جج هو ۽ جڏهن هو ڳالهائيندو هو ته وڏيڪ مشڪل نظر ايندو هو ڇاڪاڻ ته هن جي آئرش لهجي ڪري ڏي۔ اين پرٽ جهڙو وڪيل به دليل بازي واري مرحلي دوران ڏکيائي محسوس ڪندو هو. بهرحال سماعت کان به ڏينهن اڳ ذوالفقار علي ڀٽي مون کي چيو ته آءٌ هن جي جج سان هڪ مختصر ملاقات جو انتظام ڪريان, صرف ملاقات لاءِ. منهنجي لاءِ اهو اهتمام ڪرڻ ڏاڍو عجيب پئي لڳو پر بهرحال جج جي سيڪريٽري جي ذريعي انهيءَ ڏينهن شام جو ڇئين بجي ڀٽي جي ملاقات جو انتظام ٿي ويو. هو چيمبر ۾ اڌ ڪلاڪ موجود هو ۽ جڏهن ٻاهر نڪتو ته ڏاڍو خوش ۽ پرتجسس هو. هو سڌو منهنجي پر ۾ آيو ۽ اچي ڪن ۾ چيائين, "عباسي, فڪر نه ڪر, اسان اپيل کٽي ويندا سين." مون کي هن جي ڳالهه سمجهه ۾ ڪانه آئي سو پڇيومانس:

"ڇا ٿيو؟"

"توکي ٻڌايان ٿو. مون پنهنجو تعارف هڪ Oxonian جي طور ڪرايو ۽ پنهنجي سموريءَ گفتگو ۾ هي ٻڌايو ته آڪسفورڊ ۾ منهنجو ڪاليج هو ۽ هن ڳالهه تي زور ڏنو ته آڪسفورڊ سموري يونيورسٽي جي ڪاليجن ۾ زياده معتبر آهي ۽ مشڪل سان ئي ڪنهن ايشيائي کي اُتي داخلا ملي ٿي. جج پاڻ ڪئينس ڪاليج مان پڙهيل هو جيڪو ڪرائيسٽ چرچ جيترو مشهور ڪونه هو. تنهنڪري هو منهنجي ڳالهه کان بيحد متاثر ٿيو."

پئي ڏينهن اسان کي گهٽو ڪجهه ڪرڻو ڪونه هو ڇاڪاڻ ته هن جي صلاح هئي ته اسان کي جج ڪنسٽنٽائين جي ڪورٽ ۾ ويهي اهو ڏسڻ گهرجي ته هو ڪيئن ٿو ڪم ڪري. اها ڄڻڪ اسان جي ٻئي ڏينهن جي ريهرسل هئي. اسان سارو ڏينهن ڪورٽ ۾ ويٺا رهياسين, ۽ جڏهن ڪورٽ برخواست ٿيڻ واري هئي ته جج جي نظر اسان ٻنهي تي پئي. ڏسڻ شرط هن ذوالفقار علي ڀٽي ڏانهن اشارو ڪري پڇيو:

”ڪا خاص ڳالهه؟“

”نه جناب اعليٰ! اسان صرف ڪارروائي ڏسي رهيا هئاسون“ ڀٽي وراڻيو.

”بهتر آهي.“ جج چيو.

ٻئي ڏينهن اسان جي اپيل ڪچي پيشيءَ لاءِ ٽئين نمبر (II اپيل نمبر 54/59 جي پليڊنو VS فيض محمد) رکيل هئي. پهريان ٻه ڪيس ته سرسري طور رد ڪيا ويا. ان کان پوءِ ٽئين نمبر کي پيش ڪرڻ جو حڪم آيو ۽ ان سان گڏ منهنجو نالو بطور وڪيل پڪاريو ويو. پر ان کان اڳ جو آءٌ عدالت کي گذارش ڪريان ته ذوالفقار علي ڀٽو دليل بازي ڪندو، ڀٽو اڳ ۾ ئي بيهي چڪو ۽ چيائين:

”ماءِ لارڊ. منهنجي گذارش آهي ته مونکي پنهنجي پهرئين پيشه ورانه شنوائيءَ لاءِ گذارشات پيش ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي.“

”اوهان جو پاور...“ سر جارج آهستگي سان چيو.

”ها ماءِ لارڊ. مون اڳ ۾ ئي پاور داخل ڪرائي ڇڏيو آهي ۽ رڪارڊ تي موجود آهي.“ ڀٽي جواب ڏنو.

”ٺيڪ آهي.“ سر جارج وراڻيو. ”توهان ڪارروائي جاري رکي سگهو ٿا مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو.“

”ماءِ لارڊ اسان ساڳي وڪيٽ تي آهيون.“ ڀٽي چيو.

”Sorry.“ جج وراڻيو شايد ان ڳالهه کي محسوس ڪندي ته هن پورو جملو ٻڌو ڪونه.

مون فوراً ڀٽي جي گائون کي ڇڪيندي آهستگي سان چيو ”ڇڏ انهيءَ کي، فوراً ججمينٽ پڙهڻ شروع ڪر.“

”ماءِ لارڊ.“ ڀٽي فوراً نزاڪت کي محسوس ڪندي چوڻ شروع ڪيو:

”اوهان جي اجازت سان آءٌ ججمينٽ پڙهڻ گهران ٿو.“

”اجازت آهي.“

اجا ڀٽي انهيءَ رد ٿيل فتويٰ کي اڌ مس پڙهيو هو ته جج چيو ”هي سيڪنڊ اپيل آهي. هن ۾ صرف قانون جي غلطي جي نشاندهي ڪرڻ ڪافي ٿيندو. مون اوهان جي اپيل جا بنياد پڙهيا آهن. آءٌ سمجهان ٿو

تہ اپيل کي داخل ڪرڻ لاءِ موزون معاملو آهي."

جيئن ئي جج جي فتويٰ ٻڌم، آءٌ هڪدم اُٿي بينس ۾ پٺي جي ڪن ۾ آهستگيءَ سان چيم، Status quo.

منهنجو اهو جملو جج ٻڌي ورتو سو فوراً چيائين: "مسٽر پنو غالباً اوهان Status quo چاهيو ٿا."

"جي ها، ماءِ لارڊ."

"منظور ڪجي ٿو." جج حڪم ڏنو.

"مهرباني، ماءِ لارڊ."

ڏهن منٽن بعد اسان خوش خوش بار روم جي طرف وڃي رهيا هئاسين. جڏهن هن پنهنجو گائون لاٿو (انهن ڏينهن گائون پهرڻ ضروري هوندو هو) تہ مون ڏٺو تہ هن جي سفيد پتلون جي مٿان سٽر تي ڪجهہ لکيل هو جيڪو اٿين لکيل هو جو ويهڻ جي وقت سڌو پڙهي سگهجي. مون جڏهن ويجهو ٿي ڏٺو تہ اهي لفظ هئا:

"S. 100 CPC-S91 E-Act" اهو ڏسي مون چيومانس هي تہ پهرين ئي ڪيس ۾ نقل بازي جو مظاهرو آهي، جنهن تي اسان ٻئي ڏاڍو کلياسين، پر هن چيو "هي سي پي سي ۾ قانون شهادت اهڙا آهن جو واقعي انهن جو صحيح طور حوالو ڏيڻ لاءِ ڪجهہ تجربي جي ضرورت آهي."

ڏسڻ ۾ اهي ڏهہ منٽ ڪا حيثيت نٿا رکن، پر ذوالفقار علي پٺي لاءِ اهي زندگيءَ جي عمارت کڙي ڪرڻ لاءِ بنيادي پٿر جو درجو رکن ٿا، جنهن جي سموري نچوڙ سندس باقي حياتيءَ لاءِ رهنمائي ڪئي. انهيءَ ڏينهن اسان ڪاميابي کي بيچ لگزري هوٽل ۾ هڪ شاندار ڊنر سان ملهايو. انهيءَ ڏينهن کان پوءِ هن ماضيءَ کي ڪڏهن ياد ڪونہ ڪيو. اسان ڪراچيءَ کان ٻاهر بہ ڪئين ڪيس گڏ هلايا ۽ انهيءَ ڪم لاءِ اسان پوري تياري ڪندا هئاسين، شايد ئي ڪو ڪيس هارايو هئوسين. اٽڪل ٻن سالن کان پوءِ هن پنهنجي لاءِ هڪ ڌار آفيس مسٽر ڊينگومل جي آفيس جي پرسان ساڳئي فلور تي ورتي. ڪجهہ عرصي لاءِ دراب پٽيل بہ پٺي جي آفيس ۾ ڪم ڪندو هو ۽ پوءِ جڏهن پٽيل پنهنجي

آفيس ورتي اتي منتقل ٿي ويو. هن بعد ۾ سپريم ڪورٽ جي جج بڻجڻ تائين ترقي ڪئي. دراصل مسٽر ڀٽي جي اها آفيس سنڌس وڪالت وارو دفتر گهٽ پر سنڌس سياسي مستقبل جو مرڪز وڌيڪ هئي. جيڪا 1958ع تائين ايستائين جاري رهي جيستائين ان وقت جي صدر ميجر جنرل سڪندر مرزا، وزيراعظم ملڪ فيروز خان جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري وفاقي ڪابينہ ۾ ذوالفقار علي ڀٽو کي وزير طور کنيو ويو. هن ڪابينہ ۾ جنرل ايوب خان کي وزيراعظم طور نامزد ڪيو ويو هو. وڪيل جي حيثيت سان ذوالفقار علي ڀٽي جو اهو آخري ڏينهن هو.

بطور قانوندان ۽ وڪيل، ذوالفقار علي ڀٽي جي صلاحيت، سپريم ڪورٽ ۾ پنهنجي ئي ڪيس جي ڪارروائيءَ دوران ثابت ٿي. پنهنجي نڪتہ نظر کي پيش ڪرڻ، منطق ۽ متعلّقہ قانون جي ڄاڻ جو جيڪو هن مظاهرو ڪيو سو سپرين ڪورٽ جي تاريخ ۾ يادگار رهندو. جيتوڻيڪ هن جي قانونداني واري زندگيءَ ۾ ويهن سالن جو فرق هو هن جي جرئت جو مظاهرو هن حقيقت جي اعتراف ڪرڻ مان بهتر ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن هو سپريم ڪورٽ ۾ پنهنجي ريويو درخواست جي پوئواري ڪري رهيو هو تہ سچ پچ هاءِ ڪورٽ جي طرفان ڏنل سزاءِ موت جي هيٺ هو. انهيءَ سموري ڪارروائي جي دوران هن جي پيشانيءَ تي هڪ گهنج بہ ڪونہ آيو. جيتوڻيڪ اها بهادري ۽ جرئت کيس ڦاسيءَ جي ڦندي کان بچائي نہ سگهي، پر اها هن جي انهيءَ جدوجهد جي عڪاسي ضرور ڪري ٿي جيڪا هن چوٿائي صدي تائين ماڻهن جي خدمت لاءِ ڪئي هئي. هن اصولن تي سوديبازي نہ ڪئي پر انهن تان قربان ٿي، انهن اصولن کي نئين زندگي بخشي، بلڪ ائين ڪري هو آدرش ۽ اصولن جي اعليٰ ترين منصب تي امر ٿي ويو.

جولاءِ 1953ع کان وٺي آڪٽوبر 1958ع تائين واقعات جو هڪ ڊگهو سلسلو حافظي ۾ محفوظ آهي جنهن کي دهرائڻ لاءِ وقت ۽ جاءِ درڪار آهي، جنهن کي وقت بوقت لکندو رهندس.

## عوام جو اڳواڻ

### حاجي نذر محمد لغاري

مون کي هن ڳالهہ تي فخر آهي تہ آءٌ اڌ صديءَ کان ڀٽو خاندان جي خدمت ڪندو رهيو آهيان. پاونجاهہ سال گذري ويا آهن پر منهنجي دماغ ۾ اڃا تائين سر شاهنواز ڀٽو سڪندر علي خان ڀٽو ۽ ذوالفقار علي خان ڀٽي جون يادگيريون تازيون آهن. نہ صرف هنن جون يادگيريون پر ماڻهن سان ڀاجهاري هلت، غريبن جي سارسنڀال لهڻ بابت ڪئين داستان اڃا حافظي ۾ ائين موجود آهن، ڄڻڪ هاڻي جي ڳالهہ آهي.

منهنجي اوائلي پڙهائي، سر شاهنواز ڀٽي جي نگرانيءَ ۾ ٿي. ان وقت سر شاهنواز ڀٽو بمبئي پريزيڊنسي ۾ هڪ اهم منصب تي فائز هو. پهرين جنوري 1941ع تي سر شاهنواز مون کي پنهنجي ملازمت ۾ رکيو ۽ مون کي سندس زمينن جي سارسنڀال لهڻ لاءِ ڳڙهي خدا بخش موڪلائين. ان وقت آءٌ ڪراچي ۾ ريلوي پوليس ۾ ملازم هئس. جڏهن سر شاهنواز ڪراچي آيو تہ آءٌ کيس سلام ڪرڻ لاءِ خان بهادر عبدالستار شيخ جي بنگلي تي ويس، جتي هو ڪراچيءَ ۾ رهڻ دوران

هميشه رهندو هو. مان سر شاهنواز جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ته مون کي ريلوي پوليس مان استعيفيٰ ڏئي ڳڙهي خدا بخش وڃڻ لاءِ چيائين. حڪم جي تعميل ڪندي مون فوراً استعيفيٰ ڏئي ڇڏي. مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو ان وقت لنڊن ۾ پڙهندو هو.

آءُ مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي سان 44-1943ع ۾ مليس. جڏهن آءُ سندس وڏي ڀاءُ مسٽر سڪندر علي ڀٽي سان گڏ بمبئي ويو هئس. سر شاهنواز ڀٽي جو بنگلو بمبئي ۾ ورلي وٽ هو. مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو اتي گهڻو ايندو ويندو هو ۽ ڪئين ڀيرا مون کان ڏکين سنڌي لفظن جي معنيٰ پڇندو هو. هو ننڍي هوندي کان ئي پڙهائيءَ ۾ تمام هوشيار شاگرد هو ۽ وڏي هوندي هڪ باصلاحيت نوجوان ٿي اُڀريو.

انهيءَ سانير ۾ جڏهن نوجوان ٻيءَ طرح سوچيندا آهن، ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي ترجي ماڻهن سان هميشه تعلق ۾ رهندو هو. مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي ته هن ڀهريون فيصلو نئين ديري واري بنگلي تي ڪيو. ان وقت پير عبدالرزاق راشدي ۽ شاهه محمد قلپوتو به اتي موجود هئا. ڦڏو هي هو ته هڪ حجم جي ڏيءَ کي ميربحرن جو هڪ ماستر اغوا ڪري ويو هو. حجم شهيد ڀٽي وٽ شڪايت ڪئي ۽ نياءُ گهريو. ڀٽي صاحب فوراً ماستر کي نئين ديري گهرايو. ميربحر ماستر کي خبر هئي ته ذوالفقار علي ڀٽو نه ته انصاف ڪرڻ ۾ دير ڪندو هو نه وري ڪنهن جو پاسو ڪڻندو هو. تنهنڪري پنهنجي بچاءَ ۾ هو قرآن شريف کڻي آيو. انهيءَ تي ذوالفقار علي ڀٽي کي سخت ڪاوڙ لڳي ۽ هن کي ڏاڍو ڇينڀيائين ۽ صرف تڏهن معاف ڪيائينس جڏهن ڇوڪريءَ جي ڀيءُ معاف ڪيس. جيڪڏهن ڇوڪريءَ جو ڀيءُ هن کي معاف نه ڪري ها ته ڀٽو مرحوم کيس سخت سزا ڏئي ها، ڇاڪاڻ ته هو ڪڏهن ڪنهن جي توهين برداشت نه ڪري سگهندو هو. هيءُ هن جو ڀهريون فيصلو هو ۽ ڀٽي مرحوم تڏهن ڪيو جڏهن اڃا شاگرد هو جنهن کي ترجي ماڻهن گهڻو عرصو ياد رکيو.

پنهو شهيد تمام نرمي سان ڳالهائيندو هو سني پر پروقار لباس پهرڻ جو شوقين هو. خود پنهنجن نوڪرن کي بہ صاف سٿرو رهڻ جي هدايت ڪندو هو. مون کي ياد آهي تہ چوندو هو "ڀلي سادا ڪپڙا پهريو پر اهي ساف سٿرا هجن." غالباً اهوئي ڪارڻ آهي جو پنهو خاندان جو هر نوڪر صاف سٿرو رهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ نوڪرن جي ڪپڙن ٺهرائڻ جو حڪم ڏيندو هو بلڪ سندن ٻگهارن سان گڏوگڏ هنن کي ڏار خرچيون بہ ڏيندو هو. پنهو شهيد تمام رحمدل ۽ خدا ترس ماڻهو هو. غالباً هي 1950ع جو سال هو جڏهن لاڙڪاڻي شهر ۾ هڪ وڏي باهہ لڳي. جيئن ئي کيس معلوم ٿيو پنهو شهيد پاڻ اُتي نڪتو ۽ ٻين سان گڏ باهہ وسائڻ جي ڪم ۾ جنبي ويو.

گهوڙي سواري جو ڏاڍو شوقين هو. نشاني جو بہ ڏاڍو پڪو هو. مون کي ياد ڪونهي تہ پنهي مرحوم ڪڏهن نشانو ٻڌو هجي ۽ اهو گسي ويو هجي. هن وٽ دنيا جون تمام سٺيون بندوقون موجود هيون.

وزير خارجہ ٿيڻ کان پوءِ هن پنهنجين زمينن کي جديد طريقن سان آباد ڪرائڻ شروع ڪيو جنهن جا تمام سٺا نتيجا نڪتا. وزير جي حيثيت ۾ هو هميشه مصروف رهندو هو پر هر عيد تي نئين ديري ضرور ايندو هو. انهيءَ دوران هو نہ صرف ماڻهن سان ملاقات ڪندو هو پر سندن مسئلا ٻڌي اهي حل ڪرڻ لاءِ حڪم جاري ڪندو هو.

اهڙا هزاري واقعا منهنجي حافظي ۾ محفوظ آهن. پر هڪ واقعو مون کان ڪڏهن نہ وسرندو جنهن جو آءٌ هتي ذڪر ڪرڻ ضروري سمجهان ٿو. اسان وٽ المرتضيٰ (لاڙڪاڻي) ۾ هڪ نوڪر نالي صفر هوندو هو. ڪجهہ عرصي کان پوءِ هو نوڪري ڇڏي ڪنهن جي گاڏيءَ جو ڊرائيور ٿي ويو. انهيءَ ڳالهہ کي ڪئين سال لنگهي ويا. هڪ ڀيري جڏهن پنهو مرحوم لاڙڪاڻي آيو تہ هن نوڪرن کان صفر جي باري ۾ پڇيو تہ هو ڪٿي آهي ۽ ڇا پيو ڪري. فوراً لاڙڪاڻي جي ڊپٽي ڪمشنر کي چيو ويو جنهن سرڪاري ڪامدار ڇڏيا. نيٺ صفر کي

بس اسٽينڊ تي ڏنو ويو. جڏهن صفر کي ٻڌايو ويو تہ پنھو مرحوم سندس پڇي رهيو آهي تہ هو اهو سوچي تہ خبر ناهي ڪهڙي غلطي ٿي ويئي آهي، ڏاڍو پريشان ٿي ويو.

خير، جڏهن ڪيس پنھي شهيد جي آڏو آندو ويو تہ صاحب نہ صرف ڪيس چڱيءَ طرح ڪيڪاريو پر سندس حال احوال معلوم ڪيو. پنھي مرحوم ڪانئس زال جو پڇيو جنهن جي ورنديءَ ۾ صفر ٻڌايو تہ اها اڃا زنده آهي. ان تي پنھي مرحوم ڪيس چيو تہ ڇاڪاڻ تہ هو هاڻي گهڻو پوڙهو ٿي ويو آهي تنهنڪري وڌيڪ محنت نہ ڪري بلڪ ڪيس پنهنجي زال سان گڏ حج تي وڃڻ جو چيائين، جنهن جو سمورو خرچ مرحوم پنھي پاڻ پريو. اهو نظارو ڏسڻ وٽان هو. صفر خوشيءَ ۾ اهڙو پرجي ويو جو هن کي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ هو صاحب جو ٿورو ڪيئن مڃي. بهرحال هو دعائون ڪندو هليو ويو ۽ پوءِ حڪم موجب حج تي ويو. صفر اڪيلو پنھو مرحوم جي خرچ تي حج ڪرڻ وارو ڪونہ هو. تاج محمد جيڪو ان وقت المرتضيٰ جو انچارج هو سو ۽ ڪئين ٻين ملازمن کي بہ حج تي موڪليائين.

پنھي شهيد جي هڪ خاص عادت هئي تہ هو جڏهن بہ لاڙڪاڻي ايندو هو تہ ڳڙهي خدا بخش پنھي ۾ پنهنجي اباڻي قبرستان ضرور ويندو هو ۽ اتي پنهنجي وڏڙن، عزيزن، مائٽن جي قبرن تي فاتحہ پڙهندو هو. وزيراعظم ٿيڻ کان پوءِ هو پنهنجن وڏڙن جي قبرن تي پابنديءَ سان ويندو هو. ڪيس مير نبي بخش پنھي لاءِ بہ وڏي عزت هوندي هئي ۽ پابنديءَ سان وٽس ويندو هو.

پنھو شهيد وڏيءَ دل جو مالڪ هو. ان جو هڪڙو مثال اهو هو جو ايوب جي ڪابينہ مان استعيفيٰ ڏيڻ کان پوءِ جڏهن هن جا ساڻس تعلقات نهايت ڪشيده ٿي ويا هئا، تڏهن بہ سندس تصوير المرتضيٰ مان ڪونہ لاٿائين.

سندس رحمدليءَ جون هونءَ تہ ڪئين ڳالهيون ٻڌجن ٿيون، پر

هي 1976ع جو ذڪر آهي، جڏهن آءٌ ڳڙهي خدا بخش ۾ هئس ۽ هڪ پستول جي گولي سان اتفاق طور زخمي ٿي پيو هئس. مون کي اسپتال داخل ڪيو ويو. واقعي جي خبر جيئن ئي ڀٽو شهيد ۽ بيگم ڀٽو کي پئي ته هن تحقيقاتي آفيسر کي گهرايو ۽ واقعي جي تحقيقات ڪرڻ جو حڪم ڪيو. گڏوگڏ اسپتال انتظاميه کي به منهنجي پوري سنڀال لهڻ جي هدايت ڪئي. پئي ڏينهن هو لاڙڪاڻي آيو ۽ سڌو مون وٽ آيو ۽ ڪيتري دير ويٺو رهيو. آءٌ ڀانيان ٿو ته شهيد جي هدايت تي علاج معالج جي جيڪا سهولت مون کي ملي، تنهن کان گهڻو وڌيڪ هن جو اچڻ ۽ مون سان ملڻ هو.

ڀٽو شهيد جي شخصيت ڇا هئي، تنهن لاءِ مون وٽ ڪي لفظ ڪونهن. هن جو خلوص، محبت، تدبر، فهم، فراست سمورا پهلو سميٽجي هن جي ذات ۾ شامل ٿي ويا هئا. چوٿي اپريل 1979ع جو ڏينهن، قوم جي تاريخ ۾ ڪارو ڏينهن آهي. اهو ئي ڏينهن هو جڏهن اسان سڀ زنده درگور ٿي وياسين. آءٌ خوشنصيب آهيان ته منهنجي مٿي تي اڄ به شهيد ڀٽي جي ڌيءُ محترمه بينظير ڀٽو ۽ بيگم صاحبه جي سرپرستي آهي.

اهو ڏينهن اڄ به مون کي ياد آهي جنهن ڏينهن انهيءَ عظيم بهادر کي شهيد طور آندو ويو. چوٿين اپريل تي صبح جو ٽين وڳي آءٌ گهر سُتل هئس، جڏهن مون کي محسوس ٿيو ته پنجاهه يا سٺ فوجي گاڏيون ڳوٺ جي آسپاس پهچي ويون آهن. پهريائين ته مون سمجهيو ته اهي فوجي انهن انتظامن جي ريهرسل ڪري رهيا آهن جيڪي هنن به ڏينهن اڳ ڀٽي شهيد جي ممڪنه تدفين وارن انتظامن لاءِ ڪيا هئا ۽ ماڻهن کي ٻڌايو هئائون ته اهي عام رواجي فوجي مشقون آهن. ان وقت کان ڳوٺ جا ماڻهو ڏاڍا هراسيل هئا. خاص طور تي جڏهن کان پوليس ڀٽو خاندان جي اباڻي قبرستان ۾ داخل ٿي چٽني طرف معائنو ڪيو. ان وقت پوليس هٿياربند دستن جو اچڻ، اچرج جي ڳالهه هئي.

عين انهيءَ ڪمهلي وقت مون کي جڏهن گهران سڏيو ويو تہ پورو ڳوٺ اڳ ۾ ئي اتي موجود هو. ڳوٺ جو هر ننڍو وڏو پوڙهو جوان، ٻاهر جمع هو. سيني جي دلين ۾ هڪ ئي خوف گهر ڪري چڪو هو تہ يا پنو مرحوم کي ڦاسي ڏني ويئي آهي يا وري هن کي ڦاهي ڏني ويڻي آهي. چئني طرف روح راڙوءِ اوسارا هئا.

"اسان کي مسٽر پنو جي تدفين جو انتظام ڪرڻ گهرجي." فوجي ۽ پوليس آفيسرن مون کي چيو جن اتي هڪ عارضي هيڊ ڪوارٽر قائم ڪيو هو.

"اسان کي ڏيکار تہ ڪٿي قبر هئڻ گهرجي" هڪ آفيسر مون کي چيو.

"منهنجي اکين مان ڳوڙهن جي لار نار جي گهاڙوانگيان وهي نڪتي."

"آءُ اوهان کي هن جي تدفين واري جاءِ چو ڏسيان؟" مون پڇيو.

"اسان پاڻهي هن جي تدفين جو بندوبست ڪنداسين. پنو اسان جو آهي. اسان پاڻيهي ڄاڻنداسين."

مون هنن کي چيو تہ مون کي اجازت هئڻ گهرجي تہ آءٌ پنهنجا ماڻهو گهرايان، هنن کان قبر کوٽرايان، ڪچيون سرون گهرايان، غسل لاءِ تختو گهرايان ۽ پاڻيهي کيس لحد ۾ لاهيون. هنن منهنجي ڳالھ ٻڌي مون کي صرف اٺ ماڻهو گڏ رکڻ جي اجازت ڏني.

جڏهن اسان هن دکدائڪ ۽ اندوهناڪ ڪم ۾ رڌل هئاسين، فوجي ۽ پوليس جي گاڏين نہ صرف پوري ڳوٺ کي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو پر عملاً هر گهٽيءَ جي ناڪابندي ڪري رکي هئي ۽ هيءَ ناڪابندي اهڙي هئي جو نہ تہ ڪو ڳوٺ کان ٻاهر وڃي ٿي سگهيو ۽ نہ وري ڪو اچي ٿي سگهيو. اسان بنھ گهيريل هئاسين.

اٽڪل اٺين وڳي صبح جو ٻہ هيليڪاپٽر اسان جي ڳوٺ جي پر ۾ لهڻ لڳا، جتي هڪ ايمبولينس اڳ ۾ بيٺل هئي. مون تي جڻ ڦهاڙ ڪِري پيو. پوءِ مون پٽريلين اکين سان ڏٺو تہ هڪ تابوت هيلڪاپٽر مان لاٿو ويو ۽ ايمبولينس ۾ رکيو ويو جيڪا سڌو قبرستان ڏانهن وڌي،

"هن گهر کي خالي ڪريو" هڪ ڪرنل انهيءَ جهوپڙيءَ ڏانهن اشارو ڪندي حڪم ڪيو جيڪا قبرستان جي ڪنڊ ۾ هئي، جنهن ۾ هڪ پيش امام پنهنجي زال ۽ ٻارن سان گڏ رهندو هئو ۽ قبرستان ۾ هر ايندڙ فوتيءَ جي نماز جنازه پڙهائيندو هو. مون انهيءَ تي احتجاج ڪيو پر ڪرنل زور ڀريو ته اها جاءِ خالي ٿيڻ گهرجي. جيئن ئي اها جهوپڙي خالي ٿي، ويهه جوان ان جي ڇت ۽ ان جي ڀرپاسي ۾ پوزيشن سنڀالي ويهي رهيا. جن جي بندوقن جو نشانو سڌو سنئون قبرستان جي طرف هو.

هئڻ ته ائين گهربو هو ته ويجها سمورا عزيز هن جو آخري ديدار ڪن ها ڇاڪاڻ ته اهي سڀ قبرستان جي ڀر ۾ رهندا هئا. مسٽر پنو جي ڀيڻ بيگم به نئين ديري جي ڀر ۾ رهندي هئي، تنهن جو ديدار ڪرڻ ته تمام ضروري هو. آخر تمام گهٽي دليل بازيءَ کان پوءِ اتي موجود آفيسرن مون کي اجازت ڏني ته ڪيس وٺي اچان. جڏهن هوءَ آئي ته اسان تابوت کوليو. پنو شهيد جي نعش کي هڪ ڪلئي ڪٽ تي رکيو جيڪا آءٌ اڳ ۾ ئي گهر ڪٽي آيو هئس. گهر جا ڀاتي سمورا گهر ۾ ئي رهيا. خواتين کي اسان پردي ۾ حويلي اندر ئي رکيو. ڪنهن به ڌارئين مرد کي اندر داخل ٿيڻ جي اجازت ڪانه هئي، پر هٿياربند تميز ۽ اخلاق جون سموريون حدون اُڪري اندر ڍوڪي پيا.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ جڏهن نعش آندي ويئي ته مون اتي موجود ڪرنل کان قسم ڏئي پڇيو ته آيا پنو مرحوم جو غسل ديني اصولن جي مطابق ڏنو ويو آهي. ڪرنل مون کي چيو ته سڀ ڪجهه ڪفن وغيره اسلامي حڪمن مطابق ڏنو ويو آهي، جيڪو مون ڏٺو ته برابر هو.

اسان پنو مرحوم جو باقي جسم ڏسڻ لاءِ ڏاڍو پريشان هئاسين. مونکي خاطري ڪانه هئي ته هو اسان کي نعش کولي ڏسڻ لاءِ ڏيندا، ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان هنن جي پوري ڪارروائيءَ جو ڀرم کلي پئي هئا. بهرحال پنو شهيد جو چهرو موتي وانگر جرڪي رهيو هو. هو

ان وقت سورهن سالن جو ڳڀرو جوان لڳي رهيو هو. هن جي چهري تي نہ تہ ڪو رنگ هو نہ وري هن جون اکيون ۾ زبان ٻاهر نڪتل هيون جيئن مون ضياءَ جي ڦاهي ڏنل ماڻهن کي ڏٺو هو.

تدفين جي اصول مطابق، مون پنهنجي مرحوم جو چهرو الهندي طرف مڪي شريف ڏانهن ڪيو پر ائين ڪرڻ سان هن جو ڪنڌ اوڏانهن لڙڪي ڪونہ پيو. هن جو منڪو ٽٽل ڪونہ هو. ان جي بدران هن جي نڙگهٽ وٽ عجيب ڳاڙها ۽ نيرا نشان پيل هئا.

اهو ڏسي ڪرنل ڏاڍو ناراض ٿيو ان وقت ڳوٺ جا اٽڪل ڏيڍ هزار ماڻهو پنهنجي صاحب جي ڏوليءَ طرف ڊوڪي رهيا هئا تہ جيئن ويجهڙائيءَ کان هن جو ديدار ڪري سگهن. هو پار ڪيدي روئي رهيا هئا، جن سان هانءُ ڦاٽي رهيو هو. اهو ڏسي ڪرنل ڪين چيو تہ جيڪڏهن اتان تڙي پڪڙي نہ ويا تہ هو مٿن لٺبازي ڪندو.

”هنن کي روئڻ تہ ڏيو.“ مون کيس چيو.

هن ڪا ورندي ڪانہ ڏني.

سٽت ئي اسان، سنگينن جي ڇانوَ ۾ نماز جنازه پڙهي ۽ پوءِ هنجون هاريندڙ دلين ۽ ٻڏل اکين سان پنهنجي شهيد کي لحد ۾ لاٿوسون. خواتين جي اوسارن، قرآن حڪيم جي تلاوت سان گڏجي آسمان ڏاريندڙ منظر برپا ڪري ڇڏيو.

پنهنجي شهيد جو اهو آخري ديدار هو.

# منهنجو صاحب

## عبدالقيوم خان

منهنجو نالو عبدالقيوم آهي ۽ آءٌ صوبي سرحد جي مانسهره ضلعي ۾ ڳوٺ پريانه جو رهندڙ آهيان. آءٌ زرعي کاتي ۾ فيلڊ اسسٽنٽ طور ڪم ڪري رهيو هئس، پر 1968ع ۾ مون اها نوڪري ڇڏي، پنهنجو ننڍو وڏو ڪاروبار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ملازمت جي دوران منهنجي دوستي حيات محمد شيرپائو سان ٿي ويئي، جنهن کي مون هڪ رحمدل ۽ نيڪ زميندار پاتو. هو پابنديءَ سان منهنجي کاتي طرفان منعقد ڪرايل نمائشن ۽ ٻين پروگرامن ۾ ايندو هو ۽ انهن سرگرمين ۾ ڳوڙهي دلچسپي وٺندو هو.

جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي، ايوب خان جي ڪابينه تان استعيفيٰ ڏني ۽ پيپلز پارٽي ٺاهيائين ته حيات محمد شيرپائو به ان ۾ شامل ٿي ويو. آءٌ اڳ ۾ ئي ڀٽي صاحب جي اقوام متحده ۾ ڪيل تقرير کان ڏاڍو متاثر ٿي ويو هئس، تنهن ڪري آءٌ فوراً هن جو مداح ۽ حمايتي ٿي ويس. ان کان پوءِ جڏهن به قائد عوام پشاور ايندو هو ته آءٌ هن جي تقرير ٻڌڻ ۽ هن سان ڳالهائڻ جو ڪو موقعو نه وڃائيندو هئس.

جون 1969ع ۾ پٿي صاحب جون زمينون سنڀاليندڙ مئنيجر گذاري ويو. هن حيات محمد خان شيرپائو کي چيو تہ قيوم (مون کي) لاڙڪاڻي موڪلي ڏئي. گهريلو حالتن جي ڪري اها آچ ٻن مهينن تائين نٽائيندو رهيس. پٿي صاحب جو خيال هو تہ آءٌ لاڙڪاڻي ۾ سندس زمينون سنڀاليان. بهرحال گهڻو وقت انڪاري ڪري نہ سگهيس. پر، آءٌ اتي هليو ويس. نومبر 1969ع ۾ پٿو صاحب پنهنجون زمينون ڏسڻ آيو ۽ منهنجو ڪم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. چونڊن کان پوءِ پٿي صاحب حڪومت سنڀالي ۽ آءٌ پنهنجي ڪم ۾ مصروف رهيس. صوبہ سرحد ۾ فيلڊ اسسٽنٽ جي حيثيت ۾ آءٌ گهڻن ئي جاگيردان ۽ زميندارن سان مليو هئس، پر ڪن ٿورن کان سواءِ سڀ يا تہ ڏاڍا ظالم هئا يا وري مطلق العنان هئا. پيپلز پارٽي جي حڪومت ٺهڻ کان اڳ سرحد ۾ ويچارو غريب هاري، مڪمل طور تي جاگيردار جي رحم و ڪرم تي هوندو هئو. پر جڏهن پٿي صاحب واڳون سنڀاليون تہ هن هارين جي حقن جي حفاظت ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

مارچ 1972ع ۾ پٿي صاحب ملڪ ۾ زرعي سڌارا آندا. ايوب خان جي زرعي سڌارن جي برعڪس، هن پيري وڏن زميندارن جون لکين ايڪڙ زمينون حاصل ڪيون ۽ بنا زمين هارين ۾ ورهايون. منهنجي علائقي "ڊنهور" ۾ ڪيترن ئي هارين کي مفت ۾ زمينون ڏنيون ويون. جنهن سان علائقي ۾ خوشحالي آئي. ايوب خان جي زرعي سڌارن پيري، پٿي خاندان جون ڪيتريون زمينون جيڪب آباد ضلعي مان هارين ۾ ورهايون ويون. بعد ۾ پٿي صاحب پاڻ جڏهن زرعي سڌارا عمل ۾ آندا تہ پٿي صاحب چيو تہ هن جي چاليهہ هزار ايڪڙ زمينون ڏيڻي پيئي. پر چاڪاڻ تہ هن جو مقصد غريبن جي ڀلائي آڻڻ هو هن زرعي سڌارا عمل ۾ آندا.

جڏهن زرعي سڌارا عمل ۾ آيا ۽ پٿي خاندان جون زمينون هارين ۾ ورهايون ويون تہ پٿي صاحب مون کي چيو تہ هارين کان بٽائيءَ ۾ حصو نہ ورتو وڃي. بهرحال، انهن هارين تي اٽڪل هڪ لک روپيا تقاوي قرض

رهيل هو. مون پنهنجي ڪمدار الله بخش کي هدايت ڏني هئي ته اهو قرض فصل لهڻ وقت وصول ڪيو وڃي، پر الله بخش منهنجي اجازت وٺڻ کان سواءِ مختيارڪار کي درخواست ڏني ته هارين تقاوي واپس ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. انهيءَ تي مختيارڪار پوليس موڪلي هارين کي گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو. جڏهن پنو صاحب لاڙڪاڻي آيو ته هڪ هاريءَ ڪيس درخواست ڏني ته ڪمدار الله بخش ڪانئس بٽائي ۾ حصو گهريو آهي ۽ نه ڏيڻ تي مختيارڪار هٿان اسان کي گرفتار ڪرائي ڇڏيائين. پنو صاحب فوراً ڪمدار کي گرفتار ڪرائڻ ۽ انڪوائري جو حڪم ڏيئي ڇڏيو. جيتوڻيڪ هارين غلط بياني کان ڪم ورتو پر ڪمدار گرفتار ٿي ويو. نيٺ آءٌ ڊپٽي ڪمشنر وٽ ويس ۽ ڪيس ڪمدار کي آزاد ڪرڻ لاءِ چيم جنهن تي هن چيو ته ڪمدار کي پنو صاحب جي حڪم تي انهيءَ لاءِ گرفتار ڪيو ويو آهي ته هن هارين کان ڏنل زمينن جي فصل جو حصو گهريو هو.

مون ڪيس دستاويزي ثبوت ڏيکاريا ته هن کي صرف انهيءَ لاءِ گرفتار ڪيو ويو آهي ته هن تقاوي قرض طلب ڪيو آهي. جڏهن ڊپٽي ڪمشنر کي حقيقت سمجهه ۾ آئي تڏهن ڪمدار کي آزاد ڪيو ويو. جڏهن آءٌ لاڙڪاڻي ويس ۽ پنو صاحب سان مليس ته ڪيس سڄي صورت واضح ڪيم. انهيءَ تي پنو صاحب چيو: "قيوم تون غريب هارين کي بڌرائي ڪانئن قرض وصول ڪرڻ گهرين ٿو؟"

مون وراڻيو: "هو تقاوي ڏيڻ کان انڪار ڪري رهيا هئا."

پنو صاحب اهو بڌي مشڪيو ۽ چيائين: "قيوم تو لکين روپين جي زمين ته کين مفت ڏيئي ڇڏي آهي ته هن قرض جي ڇا حيثيت آهي. هاڻي وڃ ۽ اهو قرض معاف ڪري ڇڏ."

هارين جي باري ۾ پنو صاحب جو رويو اهو هو. ٻين زميندارن جي برخلاف هن پاڻ پنهنجن هٿن سان هارين ۾ زمينون ورهايون.

دوسو دڙو ڏانهن ويندي هڪ رستو اسان جي فارم پرسان لنگهي

ٿو. ان وقت ممتاز علي ڀٽو سنڌ جو وزيراعليٰ هو. هن جي زمين تي گهاٽو جهنگ اُڀري آيو هو ۽ ان تي ٻي ڪا پوک ڪانه ٿيندي هئي. بهرحال، ان مان هڪ پڪو رستو ٺاهيو ويو هو. اهو جهنگ ممتاز علي ڀٽي جي شڪارگاهه طور ڪم ايندو هو. اسان جو ڳوٺ عزت جيوڻ ٻن ميلن جي پنڌ تي هو. هن ڳوٺ ۾ اڍائي سؤ کن ماڻهو رهندا هئا. جيڪي ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان زندگي گذاريندا هئا. ۽ هنن کي اڄ وچ جي ڪا سهولت ڪانه هئي. سو هڪ ڀيري مون ڀٽي صاحب کي گذارش ڪئي ته هڪ ٻن ميلن جو لنڪ روڊ هنن ڳوٺاڻن کي ٺهرائي ڏئي ته جيئن هنن کي آسان علائقي مان لنگهه ملي سگهي.

”نه نه. سرڪاري رستو منهنجين زمينن مان ڪيئن ٿو لنگهي سگهي؟“ هن وراڻيو.

”سائين، آءٌ زمينن تان رستو ڪيڻ لاءِ ڪونه ٿو چوان.“ مون چيو: ”آءٌ ته صرف اهو ٿو چاهيان ته ڳوٺاڻن کي رستو ملي، ائين جيئن پاڪستان جي ٻين شهرين کي رستي حاصل ڪرڻ جو حق آهي.“

”جيڪي غلط ڪم ڪندا انهن کي ڀوڳڻو پوندو.“ هن ٺهه پهه جواب ڏنو.

مون جڏهن ڏٺو ته منهنجي ڪانه ٿي هلي، تڏهن واپس وڃڻ جو فيصلو ڪيم پر جڏهن آءٌ هلڻ لڳس تڏهن مون کي پنيان سڏ ڪيائين.

”قيوم آءٌ ڄاڻيان ٿو ته توهان منهنجي فيصلي کان ناراض ٿي ويو آهين.“ هن چيو ۽ جڏهن مون سندس چهري تي نظر وڌي ته هن ڏاڍي رحمدليءَ سان مون کي ڏٺو. اڄ به جڏهن مون کي اهو منظر ياد اچي ٿو ته ڏاڍو بيچين ٿي ويندو آهيان.

مون چيو: ”نه سائين، آءٌ ناخوش ڪونه ٿيو آهيان. مون وٽ جيپ آهي ۽ آءٌ ڪٿي به اچي وڃي سگهان ٿو. مون ته صرف غريب ڳوٺاڻن لاءِ چيو ٿي جن کي اچڻ وڃڻ لاءِ نه ڪا سگهه آهي ۽ نه ڪا سهولت. مون ته ڳوٺاڻن لاءِ رستو چاهيو ٿي.“

”تہ پوءِ تون ڇو نٿو رستو ڳولهين. پر اهو خيال رک تہ اهو تنهنجن ئي پئسن مان ٿهڻ گهرجي. اسان پاڪستان جي زمين ۾ ماڻهن ٻنهي جي لاءِ ذميوار آهيون.“

پوءِ هن مون کي سمجهايو ۽ بہ لک رپين جي منظوري ڏني جيڪي سندس ذاتي اڪائونٽ مان ڪيرائڻا پيا.

بعد ۾ ڀٽو صاحب سازش جو شڪار ٿي ويو. ڪيس اهڪ انڌاريءَ ڪال ڪوٺڙي ۾ رکيو ويو. صورتحال روز بروز خراب ٿيندي ويئي ۽ نيٺ سپريم ڪورٽ، ڦاسي ڏيڻ واري فيصلي کي برقرار رکيو. هو پنهنجي پهرين زال امير بيگم سان مليو ۽ اها ئي سندن آخري ملاقات هئي. آءٌ بہ بيگم صاحبہ سان گڏ راولپنڊي ويو هئس، پر مون کي ملاقات جي اجازت ڪانہ ملي. بعد ۾ بيگم صاحبہ مون کي ٻڌايو تہ صاحب مڪمل طور پرسڪون هو ۽ پڇيو هئائين تہ آيا مديجي ڪان سکر وايا نئون ديرو رستو مڪمل ٿي ويو آهي. هيءَ منهنجي صاحب جي جرئت ۽ بردباري هئي جو موت جي ڪنڌيءَ تي هوندي بہ پنهنجي ماڻهن جي ڀلائيءَ جو اونو هئس.

واپس موٽندي، امير بيگم صاحبہ کي جهاز جي ٽڪيٽ ڪانہ ملي ۽ هوءَ بہ اسان سان گڏ ريل ۾ آئي. اسان جڏهن رستي ۾ هئاسين تہ فوج المرتضيٰ لاڙڪاڻي، 70 ڪلفٽن ڪراچي، نئين ديري ۾ امير بيگم جي گهر تي ڇاپا هنيا. هنن ٿنهي گهرن کي اجاڙي ڇڏيو. گهرن جا سمورو سامان، ڪپڙا ۽ ٻيو سامان رستي تي اڇلائي ڇڏيو. مون کي خبر ناهي تہ جنرل ضياءَ کي اهڙي ظالماڻہ ڪارروائي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي هئي. جڏهن منهنجي صاحب جي نياڻي وزيراعظم هئي تہ ڪنهن کي بہ انهيءَ حد تائين جو جنرل ضياءَ جي خاندان مان بہ ڪنهن کي هٿ نہ لاتو ويو پر هن ظالم اسان جي زندگي عذاب بڻائي ڇڏي هئي.

ٽين اپريل تي اسان لاڙڪاڻي پهتاسين. اتي اسان کي انهيءَ واقعي جي خبر ڏاڍو ڏهڪائي ڇڏيو. ٻئي صبح جو مون بي بي سي ٻڌي

جنهن ۾ ٻڌايو ويو هو تہ صاحب کي ڦاسي ڏيڻ واري معاملي تي کو فيصلو ڪونہ ڪيو ويو هو ۽ فائيل جنرل ضياءُ الحق وٽ هو. مون کي ٿورو اطمينان ٿيو ۽ سوچيم تہ گهر وڃي چانهہ جو ڍُڪ پيان. پر جڏهن آءٌ هلڻ لڳس تہ ڏٺم فوج ۽ پوليس رستا بلاڪ ڪري رکيا هئا. ڪنهن نہ ڪنهن طرح آءٌ اتان نڪري المرتضيٰ لاڙڪاڻي پهتس، جتي مون کي اوسارا ٻڌڻ ۾ آيا. اُتي مون کي افسرده افضل قادر مليو جيڪو مختيارڪار سان گڏ هئو مون رُئڻ جو سبب پڇيومانس.

چيائين: ”پنّي صاحب کي ڦاسي ڏني وئي آهي ۽ ڊي سي مون کي چادر وٺڻ لاءِ سڏيو آهي.“

سڄو شهر حراس ۽ افسوس ۾ ٻُڏل نظر آيو. هي ڀيانڪ ترين صبح هئو جيڪو يارهن سالن تائين هلندو رهيو. آءٌ سڌو بيگم صاحبہ وٽ ويس ۽ ڪيس ڊي سيءَ جو پيغام ٻڌايم، جنهن چيو تہ وٽس هڪ چادر آهي جيڪا هو عمري ادا ڪرڻ وقت ارضِ مقدس تان وٺي آئي هئي. ڏڪندڙ هٿن سان هن اها چادر مون کي ڏني. ڏهن پندرهن منٽن کان پوءِ مختيارڪار وري اتي پهتو ۽ چيائين تہ ڊي سي چئي ٿو تہ بيگم صاحب ڳڙهي خيرو اچي، جتي پنّو صاحب جو جسد خاڪي تدفين لاءِ آندو پيو وڃي. آءٌ بيگم صاحبہ سان گڏ نڪتس، ڳڙهي خدا بخش ۾ هوءَ ٿورو عرصو ريسٽ هائوس ۾ ترسي پر پوءِ پنهنجن پائرن جي گهر هلي ويئي. اٽڪل اٺين بجي صبح جو ٻہ هيليڪاپٽر آيا جن ذريعي پنّي صاحب جو لاش آندو ويو هو. فوجي آفيسرن جو چوڻ هو تہ هو ڏهن منٽن کان پوءِ تدفين ڪندا ۽ جن کي آخري ديدار ڪرڻو آهي سي انهيءَ وقت جي اندر ڪري وٺن. اسان انهيءَ ظالماڻہ رويي تي اعتراض ڪيو جنهن تي ڊپٽي ڪمشنر شاهد عزيز اڳتي وڌيو ۽ آرمي آفيسرن کي سمجهايائين تہ ڏهن منٽن وارو شرط نرم ڪيو وڃي. ان کان سواءِ پنّي صاحب جو لاش، بيگم صاحبہ جي پائرن جي گهر نيو ويو جتي بيگم صاحبہ آخري ديدار ڪيو.

جڏهن پٽي صاحب جو لاش آندو ويو ته اهو اڳ ۾ ئي تابوت ۾ هو ۽ ان تي گل به هئا. ان سان گڏ هڪ مولوي جو سرٽيفڪيٽ به هو جنهن ۾ چيل هو ته پٽي صاحب کي اسلامي طريقي ۾ غسل ڏنو ويو آهي ۽ ان کي ٻيهر غسل ڏيڻ جي ضرورت ڪانهي.

بعد ۾ مون کي حراست ۾ ورتو ويو انهيءَ ٻڌائڻ کان سواءِ ته منهنجو ڏوهه ڪهڙو آهي. درحقيقت هنن اهو چاهيو ٿي ته آءٌ پنهنجي بيان تان ڦري وڃان ته منهنجي صاحب کي ڦاسي ڪونه ڏني وئي آهي، پر هن کي ٽارچر ذريعي ماريو ويو آهي.

# صاحب جون سارو ڻيون

دوست محمد

1966ع ۾ جڏهن آءٌ مس پندرهن ورهين جو هئس تہ مرحوم بهاول بخش مون کي ساڻ ڪري بابو صاحب سان ملاقات ڪرڻ ويو جيڪو ان وقت 70 ڪلفٽن جو انچارج هئو. مون کي ان وقت نوڪريءَ جي گهرج هئي. مرحوم بابو مون کي سڏو پٽو شهيد وٽ وٺي ويو ۽ کيس ٻڌايائين تہ هو مون کي ٻارن جي سارسنڀال لاءِ ملازم ڪري رکي رهيو آهي. پوءِ صاحب مون کان منهنجو نالو پڇيو ۽ پوءِ چيائين تہ منهنجي سڀ کان وڏي ڊيوٽي اها هوندي تہ سمورن ٻارن کي صبح جو ڇهين وڳي جاڳائيندس تہ جيئن مهل سر اسڪول وڃي سگهن.

کيس پڪ ڪانہ هئي تہ اهو ڪم آءٌ پوريءَ طرح سرانجام ڏيئي سگهندس. تنهن ڪري مون کي تنبيهہ ڪيائين تہ ٻارن جي اسڪول وڃڻ ۾ ليٽ ٿيڻ کي هرگز برداشت نہ ڪندو ۽ صاف لفظن ۾ ٻڌايائين تہ جنهن ڏينهن ٻار ليٽ ٿيا، اهو منهنجي نوڪريءَ جو آخري ڏينهن هوندو.

ان ڏينهن کان پوءِ هن جي خدمت ڪندي مون کي ڪئين سال گذري ويا. سندس شهادت کان پوءِ آءٌ انهيءَ خاندان جي خدمت ڪندو

رهيو آهيان ۽ بيگم صاحبہ جي حاضري ۾ رهيو آهيان. صاحب ۽ سندس ويجهن کي ايترو قريب کان ڏٺو اٿم جو هن تي لکڻ لاءِ ڪتاب جا ڪتاب گهرجن. بهرحال هتي آءٌ صرف انهن واقعن تي اڪتفا ڪندس جيڪي مون سان وابستہ رهيا ۽ جيڪي هن وقت منهنجي دماغ جي پردي تي اڀري سگهن ٿا.

هڪ ڏينهن مون کي صاحب چيو تہ پاڇيون ۽ گوشت وٺي اچي چاڪاڻ تہ پورو گهر پڪنڪ ملهائڻ لاءِ هاڪس بي ويندو. آءٌ ضروري شيون خريد ڪري آيس ۽ پوءِ سڀ هاڪس بي وياسين، جتي هڪ هٽ ۾ ترسياسين. ٿوري ويرم کان پوءِ صاحب پاڻ ڏاڪڻ تان لهي هيٺ آيو ۽ چيائين تہ سموريون شيون ۽ گاسليٽ وارو چلهو کڻي، چاڪاڻ تہ ان ڏينهن پاڻ ڪاڏو تيار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو هئائين.

"جيڪڏهن اوهان ڪاڏو پچائيندؤ تہ ڪير کائيندو سائين؟" مون چيو.

"توکي خبر آهي تہ جڏهن آءٌ انگلينڊ ۾ پڙهندو هئس تہ پاڻ ڪاڏو رڌيندو هئس. هاڻي تون ڏس." صاحب کلندي جواب ڏنو.

صاحب ٺيڪ چيو هئو. هن جيڪو ڪاڏو تيار ڪيو هئو سو ڏاڍو لذيذ هئو. هر طرح ٺيڪ هئو بلڪل ائين جيئن صاحب زندگي جي ٻين شعبن ۾ پرفيڪٽ هئو. هو جيڪو ڪم ڪندو هو تنهن ۾ پوريءَ طرح شامل ٿي ويندو هو.

هڪ رات، نوين وڳي پٺتي صاحب مون کي سڏيو. هن گگل بابا (شاهنواز شهيد) کي ياد ڪيو هو. مون کيس سندس ڪمري ۾ ڏٺو هو ڪونہ هو. شهيد صاحب کي فڪر ٿي پيو سو مون کي ساڻ ڪري هيٺ باغيچي ۾ ويو. اتي ڏينهن جو مون هڪ عارضي "تنبو" ڏٺو هو جيڪو چئن ڏنڊن ۽ هڪ بستري جي چادر سان ٺاهيو ويو هئو.

منجهند جو مون ڏٺو هو تہ گگل بابا ان تنبوءَ هيٺان هڪ خندق کوٽي رهيو هو. اتي پهچي مون صاحب کي چيو تہ ممڪن آهي تہ گگل بابا انهيءَ تنبوءَ ۾ هجي. صاحب اتي پهچي آواز ڏنو ۽ گگل بابا نڪري آيو.

"تون رات جي وقت هتي ڇا پيو ڪرين؟" صاحب پڇيو.

"آءٌ هتي راند پئي ڪيڏيس." گگل وراڻيو.

"تو يقيناً ڪي عجيب رانديون دريافت ڪيون هونديون." ائين چئي گگل بابا کي وٺي اندر هليو ويو.

ٻئي ڏينهن، صاحب مون کي باغيچي کي پهتل نقصان بابت ٻڌايو. پر حقيقت اها آهي تہ اهو تنبو ائين ئي رهيو. اتي ايندڙ ويندڙ ڪيترن ملاقاتين انهيءَ "شامياني" ڏانهن اشارو ڪندي ڪانئس ان جو پڇيو پر صاحب انهن کي ڪونہ ڪو سبب ڏيئي ٽاري ڇڏيندو هو. هڪ ڏينهن مون صاحب کي چيو تہ اها ڪڏي پري ڇڏيان. چيائين: "نہ گگل، ڪيتري محنت سان اها ڪڏ کوٽي آهي ۽ جڏهن هو ڪا نئين راند دريافت ڪري پوءِ ان کي پوري ڇڏجانءِ."

صاحب کي ٻارن جا جنم ڏينهن ڪڏهن نہ وسريا. هڪ ڀيري پورو گهر ريل رستي ڪوئيٽا پئي ويو. مون کي رستي ۾ لاڙڪاڻي تي لهڻو هئو. لهڻ وقت ڀٽي شهيد مون کي چيو تہ آءٌ بہ ساڻن ڪوئيٽا وڃان ۽ پوءِ موٽي لاڙڪاڻي اچان. ڇاڪاڻ تہ ٻئي ڏينهن ڪوئيٽا ۾ مون کي ڪڇ ڪم ڪرڻو هو. مون کي خبر ڪانہ هئي تہ اهو ڪم ڪهڙي سلسلي ۾ هو پر جڏهن ڪوئيٽا پهتاسين، تڏهن ٻڌايائين تہ ٻئي ڏينهن محترمہ بينظير ڀٽو جي سالگرهہ هئي.

اها عجيب تقريب هئي، جنهن ۾ مهمان ڪونہ هئا ۽ نہ ڪا رسمي شيءِ هئي. هڪ ننڍڙي ڪمري ۾ صرف گهر جا ڀاتي پنهنجا ٻارڻ ۾ هئا. شهيد ڀٽي کي مون ايترو خوش ڪڏهن ڪونہ ڏٺو جهڙو اتي ڏٺو هئم.

هر روز بہ گهمرا ڏينهن ۾، هڪ گهمرو منجهند جي مانيءَ کانپوءِ، ٻيو رات جي مانيءَ کان پوءِ ڀٽو شهيد ماٺ ڪري صرف سگار ڇڪيندو هو. ان وقت هن جي ڪيفيت عجيب و غريب هئي. ائين لڳندو هو ڄڻڪ ڪنهن گهري سوچ ۾ هجي. انهيءَ وقت ڪنهن کي بہ اجازت ڪانہ هئي تہ ساڻس ڳالهائي. جنهن وقت صاحب سگار

ڏڪائيندو هئو آءُ اتان هليو ويندو هئس. اڌ ڪلاڪ کن کان پوءِ جڏهن سگار ڇڪي پورو ڪندو هو ته مون کي سڏيندو هو.

سندس لائبريري کيس جنت جهڙو سڪون ڏيندي هئي، اتي پهچڻ کان پوءِ هو پوريءَ دنيا کان بيخبر ٿي ويندو هئو. ان وقت خاندان جي افراد کان سواءِ ڪنهن کي اندر وڃڻ جي اجازت ڪانه هوندي هئي. اهو تمام گهٽ ٿيندو هو ته ڪڏهن لائبريريءَ اندر ڪنهن مهمان کي گهرايو هجائين. جڏهن ائين ٿيندو هو ته اسان سمجهندا هئاسين ته اهو ڪو خاص مهمان آهي.

ڪتابن لاءِ سندس شوق جو اهو عالم هو جو ايورنيو بوڪ اسٽال ۽ ساسي بوڪ اسٽال، هر نئون ڪتاب کيس موڪلي ڏيندا هئا. ايورنيو بوڪ اسٽال وارو صفدر مهدي، سمورن نون ڇپجندڙ ڪتابن جي جاڻ رکندو هو. اهي ڪتاب جيئن ئي پهچندا هئا، 70ڪلفٽن پهچي ويندا هئا، جيڪي اتي ڍار رکيا ويندا هئا. جڏهن شهيد ڀٽو پڇهندو هو ته انهن تي نظر وجهندو هو. پوءِ جيڪي رکڻ وارا هوندا هئا سي رکندو هو باقي واپس ڪيا ويندا هئا.

لائبريري ۾ هڪ وڏي ڏاڪڻ هوندي هئي. شهيد پيءُ، جو چوڻ هو ته هر ڪتاب پنهنجي موضوع جي حساب سان رکيو وڃي ۽ پڙهڻ جي وقت هو پاڻ ڏاڪڻ تي چڙهي اهو ڪتاب الماڙي مان ڪڍندو هو ۽ وري پنهنجي جاءِ تي رکندو هئو. ڪتاب ڪٿي رکيل هئڻ گهرجي يا ڪٿي پاڻ رکيو هوندائين، ان باري ۾ کيس چٽيءَ طرح ياد يادگيري هوندي هئي، گهڻو ڪري مون کي چوندو هئو ته فلاڻو ڪتاب هتي رکيو آهي، اتان ڪڍي اچان يا وري ڪٿي واپس رکي اچان.

هڪ ڀيري بيگم نصرت ڀٽو غير ملڪي دوري تان موٽي آئي هئي ۽ اتان سڌو 70 ڪلفٽن آئي. مسٽر ڀٽو اتي ويٺو هئو.

ايندي شرط کيس ٻڌايائين:

”مون تنهنجي لاءِ هڪ خوبصورت تحفو آندو آهي.“

"اهو تہ ڪتاب ئي هوندو." مسٽر پٿي وراڻيو.

"ها، اهوئي آهي." ۽ بيگم صاحب ہيءَ گهڙي اهو ڪتاب ڪيڍي شهيد پٿي کي ڏنو. پٿي صاحب ڪتاب ڏٺو ۽ پوءِ مسڪرائي مون کي چيائين تہ لائبريري ۾ رکي ڇڏيان، بعد ۾ بيگم صاحبہ مون کان پڇيو تہ صاحب ڇا ٿي چيو مون خاموش رهڻ ٿي گهريو پر پوءِ بيگم صاحبہ جي زور ڀرڻ تي ٻڌايومانس تہ پٿي صاحب کي اهو ڪتاب هڪ هفتو اڳ ملي چڪو آهي. بيگم صاحبہ کي ان تي يقين ڪونہ ٿي آيو جنهن تي آءٌ لائبريري ويس ۽ ٻئي ڪتاب ڪڍي کيس ڏيکاريم. ڪڏهن تہ ائين بہ ٿيندو هو تہ جنهن ڏينهن ڪتاب مارڪيٽ ۾ پهتو تنهن ڏينهن ئي کيس ملي ويندو هو.

حافظي جي لحاظ کان پوءِ شهيد ناقابل يقين حافظي جو مالڪ هو هڪ ڀيري ڪا شيءِ ڏسي يا ٻڌي جهٽ پٽر تي نقش ٿي وئي. هڪ ڀيري ايئرپورٽ کان موٽندي هوٽل ميٽروپول تي هڪ دڪان تي هڪ قالين لٽڪيل ڏٺائين. گهر پهچڻ کان پوءِ مون کي سڏي ٻئي ڏينهن اهو قالين خريد ڪرڻ لاءِ چيائين. منهنجي رهبري ڪرڻ لاءِ تہ قالين تي کهڙا نقش ۽ گل آهن، هن پينسل سان هڪ ڪاغذ تي مون کي ڊرائينگ جي ذريعي اهو ليڪي ڏنو جڏهن آءٌ انهيءَ دڪان تي پهتس تہ اهو قالين هڪدم سڃاتم ڇاڪاڻ تہ پٿي شهيد جيڪو نقشو ليڪي ڏنو هو اهو بلڪل انهيءَ قالين تي ڊزائين مطابق هئو.

ٻئي ڀيري، صاحب تمام تڪڙ ۾ 70 ڪلفٽن تي آيو ۽ پنجن منٽن لاءِ ڊرائينگ روم ويو ۽ اتان سڌو ايئرپورٽ ويو.

پوءِ پنڊيءَ مان مون کي فون ڪري پڇيائين تہ ڊرائينگ روم ۾ رکيل چار چشما ڪٿي آهن. مون کي ياد ڪونہ پئي آيا پر صاحب مون کي ٻڌايو تہ هڪ کي ڳاڙهي ليڪ هئي ۽ ٻيو ٽورو ٽڪوريل هو. تڏهن بہ مون کي ياد ڪونہ پئي آيو. ان کان پوءِ مون کي چيائين تہ سڌو مٿي ڊرائينگ روم وڃي ۽ دروازي جي بنهہ سامهون واري شيلف ۾ ڏسان.

ٽيسٽائين پنو صاحب ٽيليفون تي انتظار ڪري رهيو هو. آءٌ ٻڪندو مٽي ويس پر ٽيسٽائين مون کي ياد اچي ويو تہ اهي شايد اهي ٿي هوندا جيڪي بيگم صاحبہ نوادرات واري دڪان تان آندا هئا. جنهن کان پوءِ مون کي هدايت ڏنائين تہ اهي تمام سنڀال سان رکان ۽ مٿس پالش بہ ڪرائي ڇڏيان. مون کي ياد آهي تہ آءٌ ڊرائينگ روم روزانہ ڪيڏيءَ خبرداريءَ سان صاف ڪندو هئس ۽ هر شيءِ پنهنجي جاءِ تي رکندو هئس پر چشمن جي جاءِ وسري ويئي هئم. جڏهن تہ پنو صاحب کي اهو بہ ياد هو تہ ڪهڙو چشمو ٽڪوريل هو.

هو ماحولياتي صفائي جو بہ وڏو پارکو ۽ محافظ هو. هڪ گهمري هو جيئن ئي اسلام آباد هوائي اڏي تي لٿو سڌو مون کي ڪراچي ٽيليفون ڪيائين. آءٌ ان وقت پنهنجي گهر وارن سان گڏ سئنيما ۾ فلم ڏسي رهيو هئس. صاحب جي فون کان پوءِ منهنجي ڳولا ٿي ۽ نيٺ ٿوري وقت اندر ملي ويس. جڏهن مون وري صاحب سان ڳالهايو تہ مون کي چيائين تہ چام صادق علي کي ڳوليان جيڪو ان وقت ڪيس هٿ نہ ٿي آيو. چام صادق علي ان وقت لوڪل باڊيز جو وزير هئو. مون کي هدايت ڪيائين تہ ڪيس صاحب جو نياپو پهچايان. جيڪو شارع فيصل تي لڳايل گاهہ جي باري ۾ هو. ٿيو هيئن تہ صاحب ايئرپورٽ ويو پئي تہ شارع فيصل جي وچ تي پوکيل خوبصورت گاهہ کي ڪا ڍڳي چري رهي هئي. صاحب جو چوڻ هو تہ اهو گاهہ شهر جي سونهن لاءِ پبلڪ جي پئسي مان لڳايو ويو آهي، تنهن کي بچائڻ گهرجي، اسان ان وقت محسوس ڪونہ ڪيو تہ اهو ساڳيو چام صادق علي، سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيندو ۽ پوءِ صوبي جي دولت کي پاڻ ٿي چري ويندو.

مون هڪ گهمري ڪيس ٻڌايو تہ منهنجي ڳوٺ ۾ بجلي ڪانہ هئي، اوڏيءَ مهل اڌ رات جو هڪ وڳو هو هن اوڏي مهل پنهنجي ذاتي سيڪريٽري زاهد حسين کي سڏي حڪم ڏنو تہ ٽن ڏينهن اندر منهنجي ڳوٺ ۽ رستي ۾ ايندڙ ٻين ڳوٺن کي بجلي مهيا ڪري. چوٿين

ڏينهن مون کي فون تي پڇيائين تہ منهنجي ڳوٺ ۾ بين ڳوٺن کي بجلي ملي ويئي آهي، جنهن تي مون ورائيو تہ ڪم هلي رهيو آهي ۽ ٻئي ڏينهن بجلي ملڻ جي توقع آهي.

ڪلفٽن واري بنگلي تي غلام مسيح هڪ خاڪروب آهي، جيڪو اڃا زنده آهي ۽ هاڻي سندس عمر اسي ورهيہ هوندي، هن پنهنجي نانيءَ کي پي آءِ اي ۾ بطور لوڊر پرتي ڪرڻ لاءِ هڪ درخواست پنهنجي بريف ڪيس ۾ رکي ۽ غلام مسيح کي تسلي ڏني تہ ان ۾ ڪجھ وقت لڳندو پر ٿي ويندو. تنهن کان پوءِ صاحب اسلام آباد هليو ويو. اتان واپسيءَ کان پوءِ غلام مسيح کي سڏيائين. جڏهن هو آيو تہ صاحب چيس:

"اهو نہ سمجهانءِ تہ ڪو مون کي ڳالھ وسري ويئي آهي، ڪجھ مسئلو آهي، پر هاڻي اهو حل ٿي ويو آهي."

ان کان پوءِ غلام مسيح هليو ويو. چئن ڏينهن کان پوءِ ڪيس آرڊر مليو ۽ شام جو شهيد پنهنجي پاڻ فون ڪري تصديق ڪئي تہ غلام مسيح کي سندس نانيءَ جو آرڊر ملي ويو آهي.

هڪ گهمري رات جو ڏيڍ بجي پنهنجي صاحب ڪراچيءَ ۾ قيام دوران مون کي گهرايو ۽ چيائين تہ ڪيس ننڊ ڪانہ پئي اچي تنهنڪري ٿورو پنڌ ڪرڻ گهرجي. ٻي ڪا پنڌ جي جاءِ مناسب نہ سمجهي پنهنجي صاحب مون کي ساڻ ڪري 70 ڪلفٽن جي اندر ئي ملازمن وارن ڪوارٽرن ڏانهن رُخ رکيو. جڏهن اسان پمپ وٽ پهتاسين تہ صاحب ڏٺو تہ اليڪٽريشن بينچ تي سستو پيو هو. هن ڪانئس پڇيو تہ ڇا بينچ تي سمهڻ جو سبب اهو تہ ڪونهي تہ وٽس ڪو ڪمرو ڪونهي ۽ سچ پچ ڪيس ڪو ڪمرو ڪونہ هو پنهنجي صبح جو اليڪٽريشن لاءِ ڌار ڪمري ناهڻ جو حڪم ڏنو.

هڪ پيري هلڪي بارش وسي رهي هئي. اسان دروازي کان ٻئي ٻاهر نڪري وياسين، ڪيس شلوار ڪڙتو پهريل هو ۽ ٻانهن جا ٻٽڻ

ڪليل هئا. سيڪيورٽي اسٽاف جون گاڏيون فوراً اڳيان پويان هلڻ لڳيون، جنهن تي ڪين چيائين ته هو هليا وڃن ڇاڪاڻ ته ڪيس صرف پنڌ ڪرڻو هئو. بهرحال سيڪيورٽي وارا ٿورو فاصلو رکي پويان هلڻ لڳا. مون کي ياد آهي ته اها جمعي جي رات هئي، جڏهن غازي بابا جي مزار تي ماڻهن جا انبوهه هوندا آهن. هو مسلسل رستي جي ڪناري سان هلي رهيو هو رستي ۾ مون کي چيائين ته اڌ رات جي هن ويل جيڪڏهن ڪو ڪيس هن حالت ۾ پنڌ ڪندي ڏسي وٺي ته ڪوبه ڪيس سڃاڻي نه سگهندو.

"نه سائين! هو اوهان کي سڃاڻي وٺندا." مون وراڻيو.

بهرحال، پنهو صاحب هلندو رهيو. نيٺ اسان اڇي ٻن تلوارن واري چؤواٽي تي پهتاسين، اوڏيءَ مهل چوڪيدار کٽ تي سمهي رهيو هو. اتي بيهي چيائين ته هن چام صادق علي کي هدايتون ڪيون آهن ته هو هن چؤواٽي جو ڪم جلد از جلد مڪمل ڪري، پر هن اڃا تائين نه ڪيو آهي، پنهو صاحب جو آواز ٻڌي چوڪيدار جاڳي پيو سو ننڊاکڙي آواز ۾ چيائين:

"هينئر چو هتي بيٺا آهيو. مون کي ڇو ٿا تنگ ڪريو. ڏينهن جو اچي چؤواٽو ڏسجو."

پنهو صاحب ڪانئس معافي ورتي ۽ پوءِ پنهنجو تعارف ڪرايائين جنهن تي چوڪيدار هڪدم اُٿي بيٺو ۽ معافي ورتائين. پنهو شهيد ڪيس تسلي ڏني جنهن تي چوڪيدار ڪيس پنهنجي پٽ جي نوڪريءَ لاءِ چيو. پنهو صاحب وراڻيو: "صبح جو درخواست کڻي اچجانءِ جڏهن سڀ جاڳيل هجن."

ٿوري ويرم اندر انهيءَ ڪمهلي وقت ڪئين ماڻهو اتي گڏ ٿي ويا ۽ "جيئي پنهو" جا نعرا هڻڻ شروع ڪري ڏنائين. سيڪيورٽي جو عملو فوراً اڳيان آيو ۽ پنهو صاحب جي چوڌاري حفاظتي گهيرو وڌائون پر صاحب ڪين تنبيهه ڪري پنهنجي هٽائي ڇڏيو ته عوام کي مون کان پري نه ڪريو.

اتي ويٺا ئي هئاسين ته وڏڦڙو مينهن پوڻ شروع ٿي ويو ۽ اسان واپس 70 ڪلفٽن ڏانهن رُخ رکيو. تنهن کان پوءِ به ڀٽي صاحب کي لنڊن ڪانه آئي، تنهن ڪري پنهنجي ننڍڙي گاڏي، سيڪيورٽي عملي کي اڪ ٿيٽ ڪري بنگلي مان نڪري آيو اتان اسان طارق روڊ، صدر ڪلفٽن، ڪياماڙي گهمندا رهياسين تان جو صبح جا ساڍا چار وڄي ويا. جڏهن اسان واپس 70 ڪلفٽن تي پهتاسين ته سيڪيورٽي عملي وارا اچرج ۾ پئجي ويا ته اسان سمجهيو ته وزيراعظم اندر آرامي آهي، جڏهن ته هو هڪ ننڍڙيءَ گاڏيءَ ۾ پوري ڪراچيءَ ۾ گهمي رهيو هو.

مون کي اها شام ڪڏهن نه وسرندي جڏهن سندس حڪومت جو تختو اونڌو ٿيو. مون کي المرتضيٰ جي چهر تي گهرايائين ۽ چيائين ته ڪيس اڳتي ڏاڍا اٿانگا ڏينهن نظر اچي رهيا آهن، تنهنڪري جيڪڏهن ڪو نوڪر وڃڻ چاهي ته هو ڪيس خوشيءَ سان رخصت ڪرڻ لاءِ تيار آهي، مون ڪيس پوري عملي جي طرفان خاطري ڏياري ته هو ساڻس گڏ رهيا آهن ۽ خوشيءَ سان هن تان سر صدقو ڪرڻ لاءِ تيار هوندا، اهو ٻڌي صاحب ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اسان جي جرئت جي تعريف ڪرڻ لڳو.

ساڻس منهنجي آخري ملاقات ڪراچي سينٽرل جيل ۾ ٿي، جڏهن ڪيس لاڙڪاڻي مان گرفتار ڪري ڪراچي وٺي آيا هئا. مون ڪيس تمام خاموش ۽ پُرسڪون ڏٺو هو مون کي ياڪر پائي مليو تنهن وقت بيگم صاحبه مس بينظير ڀٽو ۽ مير مرتضيٰ 70 ڪلفٽن تي هئا. صنم بيبي ۽ شاهنواز ملڪ مان وڃي چڪا هئا.

مون کي روئڻ اچي ويو. هن مون کي چيو ته هيءَ روئڻ جو وقت ڪونهي، صاحب مون کي چيو ته سندس ڳالهيون غور سان ٻڌان ۽ سندس پيغام بيگم صاحبه تائين پهچايان. مير کي بنا ڪنهن دير جي لنڊن موڪليو وڃي. انهيءَ تي مون وراڻيو ته جيڪڏهن مير مرتضيٰ لنڊن هليو ويو ته پويان لاڙڪاڻي واري تڪ ۾ چونڊون ڪير

سنڀاليندو. "ڪهڙيون چونڊون؟ چونڊون ڪونه ٿينديون. هيءُ ملڪ اهو ڪجهه ڏسندو جيڪو اڳ تاريخ ۾ ڪڏهن ڪونه ٿيو آهي." ۽ پوءِ ڪاوڙ ۾ مون کي چيائين: "تون منهنجي ڳالهه ٻڌين چو ڪونه ٿو بيگم صاحبه کي چئجانءِ ته مير اڄا تعليم پوري ڪونه ڪئي آهي ۽ سڀاڻي مون کي معلوم ٿيڻ گهرجي ته هو هليو ويو آهي."

"بينظير کي خبر آهي ته ڪيس ڇا ڪرڻو آهي." پنهنجي صاحب وري چوڻ شروع ڪيو. "هن تعليم پوري ڪري ورتي آهي. هوءَ به جيڪڏهن هلي وڃي ته بهتر ٿيندو ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هوءَ هتي رهي ته ڪيس ناقابل تصور ڏينهن ڏسڻا پوندا. پر هن جي مرضي ته هو ڇا ٿي ڪري، هاڻي تون وڃ ۽ تمام خبرداريءَ سان بيگم صاحبه کي پيغام ڏجانءِ مير کي ضرور هليو وڃڻ گهرجي."

مون خدا حافظ چيو ۽ بوجهل قدمن سان اتان موٽي آيس. ٻئي ڏينهن انڪل چئين وڳي مير مرتضيٰ ٻاهر هليو ويو. ان کان پوءِ هو ڪونه موٽيو آهي. بيبي بينظير ٻاهر وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هن کي ملڪ جي عوام سان جيڪو ناتو نڀائڻو هو جيڪو ڪردار ادا ڪرڻو هو هن اهو ناتو نڀايو ۽ پوءِ فوجي آمريت جي خلاف ۽ جمهوريت جي بحاليءَ واري عظيم جدوجهد ۾ عوام جي ولوله انگيز قيادت ڪئي، خدا، پاڪستان جي عوام جي ۽ بينظير ٻنهي جي حفاظت ڪري.

# محبت ڪندڙ مهربان مالڪ

محمد عرس

سال 1973ع ۾، آءٌ چوڏهن سالن جي عمر ۾ المرتضيٰ، لاڙڪاڻي ۾ ويٽر طور مقرر ٿيس. چند ڏينهن کان پوءِ ڀٽو شهيد لاڙڪاڻي آيو ۽ واپسيءَ تي مون کي راولپنڊي هلڻ لاءِ حڪم ڪيائين. آءٌ هن حڪم تي ٿورو بدحواس ٿي ويس، پر ڀٽي صاحب تمام رحمدليءَ سان مون کي سمجهايو تہ مون کي گهبرائڻ جي ڪا ضرورت ناهي، ڇاڪاڻ تہ آءٌ سندس اولاد وانگيان هئس.

آءٌ راولپنڊي هليو ويس جتي مون کي شهيد ڀٽو صاحب ۽ سندس ٻارن جي خدمت ڪرڻي هوندي هئي، هو مون تي ايترو مهربان هئو جو منهنجي ملازمت جي پهرين مهيني ئي مون کي پاڻ سان گڏ روس جي دوري تي وٺي ويو.

هڪ ڀيري مون کي ڀٽي صاحب گهرايو. ان وقت مون ڪنهن سان فون تي پئي ڳالهايو تنهنڪري وٽس حاضر ٿيڻ ۾ ٿوري ويرم ٿي ويئي. انهيءَ تي هو ايترو ناراض ٿيو جو مون کي چيائين تہ هو منهنجي جاءِ تي ٻئي پراڻي نوڪر بهاول کي ڏسڻ پسند ڪندو. چند ڏينهن کان پوءِ

اسان جڏهن واپس المرتضيٰ لاڙڪاڻي پهتاسين تہ آءٌ پنهنجا ٽپڙ ٻڌي نئين ديري پهچي ويس. جڏهن اها سُڌ ڀٽي صاحب کي پئي، تڏهن پنهنجي گاڏي موڪلي مون کي تمام شفقت سان گهرايائين. آءٌ جڏهن چانهہ کڻي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيس، تڏهن مون کي چيائين: ”تون سلطان احمد چانڊيو آهين ڇا جو ڪاوڙجي هليو وئين؟“

اهو جملو ٻڌي منهنجا هٿ ڏڪڻ لڳا ۽ انهيءَ ۾ چانهہ جي پيالي مان ڪجهہ ڦڙا انهيءَ فائيل تي ڪري پيا جيڪو ڀٽو صاحب ڏسي رهيو هئو. اهو ڏسي ڀٽي صاحب تمام شفقت ڀري نظر سان مون کي ڏسي چيو: ”گهبراءِ نہ. ڊپ نہ ڪر.“

شهيد ڀٽو ٻين نوڪرن سان گڏ مون سان بہ تمام نرمي، شفقت ۽ محبت سان پيش ايندو هئو هو هميشه مون کي پاڻ سان گڏ رکندو هئو ايستائين جو غير ملڪي دورن ۾ بہ سندس خدمت ۾ حاضر رهندو هئس، جتي غير ملڪي شخصيات بہ موجود هونديون هيون.

ترڪيءَ ۾ هڪ ملاقات، جنهن ۾ اسلامي سربراهہ ڪانفرنس جي باري ۾ فيصلو ٿيڻو هو ان بعد، ايران جي بادشاهہ رضا شاهہ ڀٽي صاحب کي چيو تہ واپسي دوران تهران تائين ساڻس گڏ سفر ڪري، ايئرپورٽ تي ڪسٽم آفيسرن منهنجي هٿن ۾ سامان ڏسي، اهو کولي چڪاس ڪرڻ لاءِ چيو جنهن تي مون وراڻيو تہ ”هي ڀٽي صاحب جو بريف ڪيس آهي ۽ صرف ڪيس ئي ان جي لاڪ نمبرن جي خبر آهي.“ اهو ڏسي عين انهيءَ وقت ڀٽو صاحب، شاهہ ايران کي وٺي اتي پهچي ويو جيڪو ڏسي ڪسٽم آفيسر هٽي ويا. پر هوائي جهاز جي اندر هن مون کان انهيءَ واقعي جي حقيقت معلوم ڪئي، جنهن تي ڀٽي صاحب، شاهہ ايران کي چيو تہ اهو نامناسب آهي تہ منهنجي عملي جو سامان چيڪ ڪيو وڃي خاص ڪري انهيءَ وقت جڏهن هو سندس دعوت تي ساڻس گڏ سفر ڪري رهيو هجي. اها ڳالهہ ٻڌي شاهہ ايران معذرت ڪئي.

پٽي صاحب جي حافظي جي باري ۾ هونئن تہ ڪئين ڳالهيون مشهور آهن، پر جيڪا ڳالهہ مون کي ڪانہ وسرندي سو لاهور جو واقعو آهي. لاهور ۾ عام جلسو ٿي رهيو هئو. جلسي هلنديء صاحب پبلڪ مان هڪ اهڙي ماڻهوءَ کي اسٽيج تي گهرايو جنهن کي هن ڏهہ سال اڳ ڇوڪرو ڏٺو هو ۽ هاڻي هو جوان ٿي ويو هو. وڏيڪ اچرج جي ڳالهہ هيءَ هئي تہ ان نوجوان ڏاڙهي بہ رکي هئي.

مون کي پٽو صاحب ۽ جنرل ضياءُ الحق جي ميٽنگ جو بہ ياد آهي.

ضياءُ الحق جڏهن بہ ايندو هو تہ هو بدحواسي ۽ ناقابل ضبط حالت ۾ هوندو هو ايستائين جو ڪڏهن ڪڏهن چانهہ ۾ کنڊ وجهڻ بہ وسري ويندي هئس. بلڪ هڪ گهمري کنڊ. پيالي جي بدران ساسر ۾ ڪري پيس ۽ هو ائين چانهہ پي ويو هڪ گهمري مون کيس کنڊ ملائڻ ۾ مدد ڪئي ۽ جڏهن ملاقات ختم ڪري ٻاهر نڪتو تہ مون کي چيائين تہ آءٌ ايتري وڏي ماڻهوءَ جي خدمت. بنا بدحواس ٿيڻ جي ڪيئن جاري رکي سگهان ٿو.

هڪ واقعو مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي. جنرل ضياءُ الحق جي پٽي صاحب سان شام جو ڇهين وڳي ملاقات رکيل هئي. پنجين بجي پهچي ويو ۽ اچي اي ڊي سي خالد حميد وٽ ويهي رهيو. انهيءَ وچ ۾ پٽي صاحب مون کي چيو تہ هڪ فائيل اي ڊي سي کان وٺي اچان. مون کان هڪ غلطي ٿي وئي جو آءٌ سڌو اي ڊي سي وٽ هليو ويس، جتي ضياءَ هڪ غلط فائيل کنيو ويٺو هو. عين انهيءَ وقت اي ڊي سي جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٿيو ۽ اي ڊي سي چيو "هليو آءٌ". اي ڊي سي جي ڪٽي ڏسي تہ شهيد پٽو بيٺو هو ۽ سندس هٿ ۾ اهو فائيل هو جيڪو هن منهنجي هٿان اي ڊي سي وٽان آڻڻ لاءِ چيو هو.

هي ايترو جلدي ۽ اوچتو ٿيو جو سيني لاءِ اُٿي بيهڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هو. سڀ بيهي رهيا. مگر ضياءُ الحق ايترو بدحواس ٿي ويو جو پنهنجي هٿ ۾ ٻرندڙ سگريٽ ڪٽي جيڪيٽ جي کيسي ۾

وڏائين. ڀٽو شهيد. اها حالت ڏسي ضياءُ الحق کي گڏ وٺي لان ۾ هليو ويو. چند گهڙين کان پوءِ ڪيپٽن سڙڻ جي بو اچڻ لڳي جيڪا ضياءُ الحق جي ڪيسي مان اچي رهي هئي. ڀٽي صاحب اهو ڏسي مون کي فوراً ٽوال آڻڻ لاءِ چيو جيڪو مون آڻي ضياءُ الحق جي ٻرندڙ جيڪيٽ جي ٻاهر وسائي، جڏهن ضياءُ الحق هليو ويو تڏهن ڀٽي صاحب وڏا ٽهڪ ڏنا ۽ چيائين ته اهڙو جنرل ڪيئن دشمن جو ميدان جنگ ۾ مقابلو ڪري سگهندو.

چوٿين ۽ پنجين جولاءِ 1977ع جي وچ واريءَ رات جو آءٌ سندس خدمت ۾ هئس. مسٽر عبدالحفيظ پيرزادو، ڪوثر نيازي، غلام مصطفيٰ جتوئي ۽ ممتاز علي ڀٽو سائس گڏ رات جي ماني کائي رهيا هئا ۽ سياسي معاملن تي گفتگو ڪري رهيا هئا. رات جو اٽڪل ڏيڍ وڳي ڀٽو صاحب پنهنجي آرام گاهه ۾ آيو ۽ مون کي چيائين ته انهيءَ رات هو وڌيڪ فائيل ڪونه ڏسندو. اوچتو مون کي ياد آيو ته ڦاسيءَ جي سزا ڏنل ٻن ملزمن جون رحم جون درخواستون پيل هيون ۽ هنن کي ورندي صبح جو ڦاسي ملڻي هئي، مون اُٺي سندس بيڊروم جي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي، جڏهن دروازو کليو ته مون اهي فائيل ڪيس پيش ڪيا. هو ويهي رهيو ۽ انهن جي سزائن کي عمر قيد ۾ تبديل ڪرڻ جا حڪم ڪيائين. جڏهن ڏنائين ته رحم جي درخواستن ۾ وقت ڪونهي رهيو ته مون کي چيائين ته سيڪريٽري زاهد حسين کي چوان ته اٽارني جنرل يحيٰ بختيار کي فون ڪري ٻڌاءِ ته هنن جي سزاءِ موت عمر قيد ۾ تبديل ٿي ويئي آهي ۽ کين ڦاسي نه ڏني وڃي.

پوڻين ٻي وڳي جڏهن آءٌ پنهنجي ڪمري ۾ پهتس ته اتي سيڪيورٽي آفيسر مون کي ٻڌايو ته مارشل لا لڳايو ويو آهي. مون ڪانئس مارشل لا لڳڻ جو مطلب معلوم ڪيو ڇاڪاڻ ته مون کي اها ڄاڻ ڪانه هئي، هن مون کي سادن لفظن ۾ ٻڌايو ته فوج اسان جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو آهي. مون فوراً ميجر جنرل

امتياز سان ڳالهايو جنهن چيو ته هو جيستائين ان جي خاطري نه ڪندو تيستائين انهيءَ باري ۾ ڪجهه ٻڌائي نه سگهندو. پر مان انهيءَ جو انتظار نه پئي ڪري سگهيس. تنهن ڪري آءٌ ٻاهر نڪري آيس ۽ اچي نور محمد مغل کي انهيءَ ڳالهه کان آگاهه ڪيم. اڃا رستي ۾ ئي هئس ته اتي ۾ هڪ فوجي آفيسر مليو جنهن مون کي روڪي هٿ مٿي ڪرڻ لاءِ چيو. مون پنهنجا هٿ مٿي ڪيا پر هٿ مٿي ڪندي ڪندي مون کيس چيو ته هو پنهنجي سينيئر آفيسر کان اجازت وٺي ته آيا آءٌ اڳتي وڃي سگهان ٿو.

هو جيئن اڳتي پنهنجي سينيئر آفيسر ڏانهن وڌيو. آءٌ ڊُڪ پائي نور محمد مغل جي ڪمري ۾ هليو ويس ۽ کيس مارشل لا لڳڻ جو ٻڌايم. هن مون کي صلاح ڏني ته نه ٻاهر نڪران ۽ نه ئي ڪنهن سان ڳالهايان. پر مون اها ڳالهه نه مڃي ۽ ٻاهر نڪري سڌو ڀٽي صاحب جي بيڊ روم ڏانهن ڊوڙ پاتي ۽ کيس مارشل لا جي باري ۾ ٻڌايم. هن مون کي حڪم ڏنو ته ٻارن کي سندس ڪمري ۾ سڏي وٺان. جيڪو مون بنا ڪنهن وقت وڃائڻ جي ڪيو.

فوجي آفيسر، جيڪو وزيراعظم هائوس تي متعين هو تنهن مون کي ٻڌايو ته ڪيپٽن ئي ٽئنڪن پرائيم منسٽر هائوس کي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي جيڪي پي ايم هائوس کي هڪ منٽ جي اندر پٽ ڪري سگهن ٿيون. هن مون کي چيو ته ڀٽي صاحب کي صلاح ڏيان ته ڪهڙي طرح به پنهنجو پاڻ کي بچائي. آءٌ واپس شهيد ڀٽو وٽ پهتس ۽ کيس سموري روئداد ٻڌايم. ڀٽي صاحب تي ڇڙڪ ڪوئي اثر ڪونه ٿيو. هو بنهه پر اطمينان ۽ پُرسڪون رهيو ۽ ورائيائين:

”زندگي ۽ موت رب العزت جي هٿ ۾ آهي. آءٌ خدا کان سواءِ ڪنهن کان ڊنل ڪونه آهيان.“

اٽڪل ٻي بجي ٽائين پورو وزيراعظم هائوس گهيري ۾ اچي چڪو هئو. ڀٽي صاحب، ضياءَ کي ٽيليفون ڪري مارشل لا جي باري ۾

پڇيو پر هو غالباً ان جي نتيجن کان خوفزده هئو. اٽڪل ٽين وڳي ڌاري فوج، وزيراعظم هائوس جا سمورا ٽيليفون ڪاٽي ڇڏيا. بيگم صاحبہ، بيبي بينظير ۽ شهيد شاهنواز کي صبح جو سوير پرائيم منسٽر هائوس مان نڪري وڃڻ جي اجازت ڏني ويئي.

جنرل ضياءَ، ڀٽي صاحب سان واعدو ڪيو تہ هو پي ايم هائوس ۾ ئي قيام ڪندو ڪيس ساڳيو ئي پروٽوڪول ملندو چوندڙون ٽن مهينن اندر ڪرايون ويندڙيون ۽ في الوقت ڀٽي صاحب کي صرف سهالا ريسٽ هائوس منتقل ڪيو ويندو. ڀٽي صاحب مون کي هدايت ڪئي تہ آءُ سموريون شيون کڻي ڪراچي وڃان ۽ سينيئر واسطيدارن کي ٻڌايان تہ مارشل لا ڀٽي صاحب جي مرضيءَ جي برخلاف لڳايو ويو آهي.

ڀٽو صاحب، مري مان آزاد ٿي ڪراچي آيو ۽ اتي پنهنجن دوستن کي ٻڌايائين تہ اها ڳالهہ سوچڻ اجائي آهي تہ آيا فوج کيس جيل ۾ رکي ٿي يا آزاد ڪري ٿي، اصل سازش کين مارڻ جي آهي.

ڀٽي صاحب کي جڏهن فوج نواب احمد خان واري ڪوڙي ڪيس ۾ پڪڙڻ آئي تہ اهو رمضان شريف جو پلارو مهينو هئو. آءُ ڀٽي صاحب کي سهري ڪارائي سندس ڪمري مان ٻاهر نڪري رهيو هئس. هنن فوراً مون کي ڳٽر کان پڪڙي پٽ سان کڻي لڳايو جيئن سمورن نوڪرن سان ڪيو هئائون، شايد انهيءَ انديشي کان تہ متان اسان ڀٽي صاحب جي ڪنهن خفيہ طريقي سان مدد ڪري سگهون. جڏهن هنن کي پڪ ٿي ويئي تہ اسان نوڪر سڀ سوگها ٿي چڪا آهيون تہ هو سڀ ڀٽي صاحب جي ڪمري ۾ ڊوڪي ويا. ٿوريءَ ويرم کان پوءِ مون ڏٺو تہ بيگم صاحبہ ٻارن سميت ڀٽي صاحب جي ڪمري مان نڪري رهي هئي. ڀٽي صاحب، نڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو ۽ چيو تہ آءُ پهريائين سندس سامان ٻڌان ۽ تيار ڪريان.

چند گهڙين کان پوءِ هڪ فوجي آفيسر ڀٽو صاحب جي ڪمري مان ٻاهر نڪري منهنجو نالو وٺي ڪئين گهمرا وڌي واڪي سڏيو ۽ ان

ڪان پوءِ اهو بہ ٻڌم تہ ڪوئي مون کي شوٽ ڪرڻ جو چئي رهيو هو. جڏهن اهو ٻڌم تہ آءُ هڪدم نڪري آيس. آءُ ٻڌل هئس، هنن مون کي ڪنهي ڪنيو ۽ آڻي مون کي پٽي صاحب جي ڪمري ۾ ڦٽي ڪيائون. مون صاحب جي سامهون سندس سامان ٻڌڻ شروع ڪيو. ٻئي صبح جو هنن مون کي بيگم صاحبہ، بيبي بينظير ۽ شاهنواز کي ڇڏي ڏنو پر باقي نوڪرن کي گيريج ۾ بند ڪري ڇڏيائون. هر ڪمرو هر ڪنڊ فوج جي ڪنٽرول ۾ هئي. ائين ٿي لڳو ڄڻڪ هو ڪنهن ٻي فوج سان وڙهڻ آيا هئا.

پٽي مرحوم کي ضمانت تي آزاد ڪيو ويو. اتان هو سڌو لاڙڪاڻي آيو ۽ اسان سڀ هن سان، مير مرتضيٰ ۽ شاهنواز سان گڏجي نئين ديري عيدگاهہ نماز پڙهڻ وياسين. اها سندس آخري عيد هئي، پر انهيءَ کي محسوس ڪرڻ کان سواءِ، هزارين ماڻهو پٽي صاحب سان عيد ملڻ آيا ۽ سيني ڪمن ڪارين کان واندو ٿي آءُ اڌ رات جي قريب پنهنجي گهر پهتس.

شهادت عظميٰ جي آخري رات وانگيان، پٽو شهيد اسان سيني کي المرتضيٰ ۾ گڏ ڪيو هن اسان سيني کي چيائين تہ ڪيس مستقبل ۾ ڪئين مشڪلاتون نظر اچي رهيون آهن، پر ان لاءِ اسان کي ڪئين قربانيون ڏيڻيون پونديون.

”تنهنڪري، جيڪڏهن اوهان مان ڪو مون کي ڇڏڻ گهري ٿو تہ هينئر ڇڏي وڃي، آءُ اهڙي شخص کي ڇڏڻ ۾ خوش ٿيندس.“

اسان جي آڏو تاريخ اسلام جو عظيم واقعو موجود هو جيڪو اسان جي زندگيءَ جو عظيم ترين ورثو هو. اسان ڪيس ڇڏڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو خواهہ ڇا بہ ٿئي.

ان ڪان پوءِ مون ڪيس سپريم ڪورٽ ۾ ڏٺو. مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. صاحب جسماني طور ڏاڍو ڪزور ٿي ويو هو پر چهري ۾ ڏاڍو پُرعزم ۽ ولولہ انگيز نظر اچي رهيو هيو.

آءٌ پنهنجي صاحب سان گڏ پوري دنيا ڏسي چڪو هئس ۽ ڪيس وڏن وڏن عالمي ليڊرن سان ڏٺو هئم. پر مون هن ڪي سيني ڪان گهڻو اوچو ۽ بُلند ڏٺو.

اڄ، اسان ڪيس پنهنجي درميان نه ڏسي پنهنجو پاڻ ڪي تنها محسوس ڪريون ٿا. پر مون اهو هرگز محسوس ڪونه ڪيو آهي ته پنهنجي زندگي اصولن، حق، سچ ۽ جدوجهد جي راهه ۾ قربان ڪرڻ جي ڪري، هن تاريخ ڪي داغدار بڻائي ڇڏيو هجي، بلڪ هو اهڙو نقش پا ڇڏي ويو آهي، جيڪو هر گذرندڙ لمحي ۾ تاريخ ڪي وڌيڪ تابناڪ بڻائي رهيو آهي.

# گهر جي اُڪير

## عثمان فليشمين

جڏهن بہ پٽو صاحب لاڙڪاڻي ۾ المرتضيٰ ايندو هو تہ سڌو رُخ باغ ۾ پاليل هرڻ ڏانهن ڪندو هئو. هو ان کي ڏاڍو پائيندو هو. ان کان پوءِ طوطي ڏانهن ويندو هئو جيڪو بہ ساڻس ڏاڍو هري مريٰ ويو هو. خواهہ پٽو شهيد پنهنجي جهولڻيءَ ڪرسيءَ تي سوچيندو هجي يا وري لڪڻ واري ميز تي مصروف هجي، هو انهيءَ مان بہ چند گهڙيون ڪڍي، سڌو طوطي وٽ ويندو هو. ڪيس جهوليءَ ۾ کڻي پوءِ پنهنجي قلم سان ان تي مٽي جي نقش و نگار ٺاهڻ جي ڪوشش ڪندو هئو.

ڪيس وڻن ٽڻن سان بہ ايترو ئي شوق هئو. مسز بندرانائڪي جي پاڪستان جي دوري وقت المرتضيٰ ۾ هڪ پپر جو ٻوٽو پوکيو هئو جيڪو هاڻي وڏي وڻ تي ويو آهي. هو اڪثر نوڪرن کي چوندو هئو تہ چاڪاڻ تہ ٻوٽو مسز بندرانائڪي جو پوکيل آهي. تنهنڪري سيني کي انهيءَ جو خيال رکڻ گهرجي. ڪيس وڻن جو ايترو اونو هوندو هو جو هن نوڪرن کي هدايتون ڪري ڇڏيون هيون تہ ڪو وڻ پاڻمرادو سُڪي وڃي تہ بہ ان جي ٽڙ کي نہ ڪٽيو وڃي. صرف هڪ پيرو هن وڻ کي ڪپڻ جو حڪم ڏنو هو ۽ اهوئي سندس ڏاڍو ڏکيو فيصلو هو.

مون کي ياد آهي تہ سئمنگ پول جي پر ۾ هڪ ڪجيءَ جو وڻ هو ۽ پوءِ ائين ٿيو تہ هو مڙئي بنھ تلاءَ جي مٿان اچي بيٺو. ان جو نتيجو هيءُ ٿيو جو نہ صرف ان وڻ مان ڪجيون ۽ پن اچي سئمنگ پول ۾ پوندا هئا پر ان ۾ پکين جا آکيرا ۽ هنن جون وٺيون هر وقت تلاءَ کي گندو ڪنديون رهنديون هيون. انهيءَ دوران پنو صاحب المرتضيٰ آيو ۽ ايندي شرط مالهيءَ کان پڇيائين تہ ڪجيءَ جي وڻ جو ڇا حال آهي. مالهيءَ کي خبر هئي تہ وڻ ڪپڻ کان پنو صاحب کي ڪيتري نفرت هئي، سو وراڻيائين تہ هو ڪجھ نہ ڪجھ ڪندو. ٻئي گهمري جڏهن پنو صاحب آيو تہ مالهيءَ کان وري ساڳيو سوال ڪيائين، جنهن تي مالهيءَ چيو تہ هو هڪ شاميانو تلاءَ جي مٿان هٽي ڇڏيندو تہ جيئن گند پول ۾ نہ ڪري. ٽئين گهمري اچڻ تي پنو صاحب ساڳيو سوال ڪيو جنهن تي مون جواب ڏنو "سائين، وڻ تمام پلو آهي ۽ اوسر بہ چڱي اٿس، پر ان جي ڪري سارو سئمنگ پول تباھ ٿي ويو آهي. پوري گندگي پرجي ويئي آهي. اسان وٽ انهيءَ کي ڪپڻ کان سواءِ ڪا واٽ ڪانهي." اهو ٻڌي پنو صاحب اونهي خيال ۾ ٻڏي ويو ۽ چيائين: "انهيءَ جي تہ مون کي ڏاڍي ڳڻتي آهي."

"چڱو ھاڻي جيڪڏهن ڪجھ نٿو ڪري سگهجي تہ پوءِ ان کي ڪٽوئي پوندو." هن وراڻيو پر مون ڏٺو هن اهو فيصلو دل تي پٿر رکي ڪيو.

حڪومت ۾ هئڻ وقت ڪيترا ڪارخانا، محڪما ۽ ٻيا ادارا کيس شيلڊون ڏيندا هئا. هيءَ شيلڊون ٻتين ۾ ٿي پيون هونديون هيون. آءٌ اهي شيلڊون ڪڍي وڏي گيسٽ هائوس جي ديوارن تي هٽي ڇڏيندو هئس ۽ اجا تائين ٽنگيون پيون آهن. انهيءَ دوران جڏهن محترمہ بينظير المرتضيءَ پهتي تہ پنو صاحب کيس وٺي گيسٽ هائوس ڏيکارڻ آيو. انهيءَ وقت پنو صاحب جي هڪ وڏي تصوير ٽنگي رهيو هئس.

پنو صاحب کيس ٻڌائڻ شروع ڪيو: "هيءَ تصوير انهيءَ وقت جي آهي جڏهن آءٌ فرانس ۾ هئس." ۽ پوءِ مون کان شيلڊ جي باري ۾



پاڪستان جو پر وقار وزيراعظم



شهيد ڀُٽو جوانيءَ وارن ڏينهن ۾



شهيد ڀٽو ءِ بيگم نصرت ڀٽو چين جي انقلابي رهنما چو اين لاءِ سان.
ساڻن گڏ بيٺل ٻار: بينظير ڀٽو مير مرتضيٰ ڀٽو شاهنواز ڀٽو ءِ صنم ڀٽو



سينٽرل جيل راولپنڊي، جتي شهيد ذوالفقار علي ڀٽو کي ڦاسيءَ چاڙهيو ويو



جڏهن بيگم نصرت ڀٽو ۽ محترمه بينظير ڀٽو (شهيد) لاهور ۾ ڪرڪيٽ
ڏسڻ ويون تہ ماڻهن سندن ڀرپور آجيان ڪئي، حڪمرانن جي چُشي تي
پوليس عوام مٿان تشدد ڪيو. وچ ۾ پوڻ تي بيگم نصرت ڀٽو پڻ زخمي ٿي



محترمہ بينظير ڀٽو 1986ع ۾ جلاوطنيءَ کان پوءِ وطن ورڻ تي
استقبال لاءِ آيل عوام کي پليڪار ڪندي



آمر ضياءَ جي آمريت خلاف احتجاج ڪندڙن مٿان
پوليس جي لٺبازي (فوٽو: 1987ع)



شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ چين جو عظيم اڳواڻ مائوزي تنگ
هڪ ٻئي سان هٿ ملائيندي



ٻه دوست: شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ۽ لبيا جو اڳوڻو انقلابي رهنما ڪرنل قذافي



شهيد ڀٽو، پنهنجي حڪومتي دور ۾ گڏيل عرب عمارات جي سربراهه
شيخ زيد بن سلطان النهيان سان گڏجاڻي ڪندي



شهيد ڀٽو پنهنجي عوامي حڪومت دور ۾ وزارتي گڏجاڻيءَ جي صدارت ڪندي



جناب ذوالفقار ڀٽو (شهيد) ۽ مسز اندرا گانڌي (شهيد) پاڻ ۾ هٿ ملائيندي
۽ شهيد ڀٽي جي پر ۾ بيٺل محترمه بينظير ڀٽو (شهيد) (فوٽو: 1972ع هندستان)



بيگم نصرت ڀٽو ۽ محترمه بينظير
ڀٽو پهرين حڪومت سنڀالڻ وقت



قائد عوام شهيد ذوالفقار علي ڀٽو عوام کي خطاب ڪندي



شهيد ڀٽو هڪ پورهيت سان حال اوريندي



شهيد ڀٽو پنهنجي حڪومت دور ۾ زرعي سڌارن تي عمل
دوران ٽريڪٽر اسڪيم جو افتتاح ڪندي



شهيد ڀٽو مائو ڪيپ ۾



شهيد ذوالفقار علي ڀٽو 1967ع ۾ وزير
خارجہ جي عهدي تان استعفيٰ ڏيڻ
ڪانپوءِ پاڪستان پيپلز پارٽي جو
اعلان ڪندي



محترمہ بينظير ڀٽو سندس والده
بيگم نصرت ڀٽوءِ صنم ڀٽو.
جڏهن ضياءَ دور ۾ محترمہ کي پيڻ
جي شاديءَ تي وقتي آزاد ڪيو ويو

پڇيائين. مون ٻڌايو تہ اهي پيتين ۾ بند پيون هيون تنهنڪري اهي ڪٽي پتين تي هٽي ڇڏيم. ان ڪان پوءِ پٽي صاحب جي دلچسپي ويتر وڌي ۽ بيبي بينظير ڪي هر شيلڊ جي باري ۾ ٻڌائڻ لڳو.

"هيءُ اسان جو بهترين وادو آهي ۽ ان سان گڏ هڪ سٺو سيٽ ڊزائينر بہ آهي، پر انهن ٻنهي ڳالهين سان گڏ تورو بيوقوف بہ آهي." چئي جيئن ئي بيبي بينظير سان تعارف ڪرايائين، بيبي مون کي اسلام عليڪم ڪري ڪيڪاريو.

ڪئين گهمرا ائين ٿيو جو پٽو صاحب پروجيڪٽر تي فلمون ڏسندو هئو. آءٌ راولپنڊي ۾ پروجيڪٽر جي آپريٽر سان جڏ تي ويهي رهندو هئس. هڪ دفعو هو اوير پاڪستان ۾ ٺهيل فلم "نيا سورج" ڏسي رهيو هئو. بيبي بينظير بہ گڏ فلم ڏسي رهي هئي. هيءُ فلم ڏڪار جي وقت غريب ماڻهن جي حالتن جي عڪاسي ڪري ٿي. جيتوڻيڪ ڪمري ۾ اوندهہ هئي پر تڏهن بہ پردي تي ڪرندڙ فلم جي روشني ڪري پٽو صاحب جو چهرو نظر اچي رهيو هو هڪ منظر اهڙو آيو جو پٽو صاحب جي اکين ۾ ڳوڙها ڳڙي آيا ۽ اها ڪيفيت ڪافي عرصو جاري رهي.

ٻئي دفعي آءٌ خانداني تلوارن کي پٽي صاحب جي نگرانيءَ ۾ المرتضيٰ ۾ ديوارن تي لڳائڻ ۾ مشغول هئس، پر هڪ تلوار لڳائيندي ڪِري پئي ۽ سڌي منهنجي پير تي اچي پئي، جنهن ڪري منهنجو پير ڪپجي پيو. انهيءَ جو نشان اڃا تائين منهنجي پير تي موجود آهي. مون کي ڏڪيل ڏسي پٽو صاحب ڏاڍو غمزده ٿي ويو ۽ فوراً پنهنجو رومال ڪڍي مون کي ڏيئي چيائين: "فوراً ڊاڪٽر ڏانهن وڃ، ممڪن آهي تہ تلوار زهريلي هجي." آءٌ سڌو ڊاڪٽر نصير شيخ ڏانهن ويس، جنهن منهنجي ملم پٽي ڪئي، مون کي هڪ سُئي بہ هنئي. مون اهو تلوار جو ڏڪ سهسايو چاڪاڻ تہ ان جي ڪري مون کي شهيد پٽي جو رومال تحفي طور مليو جيڪو اڃ تائين مون وٽ آهي.

جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو آهي ته پنهنجو صاحب، پنهنجن هرٽن کي ڏاڍو پائيندو هو. هو عموماً هنن جي ڪنهڙي ۾ هليو ويندو هو ۽ هنن سان کيڏندو هو. هڪ گهمري هڪ منچلي هرڻ ڪيس ٽڪر هڻي سندس ڪوٽ ڦاڙي وڌو. صاحب مون کي اهو ٻڌايو جنهن جو حل به صاحب کي ٻڌايم. پوءِ مون ڪاٺ جا گولڙا ٺاهي اهي هرٽن جي سڱن تي هڻي چڙهيا. ٻئي ڏينهن جڏهن صاحب هرٽن وٽ ويو ته عجب ۾ پئجي ويو ته رات وچ ۾ چنهبيارا سڱ ڪيئن گول ٿي ويا آهن. هرٽن جي راکي ڪيس سڄي ماجرا ٻڌائي ته ڪيئن هنن جي سڱن ۾ ٽڪ ماري ويئي آهي. انهيءَ تي صاحب ڏاڍو زور زور سان ٽهڪ ڏنا. ٿوريءَ ويرم کان پوءِ اندر ويو ته پنهنجي ملٽري سيڪريٽري کي فون تي ٻڌاياڻين ته "هي ننڍڙو بيوقوف ماڻهو مون کي ڪيترو کلائي ٿو." ملٽري سيڪريٽري فوراً مون کي گهرائي چيو ته "تون وزيراعظم کي ڇو ٿو کلائين."

مون کي انهيءَ تي اچرج ته لڳو پر مون ٻڌايومانس ته انهيءَ ڏينهن مون وزيراعظم کي ڏٺو به ڪونه هو. بهرحال اهو اندازو ٿيم ته ڪا گڙٻڙ ضرور ٿي آهي. شام جو جڏهن آءُ پنهنجي صاحب جي آڏو آيس ته مون کي ڏاڍو خوف پئي لڳو پر مون کي ڏسي صاحب هڪ پيرو وري وڏا ٽهڪ ڏنا.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته المرتضيٰ ۾ شاهه ايران جي اعزاز ۾ ثقافتي تقريب جو اهتمام ڪيو ويو هو. پرنس ڪريم آغا خان به انهيءَ تقريب ۾ معزز مهمان هو. ڪراچيءَ مان هڪ باورچي لڏڻ خان گهرايو ويو جنهن شامي ڪباب ٺاهيا هئا ۽ پاڻ ئي مهمانن کي پيش ڪري رهيو هو. هڪ ڪباب شهيد پنهنجي چکيو ۽ پوءِ ساراهيندي چيائين: "واهه لڏڻ خان، تمام سٺا ڪباب آهن."

لڏڻ خان اهو ٻڌي ايڏو ڦونڊجي ويو جو سڌو باورچي خاني ۾ ويو ۽ اتي بين کي پنهنجي صاحب جي ڪيل ساراهه ٻڌائيندي ٻڌائيندي بيهوش ٿي ويو ۽ ساهه نڪري ويس. جڏهن پنهنجي صاحب کي اهو ٻڌايو ويو ته هو ويساهه ڪرڻ لاءِ تيار ڪونه هئو. "اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي. اجا ٻه ڏ گهڙيون اڳ لڏڻ خان هتي بيٺو هو."

فوراً تقريب ڪجهه عرصي لاءِ روڪي ويئي ۽ صاحب، وزير صحت مسٽر عبدالوحيد ڪٽپر کي هدايت ڪئي ته لڏڻ خان جي ميت کي ٻين ماڻهن جي نگرانيءَ ۾ سندس گهر لياقت آباد ڪراچي موڪليو وڃي.

هڪ گهمري، شهيد پٽي مون کي هدايت ڪئي ته سندس بيڊروم ۾ ڪي مغل تصويرون لڳايان. مون اهي تصويرون اهڙيءَ طرح هنيون جو اهي هڪ ٻئي کان پري نظر اچي رهيون هيون. جيتوڻيڪ ان وقت صاحب تڪڙ ۾ هو پر ڪجهه گهڙيون رُڪيو ۽ چيائين: ”ڇا مغل وزير، مغل شهنشاهه کان ناراض آهي.“

”ان وقت جي سياست جي مون کي ڄاڻ ڪانهي سائين.“ مون جواب ڏنو. انهيءَ تي هن انهن تصويرن کي پنهنجي پنهنجي جاءِ بدلائڻ ۽ سندس مرضيءَ مطابق هڻڻ جي هدايت ڪئي. انهيءَ مان مون صرف اهو سکيو ته ننڍيون ننڍيون ڳالهيون به هن جي آڏو وڏي اهميت رکنديون هيون. ان کان پوءِ آءٌ اهڙين ڳالهين ۾ وڌيڪ محتاط ٿي ويس.

ان وقت فلسطين تنظيم آزاديءَ جو چيئرمين ياسر عرفات آيو هو. آءٌ ٻين ملازمن بهاول، رسول بخش ۽ محمد بخش سان گڏ المرتضيٰ جي ورانڊي ۾ بيٺا هئاسين ته ٻئي عظيم ليڊر هٿ هٿ ۾ ڏيئي ڊرائنگ روم مان ٻاهر نڪتا. پٽو صاحب اسان جي پر ۾ اچي رڪيو ۽ عرفات صاحب سان اسان جو تعارف ڪرايائين. جنهن ڏاڍي گرمجوشيءَ سان اسان سان هٿ ملايو ۽ پنهنجي سيڪريٽري کي هدايت ڪيائين ته اسان مان هرهڪ کي 20 ڊالر خرچي ڏي.

ان کان پوءِ ائين ٿيو جو صاحب جي ڪنهن مداح، پٽي صاحب کي سٺي نسل جي ڪتي جا ٻه پلونگڙا ڏنا، جن منهنجي لاءِ مسئلو پيدا ڪري وڌو اهي پلونگڙا آءٌ راولپنڊيءَ مان لاڙڪاڻي کڻي آيس، پر چند مهينا پوءِ جڏهن شهيد پٽو لاڙڪاڻي پهتو ته هنن مان هڪ وڏو قد ڪري ويو هو پر ٻيو ڪجهه لاغر رهجي ويو هو. ٻنهي کي ڏسي صاحب

ڪي يقين ڪونہ پئي آيو تہ هي اهي پلونگڙا هئا. تنهن کان پوءِ صاحب انهيءَ شخص جنهن اهي پلونگڙا ڏنا هئا، تنهن سان رابطو ڪيو تہ ان تصديق ڪئي تہ اهو درست آهي، ڇاڪاڻ تہ پئي پلونگڙا ڏار ڏار نسل جا هئا.

نندي ڪتي جو نالو Happy رکيو ويو جنهن جي باري ۾ بيبي بينظير پنهنجي ڪتاب Daughter of the East ۾ لکيو آهي تہ هو ڪيئن ان پلونگڙي کي پنهنجي اوور ڪوٽ ۾ لڪائي ڇڏيندي هئي ۽ ان وقت ٻاهر ڪڍندي هئي جڏهن جيل ۾ اندر پهچندي هئي. هيپي، ڀرپائين هيڏانهن هوڏانهن ڏسندو هو ۽ پوءِ جيل جي سيخن مان ٽپندي سڌو صاحب وٽ وڃي ساهہ پٽيندو هو.

ڪتن جي ڳالهہ نڪتي آهي تہ مون کي هڪ واقعو ياد اچي ٿو. هڪ ڀيري پتي شهيد المرتضيٰ ۾ ڪلي ڪچهري لڳائي جتي ماڻهو پنهنجا ڏک سور بيان ڪرڻ آيا هئا. قطار ۾ هڪ ماڻهو اهڙو بہ هو جنهن پئي صاحب ڏانهن ڪري رکي هئي، جڏهن سندس نمبر آيو تہ پتي صاحب ڏٺو تہ پئيءَ کان سندس قميص ليڙون ليڙون ٿيل هئي. صاحب پڇيس تہ هي ڇا آهي؟

”صاحب: هي تنهنجي در تي ٻڌل ڪتن منهنجو حال ڪيو آهي.“ پوڙهي چيو.

”پر منهنجي در تي ڪوبہ ڪتو ڪونهي.“ صاحب چيس.

”صاحب منهنجي قميص، پوليس يونيفارم پهريل ڪتن ڦاڙي آهي.“

اهو ٻڌي اتي بيٺل پوليس سپرنٽينڊنٽ ڏند ڪرٽڻ لڳو پر صاحب ان کي دڙڪا ڏيئي پري ڪيو.

”توکي ڇا کپي؟“ صاحب پڇيو.

”آءٌ اوهان جي هيليڪاپٽر ۾ گهمڻ چاهيان ٿو.“ هن پوڙهي چيو.

ڇام صادق علي ۽ غلام مصطفيٰ جتوئي ٻئي اتي موجود هئا. پتي صاحب انهن ڏانهن رُخ ڪندي چيو تہ ”ٻڌو هيءُ شخص ڇا ٿو چئي؟“

ان سان گڏوگڏ مون کي حڪم ڪيائين ته شام تائين به جوڙا ڪپڙن جا هن شخص لاءِ تيار ڪرايا وڃن.

"هن کي باورچي خاني ۾ وٺي وڃو ۽ کيس چڱيءَ طرح ماني کارايو. شام جو هي مون سان گڏ هيليڪاپٽر ۾ هلندو." ٻيءَ گهڙي صاحب حڪم جاري ڪيو.

آءٌ ۽ نور محمد مغل فوراً انهيءَ شخص کي ٻه ۾ هڪ درزي وٽ وٺي وياسين. وري ساڍا گڏ منجهند جي ماني کاڌي سين. بهرحال سيڪيورٽي وارن جي چوڻ تي ته هو شخص ٿورڙو دماغي طور درست ڪونه هو تنهنڪري هن کي هيليڪاپٽر جي سفر تي ڪونه نيو ويو. ان جي عيوض کيس هڪ هزار روپيا ڏيئي واپس ڪري ڇڏيوسين.

هڪ رمضان جي مهيني ۾ آءٌ پڙويلي ۾ ٽنگيل هڪ تصوير جي فريم جي مرمت ڪري رهيو هئس. ڪنهن مهل صاحب پنهنجي ڪمري مان نڪتو ۽ مون کان پڇيائين ته ڇا ٻانگ اچي ويئي آهي. ڪم منهنجي دماغ تي ايترو ڇانيل هو جو مون سمجهيو ته صاحب پُڇي رهيو هئو ته فريم تيار ٿي ويا آهن. سو مون بنا ڪنهن دير ڪرڻ جو جواب ڏنو: "جي ها سائين!" صاحب نه ڪئي هم ۽ نه تم ٻه ڪارڪون ڪنيائين ۽ کائي ڇڏيائين. ٿوريءَ دير کان پوءِ چاچا تاج محمد ۽ ميجر ڊومو کاڌي جي پريل ٽرالي سان اتي نمودار ٿيا ۽ سڌو صاحب جي ڪمري ۾ هليا ويا. ٽرالي پهچڻ شرط صاحب ماني کائڻ شروع ڪري ڏني. ڪجهه ڏهن منٽن کان پوءِ ٻانگ جو آواز آيو تڏهن مون محسوس ڪيو ته منهنجي غلطيءَ جي ڪري صاحب پنهنجو روزو وقت کان اڳ ٽيجي ڇڏيو. اهو محسوس ڪري آءٌ اهڙو گهبرائجي ويس جو ڪم ڪار ڇڏي سڌو پنهنجي گهر هليو ويس. پتو صاحب هليو ويو. ان کان پوءِ جڏهن به المرتضيٰ ايندو هو ته آءٌ اتي وڃڻ ۽ سندس نظر چڙهڻ کان پاسو ڪندو هئس. ائين به پيري صاحب لاڙڪاڻي آيو پر انهيءَ موقعي تي آءٌ گم ٿي ويس. ٽئين پيري صاحب آيو ته کُلي

ڪچهري ڪپائين. آءٌ بہ سلام ڪرڻ لاءِ اتي پهتس، جيئن ئي صاحب جي مون تي نظر پيئي تيئن صرف مُشڪيو جنهن مان مون سمجهيو تہ منهنجي غلطي معافي ٿي ويئي آهي.

هڪ ڏينهن صاحب، المرتضيٰ ۾ ترسيل هئو تہ مون مين گيٽ جي ٻاهران ماڻهن جو وڏو هجوم ڏٺو. مون هجوم جو سبب معلوم ڪيو تہ خبر پئي تہ هڪ پوڙهو ماڻهو ڪراچيءَ مان آيو آهي، جنهن وٽ پنهنجي ڌيءَ جي ڏاج لاءِ پئسا ڪونهن ۽ هو هتي وزيراعظم کان ڪجهہ مدد وٺڻ آيو آهي. آءٌ اندر ويس ۽ نور محمد مغل کي چيم تہ تون صاحب جي ڌيان تي اها ڳالهہ آڻ، ممڪن آهي تہ صاحب ڪا سندس مدد ڪري. نور محمد واقعي اها ڳالهہ صاحب کي گوش گذار ڪئي جنهن هڪدم اسان ٻنهي کي ٻاهر موڪليو اها خبر لهڻ لاءِ تہ آيا ضرورتمند حقيقي آهي يا نہ. اسان سمورا تفصيل ڪٺا ڪري اندر صاحب کي ٻڌايو تہ عرضدار ڪراچيءَ ۾ پاڇي وڪڻندڙ آهي ۽ هو سچو پچو گهرجائو آهي. صاحب اهو ٻڌي پنهنجي بريف ڪيس مان ويهہ هزار روپيا ڪڍي ڪيس ڏيڻ لاءِ هدايت ڪئي. جڏهن اسان ان شخص کي پئسا ڏنا تہ هن کي يقين ڪونہ پئي آيو ۽ اسان ٻنهي کي هڪ هڪ هزار روپيا انعام ڏيڻ پئي چاهيو پر اسان انڪار ڪندي ڪيس چيو تہ هو سڌو ڪراچي وڃي پنهنجي نياڻيءَ جي شادي ڪري.

هيءَ ڪهاڻي تہ آءٌ Foolish man مان Flash man ڪيئن ٿيس، سا بہ هڪ دلچسپ ڪهاڻي آهي، صاحب کي نوادرات سان ڏاڍي گهري دلچسپي هئي. هن 71 ڪلفٽن واري گهر ۾ هڪ قديم دروازو هڻڻ ٿي گهريو. مسٽر ڪٽپر اهڙو دروازو ويهہ هزار روپين ۾ لڳرائڻ جو انتظام ڪيو ۽ اهو دروازو جيڪب آباد ۾ هو. دروازو تمام عام هو اهو ڏسي مون صاحب کي چيو تہ آءٌ هڪڙو ڪاٺ جو دروازو جنهن تي جانورن جون تصويرون اُڪريل هونديون، تنهن جو مفت انتظام ڪري سگهان ٿو. اهو ٻڌي پنو صاحب صرف مُشڪيو ۽ چيائين "Foolish".

ان ڪان پوءِ صاحب اسلام آباد هليو ويو ۽ آءُ لاڙڪاڻي هليو ويس.
پر هن منهنجي آڇ کي وساريو ڪونہ هو ڇاڪاڻ تہ ڇئن ڏينهن کان پوءِ ڪراچيءَ جي وڪٽوريا فرنيچر ڪمپنيءَ جو مالڪ مسٽر هيلفرم مون وٽ لاڙڪاڻي آيو ۽ مون کي دروازي ڏيکارڻ لاءِ چيائين. آءُ هن کي لاڙڪاڻي کان اٽڪل ويهہ ڪلوميٽر پري هڪ ڳوٺ ۾ وٺي ويس ۽ کيس دروازو ڏيکاريم. اهو ڏسي مسٽر هيلفرم اچرج ۾ پئجي ويو. هن چيو تہ هي دروازو تہ ٻہ لک روپين ۾ ملندو. اهو ٻڌي مون وراڻيو "جناب، اهو دروازو منهنجو آهي ۽ آءُ ڇاڪاڻ تہ پنهنجي صاحب جو آهيان، تنهنڪري اوهان کي فڪر ڪرڻ جي ګهرج ڪانهي."
صاحب، ڪراچيءَ ۾ هو تہ اهو دروازو 71 ڪلفٽن واري گهر ۾ لڳايو ويو. هو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پنهنجي سيڪريٽري کي چيائين تہ مون کي هڪ تعريفي سرٽيفڪيٽ ڏئي. سرٽيفڪيٽ انگريزيءَ ۾ هئو تنهنڪري مون کيس چيو تہ ان ۾ لکيل ڇا آهي، اهو مون کي ٻڌاءِ هن ٻڌايو:
"هن ۾ آهي تہ اڄ کان تون Foolish man ڪونہ رهيو آهين بلڪ Flash man هوندين."
لاڙڪاڻي ۾ منهنجي گهر جي ننڍڙي ڪمري ۾ اهو سرٽيفڪيٽ اڄ بہ لڳل آهي جنهن مون کي فولش مين مان فليش مين بڻائي ڇڏيو.

## منهنجو ليڊر

محمد حنيف خان

پاڪستان جي ماڻهن جي اها گهڻ بدنصيبي ڪانه هئي جو 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جو هڪدم پوءِ باباءِ قوم قائداعظم محمدعلي جناح گذاري ويو. سندس دست راست قائد ملت لياقت علي خان به ستت ئي هڪ سازش جو شڪار ٿي شهيد ٿي ويو ۽ قوم جي ٻيڙي سنگين طوفان ۾ ڪنهن ناخدا کان سواءِ تڳڙڻ لڳي ۽ پوءِ سازش جي پويان سازش ڪيڏجڻ لڳي. ڪئين خود غرض سياستدان اقتدار تي قبضو ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويا، جنهن ۾ سڀ کان ڪنو ڪردار غلام محمد ادا ڪيو جنهن جي چالن ۽ سازشن ملڪن جي سياسي اُفق تي غير يقيني فضا پيدا ڪري وڌي، سموريون جمهوري روايتون ٽٽي ويون ۽ جمهوري ادارا پاش پاش ٿي ويا ۽ ملڪ اندروني توڙي بيروني طور اضطراب، بيچيني ۽ طاطم ۾ شڪار ٿي ويو. غير پارلياماني حرڪتن جو اهڙو سلسلو شروع ٿي ويو جو ڪئين شرمناڪ واقعا نمودار ٿيا ۽ هي سلسلو نيٺ 1958ع ۾ مارشل لا لڳڻ تي نتيجه خيز ٿيو جنهن ۾ جنرل ايوب خان چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر طور ملڪ جون واڳون سنڀاليون.

جنرل ايوب خان جي ڪابينہ ۾ هڪ ذهين ۽ ولولہ انگيز صلاحيتن واري نوجوان بيريسٽر کي بہ شامل ڪيو ويو جنهن جو تعلق سنڌ سان هئو. اهو شخص اڄ دنيا ۾ ذوالفقار علي ڀٽي شهيد جي نالي سان مشهور آهي، جنهن جو فلسفو ۽ فڪر، هن وقت ڀٽو ازم جي نالي سڃاتو وڃي ٿو.

فطرت کے مقاصد کی کرتا ہے نگہبانی
یا بندہ صحرائی یا مرد کوہستانی

ان وقت ڪنهن ٿي ڄاتو تہ هي پروقار نوجوان هڪ ڏينهن پاڪستان جي عوام جو محبوب قائد بڻجي ويندو ۽ بين الاقوامي اُفق تي ڪاميابيءَ جو منارو بڻجي ويندو. ڪنهن کي خبر هئي تہ هو پاڪستان جي ڏتڙيل عوام جو آواز تي بُلند ٿيندو؟ ڪنهن کي يقين هئو تہ بهادري، جرئت، دانشمندي جي تمثيل ۽ پاڪستان جي غريب ۽ بي واهہ عوام، مسلم اُمہ ۽ ٽئين دنيا جي غريبن جو آواز تي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گونجندو؟ هن ۾ مير ڪارون جون اهي سموريون خاصيتون هيون جن جو ذڪر علامہ اقبال هن شهره آفاق شعر ۾ ڪيو آهي:

نگاہ بلند، سخن دلنواز، جاں پرسوز
یہی ہے رخت سفر میر کارواں کے لئے۔

ڪابينہ ۾ شموليت جي هڪدم پوءِ هن جون اهي سموريون خوبيون اُفق جي روشني وانگيان نروار ٿيڻ لڳيون. فارسي جي هڪ مشهور شعر تہ

"بزرگي بہ سن است نہ بہ سال"
(يعني بزرگي، دماغي صلاحيتن سان ٿيندي آهي، عمر سان نہ)
ڀٽي صاحب جو مثال انهيءَ وانگيان آهي.
جيتوڻيڪ انهيءَ وقت ڀٽو صاحب نوجوان هئو پر جلدئي هو تمام

نمايان ليڊر ٿي اُڀريو هو بردبار جرئت مند ۽ فيصلہ ڪن هئو هن ۾ تدبر ۽ فڪر هئو. هن ستت ئي پاڪستان کي عالمي اُفق تي نمايان ڪرڻ جي لاءِ جدوجهد شروع ڪري ڏني ۽ انهيءَ جدوجهد ۾ هن وزير قدرتي وسائل جي حيثيت ۾ ڪيترائي اهم اقدام ڪيا. انهن اقدام ۾ سڀ کان اهم پاڪستان جي لاءِ ايٽمي توانائي جي صلاحيت حاصل ڪرڻ هئو. هن جون درس نگاهون ايندڙ ٽيهن سالن تي ڪٽل هيون. بدقسمتي اها آهي تہ اقتدار جي حريفن کي هن جي خداداد صلاحيتن، دانشمندي ۽ عالمي مسئلن جي سمجهڻ جو ادراڪ ڪونہ هئو. هنن جي اها عاقبت ناانديشي هئي جو پاڪستان، ايٽمي توانائي جي حصول ۾ سمورن پروگرامن کان محدود ٿي ويو. هنن جا مقاصد ٻيا هئا. هنن جون ترجيحات ٻيون هيون. هو جن پوزيشنن ۾ آهن، تن جا هو هرگز مستحق ڪونهن. هو تہ انهن خصلتن جا عڪاس آهن جن جو ذڪر مشهور پشتو شاعر عبدالعظيم بابا پنهنجي هن شعر ۾ ڪري ٿو:

زاغان کينساسته په سر و سروي
طوطيان ترلاند و زال ويردنه گوئي
كه زيلان پاسيدل عبدالوظيم
په شير لفافه نانو اعتراحنو نه گوئي

(ڪانون، سرو جي وڻن تي ويچي آکيرا ڪيا آهن ۽ طوطا ويچارا زمين تي رهي، پنهنجي حال تي لڙڪ ڳاڙهي رهيا آهن. بدمعاش، شريف ماڻهن تي بهتان مڙهي رهيا آهن.)

ڪجهہ وقت توانائي ۽ قدرتي وسيلن جي وفاقي وزير رهڻ کان پوءِ ذوالفقار علي ڀٽو سٺ واري اوائلي ڏهاڪي ۾ وزير خارجہ بڻايو ويو. هيءُ وڏيڪ اهم قلمدان هئو جيڪو انهيءَ عمر ۾ صرف اهڙي شخص جي سپرد ڪري پيو سگهجي، جيڪو ذوالفقار علي ڀٽي جهڙي خداداد صلاحيتن، اعليٰ دل و دماغ جو مالڪ هجي. هن جي تعليم، تربيت ۽ خدائي ذات، انهيءَ ئي قلمدان لاءِ موزون هئي. هن کي ٻاهرين

يونيورسٽين ۾ انٽرنيشنل لا پڙهائڻ جو اعزاز حاصل هئو. اهوئي پس منظر هئو جنهن ڪيس انهيءَ جي لائق بڻايو جو هن جي اقدام ڄجي ڪري پاڪستان جو وقار عالمي اقوام ۾ اوچو ٿي ويو. هن ڪئين عالمي ڪانفرنسن ۽ سيمينارن ۾ شرڪت ڪري اتي عالمي مسئلن تي بصيرت افروز ليڪچر ڏنا. پر بطور وزير خارجه هن جو سڀ کان زرين ڪارنامو پاڪستان ۽ چين جي درميان دوستي جو سنگ بنياد رکڻ هئو. پاڪ – چين دوستي جي انهيءَ عمارت جو معمار ۽ نقاش پڻو ئي هئو. هن جي انهيءَ رول کان، منهنجي ليڊر جا بدترين نقاد به انڪار نٿا ڪن.

وزير خارجه جي منصب تي، هن جو سڀ کان اهم ۽ نمايان رول اقوام متحده ۾ نمودار ٿيو جڏهن 1965ع واري جنگ جي دوران اقوام متحده ۾ دشمن جي هلان جي خلاف مادرِ وطن جو ڪيس پيش ڪيو. هن جون ولوله انگيز تقريرون، هندستان جي خلاف پاڪستان جو سڀ کان مؤثر هٿيار ثابت ٿيو. انهيءَ ڪڙي آزمائش جي وقت، پاڪستان جو عوام سندس جرئت مندانه تقريرون ريڊيو تي ٻڌي پنهنجي همت کي جلا بخشيندو هئو. اقوام متحده جي ايوان ۾ جڏهن پڻو شينهن واري گجندڙ تقرير ڪئي ته هندستان جو نمائندو ايوان ڇڏي وڃڻ تي مجبور ٿي ويو ۽ اها تقرير ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پاڪستانين لاءِ وڏي حوصله جو ذريعو بڻي. هن هر پاڪستانيءَ جي دل ۾ حب الوطني جو نئون ولولو جاڳايو. هو سندس جرئت مندي ۽ بهادريءَ جا گيت ڳائڻ لڳا. هن جي بهادري ۽ سفارتي فتوحات هر نوجوان پاڪستانيءَ لاءِ تمثيل تي ويو. هو هر هم وطني جي دل ڌڙڪن بڻجي ويو جن کي ميدان ۾ فتوحات ۽ هن جي سفارتي ڪاميابين کي ڏسي دشمنن، عالمي سطح تي پاڪستان جي خلاف زبردست سازشون شروع ڪري ڏنيون. افسوس اهو آهي ته جنگي محاذ تي ۽ سفارتي ميدان ۾ پاڪستان جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون، سي ايوب خان،

تاشقند جي ٽيبل تي هارائي ڇڏيون. ذوالفقار علي ڀٽي ڏاڍي ڪوشش ڪئي ته انهيءَ سازشي ٺاهه کي پاڪستان قبول نه ڪري، پر جڏهن ڪيس خبر پئي ته صدر انهيءَ چار ۾ ڦاسي چڪو آهي، تڏهن هو انهيءَ ڪان بي تعلق ٿي ويو. هن جي ناراضگي ۽ ناپسنديدگي خود انهيءَ موقعي تي ڀٽي صاحب جي چهري جي تاثرات مان ظاهر هئي، مايوس ۽ نااُميد ڀٽو پاڪستان موٽي آيو. تاشقند معاهدي ڦوٽ وجهي ڇڏي هئي. ايوب خان، ڪيس ميڙائڻ ۽ ٺاهه ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ڀٽي صاحب کي پاڪستان جو مفاد وڌيڪ عزيز هئو. هن انهيءَ ڪان نابري واري ڇڏي، جيتوڻيڪ گوهر ايوب خان لاڙڪاڻي تائين ڏاڍي ڪوشش ڪئي، شهيد ڀٽي انهيءَ جي ڀيٽ ۾ عوام جي قوت تي وڌيڪ انحصار ڪيو. هو عوام ۾ شامل ٿي ويو جيتوڻيڪ تاشقند واري جنگ ۾ شڪست ٿي چڪي هئي، پر ان جي رک ۾ عوام کي هڪ جرڪندڙ هيرو ملي ويو. عوام ۾ حقيقي ليڊر هنن جي درميان هئو. هنن جي ورهين جي پراڻي آرزو پوري ٿي ويئي هئي.

اسان جو ملڪ جن ناانصافين ۾ ڦاٿل هئو تن جي خلاف منهنجي دل و دماغ ۾ هميشه کان نفرت هئي. جڏهن به ڪنهن مسڪين جي خلاف ڪو ظلم جو داستان ٻڌندو هئس، منهنجي دل نفرت جي باهه ۾ پڙڪڻ لڳندي هئي. ڏاڍ جي خلاف اها ڌڪار ۽ ناانصافي جي خلاف نفرت کي مون ڏاڍي عرصي کان دل ۾ پاليو هئو. انهيءَ ڪري ڪنهن اهڙي ليڊر جي ڳولا ۾ هئس، جيڪو غريب ماڻهن جي حالت تبديل ڪري، جيڪو ڪين ڏاڍ جي پنجوڙن مان آزاد ڪرائي ۽ هڪ بهتر مستقبل جي خوشخبري ڏئي.

جڏهن ڀٽو صاحب حڪومت ڇڏي، عوام ۾ شامل ٿي ويو ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي ٺاهيائين، ته مون محسوس ڪيو ته تبديلي جي گهڙي اچي ويئي آهي. مون فوراً پنهنجي دوستن سان صلاح مشوره شروع ڪيا ۽ هرهڪ مون کي ان ۾ شامل ٿيڻ جي لاءِ چيو. ان وقت به

سياسي پارٽيون يعني مسلم ليگ (قيوم گروپ) ۽ ولي خان جي عوامي نيشنل پارٽي اسان جي علائقي ۾ قابل ذڪر هيون. ٻنهي پارٽين جا ليڊر ان وقت مون سان رابطو ڪري رهيا هئا. پر آءُ اجا ٻڌتر ۾ هئس ڇاڪاڻ تہ ٻنهي پارٽين وٽ ڪو پروگرام ڪونہ هئو.

شهيد حيات محمد شيرپائو هڪ نوجوان پشتو ليڊر ان وقت صوبہ سرحد ۾ پاڪستان پيپلز پارٽي جو ليڊر مقرر ڪيو ويو هو. هو ڏاڍو جوشيلو ۽ پرعزم نوجوان هئو جنهن پاڪستان پيپلز پارٽي کي مضبوط بنيادن تي استوار ڪرڻ ۾ قابل قدر ڪم ڪيو هئو جيئن انهيءَ وقت ذوالفقار علي ڀٽي، ايوب خان سان هڪ هڪاٽي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

جڏهن شيرپائو مون سان رابطو ڪيو مون بنا وقت وڃائڻ جي پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيڻ جي هامي ڀري ڇڏي. زمين ڪيڙجي چڪي هئي. ريج تي ويو هئو هاڻي خالي ٻيجاري جي ضرورت هئي. مون جڏهن پيپلز پارٽي ۾ شرڪت ڪئي تہ منهنجي خاندان ۽ دوستن مٿان مصيبتن جي بارش وسڻ شروع ٿي ويئي. علائقي جي حڪومتي مشنري کي منهنجي شموليت تان ڏاڍي مٺيان لڳي ۽ هو انهيءَ تي هر انتقامي ڪارروائي ڪرڻ لڳا. جيڪا هنن جي هٿ وس هئي. ان جو مثال هيءَ هئو تہ منهنجو پيءُ ان سٺ سالن کان مٿي عمر جو هئو ۽ پنهنجي قبيلي جو چڱو مڙس هئو. ستم هيءُ هئو تہ هن کان نہ صرف اهو سڀ کسي ورتائون، پر طرح طرح جون مصيبتون بہ مٿان وڌائون جنهن جي نتيجي ۾ مون کي بابي جو گهر ڇڏي وڃڻو پيو ڇاڪاڻ تہ انهن سمورين مصيبتن لاءِ مون کي ئي ذميوار سمجهيو ويو. ٻن سالن کان پوءِ بابي مون کي وري واپس گهرائي ورتو ۽ منهنجي حمايت ڪرڻ لڳو جنهن ڪري منهنجي دل ڏاڍي وڌي ۽ آءُ وڌيڪ جوش و خروش سان پارٽيءَ جو ڪم ڪرڻ لڳس.

1969ع جي آخري ڏاڻ ذوالفقار علي ڀٽو مالاڪنڊ ايجنسي، دير ۽

سوات جي دوري ڪرڻ جو پروگرام تيار ڪيو. پنهنجو سان ملاقات ڪرڻ جو منهنجو اهو پهريون موقعو هئو. اسان فيصلو ڪيو ته انهيءَ تي اسان سڀ ڪوٽ ۾ هڪ زبردست استقباليه جو انتظام ڪنداسين ۽ هڪ وڏو جلوس به ڪڍنداسين. چاڪاڻ ته دير ۾ سوات کان پهرين مالاڪنڊ آيو ٿي، تنهنڪري مون کي پهرين استقبال ڪرڻ جو موقعو مليو هئو. مون هن کي پهرين ڪونه ڏٺو هئو پر هن جي شخصيت، ذهانت، اولوالعزمي جي باري ۾ جيترو پڙهي رکيو هئو تنهن جي ڪري آءٌ گهبرايل هئس. نيٺ انتظار پورو ٿيو ۽ موٽرن جو قافلو پهتو. ماڻهن جي اٿاهه هجوم ۾ چرپر شروع ٿي. بهرحال، مون گاڏيءَ جو دروازو کوليو. منهنجو ليڊر نمودار ٿيو. ڊگهو قدآور، بلڪل سرو جي وڻ وانگيان تمام پروقار. اسان هٿ ملايا. هن مون کان پڇيو: ”ڇا حال آهي حنيف، هتي جي ماڻهن جو ڇا حال آهي؟“ هيءُ پهريان لفظ هئا جيڪي منهنجي ليڊر مون سان ڳالهايا ۽ اڄ تائين انهن کي ساهه سان سانڍيندو اچان. مون وراڻيو: ”جناب، آءٌ ٺيڪ آهيان ۽ اسين سڀ اوهان جي رهنمائيءَ جا منتظر آهيون.“

هو صرف مُشڪيو ۽ بين سان هٿ ملائڻ کان پوءِ اسان ڳوٺن جو دورو شروع ڪيو. شام جو اسان تورموڙ جي ريسٽ هائوس پهتاسين، جيڪو مالاڪنڊ کان سوات ويندي هڪ پهاڙي رستي کان گهمندي، هڪ ننڍڙي ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي آهي. اسان جي ليڊر کي رات اتي گذارڻي هئي. رات جو اسان ڊاڍي گفتگو ڪئي، جنهن دوران هن ملڪ جي لاءِ پنهنجي مستقبل وارو پروگرام اسان آڏو رکيو. اسان سڄ پچ ڏاڍو سکيو سمجهيو ۽ پارٽ کي سٺين ڳالهين سان روشناس ڪرايو. مون محسوس ڪيو ته ڪا پراسرار غيبي طاقت منهنجي رت جي اندر اچي ويئي هئي. مون ۾ قوت ۽ جرئت اچي ويئي هئي. مون ۾ خوداعتمادي اچي ويئي هئي ۽ محسوس ڪيم ته آءٌ هر تڪليف برداشت ڪري دنيا کي تبديل ڪري سگهندس. هن جي ذات جو مون تي معجزاڻو اثر ٿي ويو هئو.

اگر کوئی شعیب آئے میر
شعیبی سے کلیمی دو قدم ہے۔

رات جو ٻي بجي پنهنجي ليڊر کان اجازت وٺندي، مهل، مون کيس گذارش ڪئي تہ ورندڙ ڏينهن تي منهنجي ڳوٺ ڍيري جولا گمر ۾ منهنجي حجري (اوطاق) تي اسان سان گڏ منجهند جي ماني کائي. آءٌ اتان سڌو پنهنجي ڳوٺ ويس جيڪو انهيءَ ريسٽ هائوس جي اتر اولهہ ۾ آهي. آءٌ سمهي رهيس پر ٻن ڪلاڪن کان پوءِ مينهن جي وسڪاري جي آواز سان جاڳي پيس. عام طور مينهن خدا جي رحمت ۽ خوشحاليءَ جو پيامبر سمجهيو ويندو آهي، تنهن انهن سيني لاءِ تڪليفن جو پيغام آندو جيڪي ٻئي ڏينهن منهنجي قائد سان گڏ منهنجي ڳوٺ تائين اچڻا هئا. ڇاڪاڻ تہ هر بارش بعد اسان جي ڳوٺ وارو ڪچو رستو گپ ۽ چڪ ۾ بدلجي ويندو آهي. ڳوٺ کان هڪ ميل پري تہ ان رستي تي ڪنهن بہ گاڏيءَ جو هلڻ ناممڪن ٿي ويندو آهي. اهو احساس ڪندي مون فيصلو ڪيو تہ آءٌ پنهنجي ليڊر کي اهڙي تڪليف ڪانہ ڏيندس.

صبح جو سوير آءٌ اُتيس ۽ پنڌ ريسٽ هائوس پهتس، پهچندي پهچندي مون کي صبح جا اَٺ ٿي ويا هئا. مون سمجهيو تہ ڇاڪاڻ تہ پٽو صاحب رات جو دير تائين جاڳيو هئو انهيءَ ڪري صبح جو دير تائين آرام ڪندو پر مون کي اهو ڏسي تعجب ٿيو تہ نہ صرف پٽو صاحب جاڳي چڪو هئو پر وهنجي سهنجي، صبح جو قدرتي نظارن کان لطف اندوز ٿي رهيو هئو. هن گرمجوشيءَ سان منهنجو استقبال ڪيو ۽ پوءِ اسان گڏجي نيرن ڪئي. آءٌ انهيءَ ڪوشش ۾ هئس تہ ڪو مناسب وقت ۽ لفظ ملن، جن سان پٽي صاحب کي منجهند جي ماني واري دعوت منسوخ ڪرڻ لاءِ گذارش ڪريان ۽ کيس ٻڌايان تہ رستو هلڻ جي بنهہ لائق ڪونهي رهيو. نيٺ مون همت ٻڌي اردو ۾ هي چيو:

”جناب وہ جو کل رات میں نے آپ کو لنچ کے لئے گاؤں آنے کو کہا تھا تو رات بارش۔۔۔۔“

”هاں هاں حنیف، مجھے یاد ہے بارش کے وجہ سے موسم خوش گوار ہوا ہے، بتاؤ کب چلیں گے۔“

پنّي صاحب مون کي روڪي ڇيو. اها ڳالهہ ٻڌي مون ڪجهہ وڏيڪ چوڻ مناسب ڪونہ سمجهيو ۽ صرف چيم:

”جناب بارہ بجے۔“

مون وٽ ٻي ڪا واهہ ڪانہ هئي سو فوراً پنهنجي نوڪر کي چيم تہ پڇندو ڳوٺ وڃ ۽ مانجهاندي جو انتظام ڪر، ۽ پرپاسي جا ماڻهو بہ گڏ ڪر تہ جيئن گپ واري رستي کي درست ڪري سگهن.

اسان پوري 12 بجي منجهند جو هلڻ شروع ڪيو. آءٌ گاڏي هلائي رهيو هئس. مون کي خبر هئي تہ رستي ۾ ڪهڙي دشواري اچڻ واري هئي، تنهنڪري منهنجو من ڪي قدر مايوس بہ هئو. گاڏي ڪيڏي مهل کابي تي ويئي ۽ ڪيڏيءَ مهل ساڄي پاسي، بهرحال، شڪر آهي اسان خيريت سان انهيءَ هنڌ پهتاسين جتان پوءِ اصل تڪليف وارو ٽڪرو شروع ٿئي ٿو. پر عين انهيءَ وقت منهنجي دل کي آٿت ملي، جڏهن مون ڏٺو تہ انهيءَ ڏکئي جاءِ تي ماڻهن جو هڪ وڏو هجوم پنهنجي محبوب ليڊر جو آڌرڀاءُ ڪرڻ لاءِ موجود هئو. جڏهن گاڏي اتي پهتي تہ ماڻهو ائين مڙي ويا جيئن پتنگ مچ تي مڙي ويندا آهن. هنن گاڏي کي ائين هٿن تي کڻي ورتو ڄڻڪ رانديڪو هجي ۽ ان کي ڏکئي هنڌان پار ڪرائي ڇڏيو. پنو شهيد انهيءَ ڳالهہ ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ تحڪمانہ انداز سان مون کي چيائين:

”حنیف، ان لوگوں اور اس سڑک کو کبھی نہ بھولنا۔“

آءٌ سمجهي ويس تہ انهيءَ جي معنيٰ ڇا آهي. خدا جو شڪر آهي تہ مون پنهنجي ليڊر جي هدايت کي پورو ڪري ڇڏيو آهي. جڏهن

وقت آيو تہ هيءَ رستو سمورين اسڪيمن جي سرفهرست هئو. ان کان پوءِ شهيد ڀٽي ڪئين گهمرا منهنجي ڳوٺ جو دورو ڪيو. خود جڏهن وزيراعظم ٿيو تہ تڏهن بہ ان ڳوٺ ۾ آيو. جڏهن بہ ايندو هئو تڏهن انهيءَ رستي تان لنگهندي ڏاڍو خوش ٿيندو هئو.

1970ع جي چونڊن ۾ پيپلز پارٽي سمورين پارٽين کي لتاڙيندي اولهہ پاڪستان ۾ واحد اڪثريتي پارٽي چونڊي. اوير پاڪستان ۾ مجيب الرحمان جي عوامي ليگ کٽيو. يحيٰ خان، جنهن چونڊن جي شروع ۾ پاڻ کي غير جانبدار ظاهر ڪيو هئو سو اقتدار جو مزو چکي چڪو هئو ۽ حڪومت جون واڳون چونڊيل نمائندن جي حوالي ڪرڻ کان نابري واري ڇڏي. ان کان پوءِ 1971ع جي هندستان ۽ پاڪستان واري جنگ شروع ٿي ويئي، جنهن نيٺ اوير پاڪستان اسان کان ڌار ڪري ڇڏيو جيڪو بنگلاديش جي صورت ۾ اُڀريو. پاڪستان جي الهندين سيڪٽر تي پنج هزار چورس ميل رقبو هندستان والاري ڇڏيو هئو ۽ نَوي هزار فوجي قيدي بڻجي چڪا هئا. جنرل نيازي، جيڪو ڪنهن وقت ”ٽائيگر نيازي“ جي نالي سان مشهور هئو سو ڍاڪا جي پلٽڻ ميدان ۾ جنرل جگجيت سنگهہ اروڙا جي آڏو هر شيءِ ڦٽي ڪندي هرگز ٽائيگر ڪونہ ٿي لڳو. الهندين پاڪستان ۾ هر شخص مايوس ٿي لڳو. ايرندو پاڪستان ٽٽڻ ڪو گهٽ حادثو ڪونہ هئو مسلم تاريخ جو سڀ کان وڏو سانحو هئو ۽ هر شخص انهيءَ لاءِ يحيٰ خان جي پنهنجين مستين کي ذميدار قرار ڏيئي رهيو هئو. ڀٽو شهيد انهيءَ مهل اقوام متحده ۾ پاڪستان جو ڪيس پيش ڪري رهيو هئو ۽ يحيٰ خان کيس تار مٿان تار موڪلي رهيو هئو تہ هو پنهنجي ملڪ موٽي اچي. نيٺ ڀٽو صاحب موٽي آيو يحيٰ خان کيس اقتدار جون واڳون ڏيئي، پاڻ جڏڪ سمورين ذميدارين کان آجو ٿي ويو.

ذوالفقار علي ڀٽي، هن چئلينج کي قبول ڪيو. هن واڳون سنڀالڻ کان هڪدم پوءِ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي عوام کي خطاب ڪيو. هن ماڻهن

جي شڪست خورده حوصلي کي بلند ڪيو. هنن جو اعتماد بحال ڪيو ۽ ساڻن اهو واعدو ڪيو تہ هو ٽٽل پاڪستان جي ٽڪرن کي گڏي هڪ نئون پاڪستان ٺاهيندو. هن ڪئين فيصلا ڪيا. جن ۾ سڀ کان پهريون پاڪستان جي جنگي قيدين کي پنهنجي وطن واپس آڻڻ ۽ پاڪستان جي ڪسيل علائقي جي واپسي ڪرڻ هئو جيڪو هن شملي معاهدي هيٺ ڪري ڏيکاريو اها هن شخص جي دانشمندي ۽ سياسي تدبير هئو جو هن اصولن تي سوديبازي ڪرڻ کان سواءِ پنهنجون سموريون ڳالهيون مڃرائي ورتيون. اڄ، سندس بدترين مخالف بہ هن تاريخي ۽ غير معمولي معاهدي جي خلاف هڪ لفظ بہ نٿا ڳالهائين. گويا ٻين لفظن ۾ منهنجي ليڊر جي سياست بصيرت ۽ مدبرانہ صلاحيتن جي مدح سرائي جو مظاهرو ڪن ٿا.

شهيد ڀٽي جو دور حڪومت، پاڪستان ۾ تاريخي حيثيت رکي ٿو. هن زندگيءَ جي تقريباً هر شعبي ۾ مثبت تبديلي آندي. هن وڏا ۽ جرئت مندانہ فيصلا ڪيا. انهن سمورن کي هڪ ڪاغذ جي ٽڪري ۾ سميٽڻ مشڪل آهي، بلڪ انهن کي لکڻ لاءِ ڪتابن جا دفتر گهرجن. بهرحال انهن جو سرسري ذڪر ڪرڻ لاءِ اسان 1973 واري آئين کان شروع ڪري سگهون ٿا جيڪو ٺاهڻ خود هڪ وڏو ڪارنامو هئو. اهڙو ملڪ جتي ڪئين پارٽيون هجن ۽ هرهڪ جو پنهنجو منشور هجي، انهن کي آئين جهڙي نازڪ مسئلي تي متفق ڪرڻ ڪا سولي ڳالهہ ڪانہ هئي. پورٽ قاسم، ڪراچي اسٽيل مل، ايٽمي پروگرام شروع ڪرڻ، اسلامي سربراهہ ڪانفرنس منعقد ڪرڻ، قومي شناختي ڪارڊ رائج ڪرڻ، پاسپورٽ جو طريقہ ڪار سولو ڪرڻ ۽ ملڪ کان ٻاهر خاص ڪري وچ اوڀر ۾ ملازمت جا موقعا ڳولي لهڻ، غريبن جي عزت ۽ آبرو بحال ڪرڻ، زرعي ۽ ليبر سڌارا آڻڻ، تعليمي سڌارا آڻڻ، نوجوانن لاءِ لازمي فوجي تعليم، نيسپاڪ ۽ ٻيا اڻ ڳڻيا قدم اهڙا هئا جن سان غريبن جي لاءِ اڳتي وڌڻ جا نوان موقعا پيدا ٿيا، بلڪہ غريب

۽ شاهوڪارن جي وچ ۾ ويچو ختم ٿيڻ لڳو. سڀ کان اهم ڳالهہ هيءَ هئي تہ هن پاڪ افواج کي جديد ترين بنيادن تي استوار ڪيو. هن تي اهو عزم ڪري رکيو هئو تہ پاڪستان کي ايٽمي قوت ٿاهيندو پوءِ ڀلي ان لاءِ قوم کي گاهہ تي گذارو ڪرڻو پئي.

وہی ہے بندہ حر جس کی ضرب کاری ہے
نہ وہ کہ ضرب ہے جس کی تمام عیاری

هن کي انهن قدمن جي ڪري پنهنجي ڪاميابيءَ جي خاطري هئي، تنهنڪري هن وقت کان اڳ چونڊن جو اعلان ڪيو ۽ ان ۾ هو ڪامياب ٿي ويو. ان ڪاميابيءَ کي ضياءَ لابي پنهنجي لاءِ موت جو پيغام سمجهيو. تنهنڪري تل ابيب ۾ ويهي هنن ڪيس پنهنجي راهہ تان هٽائڻ جو فيصلو ڪيو. هنن کي خبر هئي تہ هو پنهنجي ايجنٽن جي ذريعي اهو ڪم بخوبي سرانجام ڏيئي سگهن ٿا. بس، اشاري ملڻ جي دير هئي. هنن پنهنجي خزاني جون ٿيلهيون کولي ڇڏيون. ملڪ ۾ ڊالرن جو سيلاب اچي ويو. پاڪستان جمهوري اتحاد (پي اين اي) اسلام جي نالي ۾ تحريڪ هلائڻ شروع ڪري ڏني. حضرت امام حسين رضہ جي خلاف بہ هڪ مسجد مان تحريڪ شروع ٿئي هئي، يوسف بن تاشفين ۽ موسيٰ بن ناصر کي بہ مسلم خليفن ئي زندان ۾ وڌو هئو. ٽيپو سلطان جي خلاف سازش بہ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي هئي. اسپين ۾ مسلم حڪومت ۽ سلطنت عثمانيہ جو خاتمو بہ انهن سازشن مان ڦٽي نڪتو.

منهنجو ليبدر 5 جولاءِ 1977ع تي انهيءَ سازش جو شڪار ٿي ويو ۽ اسان جي دشمنن جا مريد انهيءَ ۾ ڪامياب ٿي ويا. تاريخ پنهنجو پاڻ کي ورجائي ٿي.

هو پابہ سلاسل ڪيو ويو. ڪيس صفحہ هستيءَ تان مٽائڻ جي لاءِ هن جي خلاف هڪ ڪوڙو مقدمہ قتل ٺاهيو ويو. جيڪو نيٺ سپريم

ڪورٽ آف پاڪستان ۾ سماعت لاءِ پيش ڪيو ويو. سماعت جي آخري ڏينهن تي مون هن کي سپريم ڪورٽ ۾ پوليس جي حراست ۾ ڏٺو. سچ تہ مون کي انهيءَ حالت ۾ ڏٺو نہ ٿيو ۽ جذبات کان بي قابو ٿي ويس. ڳوڙها منهنجي اکين ۾ لارون ڪرڻ وهڻ لڳا. منهنجي اها حالت ڏسي هو مون وٽ آيو ۽ چيائين:

*"نہیں نہیں، حنیف، پارٹی کے لئے کام کرنا ہے پارٹی کو آگے لانا ہی ہمت کرنا ہے۔"*

هيءَ آخري لفظ هئا جيڪي منهنجي ليڊر مون سان ڳالهايا. انهن لفظن مون کي نئين سر همت ڏياري، آءٌ هن آڏو شرمندو ٿي ويس. هو گذريل ٻن سالن کان برداشت ڪري رهيو هئو. مون کي خبر آهي هن کي ذهني ۽ جسماني ٻنهي قسمن جون اذيتون ڏنيون پئي ويون. ملڪ جي هڪ وڏي امير گهراڻي جو فرد هوندي، جنهن کي دنيا جي بهترين درسگاهن ۾ تعليم ملي هجي ۽ ڏاڍي سک جي زندگي گذاري هجي، منهنجي ليڊر ناقابل بيان اذيتون ڏنيون هيون. ڪيس خبر هئي تہ ڪيس قتل ڪيو ويندو پر هن آڻ نہ مڃي، هن اصولن تي ڪا سوديبازي نہ ڪئي. هن انهن عمائدين اسلام جي راهہ ورتي جيڪي مشڪلاتن ۾ ثابت قدم رهيا.

نيٺ هو سر دار تي ويو. هن قوم ان جي غريب ماڻهن ۽ اسلام جي سر بلندي لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو پيش ڪيو. هن ڪلندي موت جو استقبال ڪيو.

*جس میں نہ ہو انقلاب موت ہے وہ زندگی*
*روح امم کے حیات کشمکش انقلاب۔*

هو هميشه هڪ نئين پاڪستان جي لاءِ سوچيندو ۽ ڳالهائيندو هئو هڪ اهڙو پاڪستان جنهن ۾ برابري هجي، طبقاتي ڦرلٽ کان آجو هجي، جنهن ۾ سماجي انصاف، اسلامي نشاة ثانيہ جو دور هجي،

# جناب ڀٽو، بطور وزيراعظم

ميجر جنرل (ر) نصير الدين خان بابر

مون کي جيڪو ڪم سپرد ڪيو ويو آهي سو مشهور زمانہ ”ناقابل مشن“ وانگيان آهي. مون کي چيو ويو آهي تہ جناب ڀٽي جي زندگيءَ جي هڪ پهلو يعني بطور وزيراعظم لکان. آءُ شيڪسپيئر جي هن جملي سان شروع ڪريان ٿو جنهن چيو: ”لباس ماڻهو جي شخصيت ٻڌائي ٿيو“ جنهن جو مطلب اهو آهي تہ منصب ۽ ان جا لوازمات ماڻهن جي شخصيت ناهين ٺا. پر جناب ڀٽي جي مثال ۾ اهو ابتڙ هو ٻين لفظن ۾ اها ڀٽي جي شخصيت، وقار ۽ ولولہ انگيزي هئي، جنهن وزيراعظم جي عهدي کي مانُ بخشيو.

هر انسان، انهن ماڻهن جي دل و دماغ تي ڪي نقش ڇڏي وڃي ٿو جن سان هو گڏ اُٿي وهي ٿو يا ڪم ڪري ٿو. بهرحال، اها صلاحيت تمام ٿورن ماڻهن کي حاصل ٿئي ٿي ۽ ڀٽو صاحب انهن چند ماڻهن مان هو جنهن ماڻهن تي اڻ مٽ نقش ڇڏيا. بلاشبہ هو تاريخ جي پيداوار هو. ڊسمبر 1971ع جي سانحي کان پوءِ پوري قوم شرمناڪ شڪست کان پوءِ نااُميدي ۽ ياسيت جي عالم ۾ هئي، مسلم اُمہ جي تاريخ ۾ اهڙو

# جناب ڀٽو، بطور وزيراعظم

ميجر جنرل (ر) نصير الدين خان بابر

مون کي جيڪو ڪم سپرد ڪيو ويو آهي سو مشهور زمانہ "ناقابل مشن" وانگيان آهي. مون کي چيو ويو آهي تہ جناب ڀٽي جي زندگيءَ جي هڪ پهلو يعني بطور وزيراعظم لکان. آءٌ شيڪسپيئر جي هن جملي سان شروع ڪريان ٿو جنهن چيو: "لباس ماڻهو جي شخصيت ٺاهي ٿيو" جنهن جو مطلب اهو آهي تہ منصب ۽ ان جا لوازمات ماڻهن جي شخصيت ناهين ٺا. پر جناب ڀٽي جي مثال ۾ اهو ابتڙ هو ٻين لفظن ۾ اها ڀٽي جي شخصيت، وقار ۽ ولولہ انگيزي هئي، جنهن وزيراعظم جي عهدي کي مانُ بخشيو.

هر انسان، انهن ماڻهن جي دل و دماغ تي ڪي نقش ڇڏي وڃي ٿو جن سان هو گڏ اُٿي وهي ٿو يا ڪم ڪري ٿو. بهرحال، اها صلاحيت تمام ٿورن ماڻهن کي حاصل ٿئي ٿي ۽ ڀٽو صاحب انهن چند ماڻهن مان هو جنهن ماڻهن تي اڻ مٽ نقش ڇڏيا. بلاشبہ هو تاريخ جي پيداوار هو. ڊسمبر 1971ع جي سانحي کان پوءِ پوري قوم شرمناڪ شڪست کان پوءِ نااُميدي ۽ ياسيت جي عالم ۾ هئي، مسلم اُمہ جي تاريخ ۾ اهڙو

سانحو ڪڏهن نہ ٿيو. ان وقت پاڪستان جي قوم هڪ اهڙي مسيحا جي تلاش ۾ هئي، جيڪا ڪيس انهيءَ ڪيفيت مان ڪڍي. انهيءَ موقعي تي جناب ڀٽي صاحب هن قوم جي ٻڏندڙ ٻيڙيءَ ۾ ناکئو ٿي اڳواٽي جي ذميداري سنڀالي. گويا اهو قدرت جو انتخاب هو تہ ڪيس اهڙي گهڙي چونڊي هڪ نااُميد قوم کي انهيءَ ڪيفيت مان ڪڍي اقوام عالم ۾ سرخرو ڪري. هو قوم جي انهيءَ آرزو جو نمونو بڻجي آيو. اهڙي لمحي جڏهن اڪثر ليڊر هڪ ٻئي کي ڏسي رهيا هئا، هن رهبري جي اهم ذميداري سنڀالي.

واڳون سنڀالڻ جي چند مهينن اندر ئي جناب ڀٽي ملڪ ۾ ڪئين سڌارن جو بار سنڀاليو. انهن ۾ پوليس سڌارا، مزدورن، تعليم ۽ زرعي سڌارن جو ڪم ۽ صنعتن جي نيشنلائيزيشن شامل هئي. سڀ کان اهم سماجي سڌارن جو اهو ڪم هئو جنهن ۾ غريبن لاءِ سماجي انصاف جو وعدو پورو ٿي رهيو هئو. 1973ع واري آئين جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويو جنهن ۾ سموري پاليسي سازي جو طريقہ ڪار بدلايو ويو هو. هيءَ ڪم سڀ کان مٿانهون هئو ڇاڪاڻ تہ ان ذريعي قائد عوام صرف ڪو دستاويز تيار ڪرڻ نٿي چاهيو پر انهيءَ جو مقصد اهو هو تہ عوام جي ضروريات کي پورو ڪرڻ لاءِ هڪ بنيادي قانون مهيا ڪرڻ هو. هن عوام کي جاگيردارانہ سياست جي چنبي مان آزاد ڪري ڇڏيو. هن سياست کي عام ماڻهوءَ تائين منتقل ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي اهو ڪڙمي ڪاسبي ۽ خان/ سردار/ وڏيري ۽ جاگيردار جي باهم رشتي ۾ منسلڪ ٿي ويو هئو. صديون پراڻو اهو ناتو ٽٽي چڪو هئو ۽ پيپلز پارٽي ۽ ڀٽو صاحب ان آزادي جي تمثيل بڻجي چڪو هو.

## سماجي ۽ اقتصادي

انسان، سدائين سچ، انصاف ۽ رواداري جي حصول لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو آهي، جنهن ۾ ڪيس ڪاميابي ۽ ناڪامي ٻنهي جو منهن ڏسڻو پئي ٿو. ”انقلاب“ تڏهن اچي ٿو جڏهن ڪنهن نئين نظام جو خيال ذهن ۾ پختو ٿي وڃي ٿو. اٽڪل ويهہ سالن جي (مارشل لا) ۽ چند

(ڀاويھ) خاندانن جي ڦرلٽ ملڪ ۾ اهڙيون حالتون پيدا ڪري وڌيون هيون. جو ڪنهن انقلابي پارٽي ۽ منشور جي ضرورت شديد. ترين ٿي ويئي هئي. اهو جناب ڀٽي جي ئي ذهني اختراع هئي، جو هن سرمائيدارانہ ۽ جاگيردارانہ راڄ جي بدران عوامي سياست جي نظام جو تصور ڏنو جنهن بعد ۾ 1990ع جي ڏهاڪي ۾ نتيجا ڏيڻ شروع ڪيا.

جديد انقلاب تي عام طور ناقابل حصول تصور ۽ نعرن سان تعبير ڪيو ويندو آهي، پر سچ هيءُ آهي تہ ان لاءِ اجتماعي اقدار ۽ معاشي گهاڙيٽن کي تبديل ڪرڻو پوندو آهي، جنهن جي لاءِ ذاتي صلاحيتن ۽ رهبري جي گهرج هوندي آهي. شهيد ڀٽي جي تقريرن ۽ منشور ۾ انهيءَ عزم جي عڪاسي ٿيل هئي، جنهن جو مقصد عوام کي اهڙي تبديلي آڻڻ جي لاءِ تيار ڪرڻ هئو. انهيءَ عرصي دوران شهيد ڀٽي جي تقريرن ۾ هڪ اهڙي مڪمل سماجي نظام جي تصوير ڏنل هئي، جنهن ۾ وڏيڪ آزادي، انصاف، برابري، انساني وقار جو نقشو چٽيل هئو سڀ کان وڏيڪ تہ ان ۾ پاڪستاني عوام کي اقوام عالم ۾ پنهنجو وڃايل وقار ڏياري رهيو هو. هن، ماضيءَ جي "مثالي" مفڪرين جي ابتڙ، ماڻهن کي اهڙا خواب ڪونہ ڏيکاريا جن جي تعبير ناممڪن هجي، پر هن اهڙا واعدا ڪيا جن جو حصول مستقبل ۾ هئو ۽ جنهن جو حصول ناممڪنات ۾ ڪونہ هئو. آهستگيءَ سان پر يقيناً انهن وعدن جي تڪميل زرعي سڌارن، مزدور يونينز ۽ ٻين سڌارن جي صورت ۾ نظر آئي، ۽ انهن اقدام کي آئيني تحفظ حاصل هئو. عوام سڌي طرح شهيد ڀٽي جي اقدام مان مستفيد ٿي ويا هئا ۽ هاڻي هو ان رشتي ۾ اهڙا ٻڌجي ويا هئا، جو هن لاءِ هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا هئا. هنن چيئرمين ڀٽي جي هر اقدام جو مثبت جواب ڏنو ۽ انهيءَ وابستگي ظاهر ڪرڻ لاءِ لکن جي تعداد ۾ گڏجي سندس تائيد ڪئي، شملہ ڳالهين کان اڳ ۾ قذافي اسٽيڊيم ۾ عام جلسو سندس انهيءَ عزم جو هڪ نمونو هو.

## خارجہ پاليسي

نتيجي طور، هو قومي آرزوئن جي تمثيل جي حيثيت ۾ شملہ

ڳالهين لاءِ روانو ٿيو. پاڪستان جي تاريخ ۾ ڪو فرد اهڙو ڪونهي جنهن ٿورڙي وقت اندر نہ صرف گنڀير چئلينج قبول ڪيو هجي، پر قومي وقار کي بہ بحال ڪري ڇڏيو هجي. هندستان، اسان کي بلڪل ئي بدليل قوم ڏٺو جيڪا غلط فيصلي جي نتيجن کي ڀوڳڻ ۾ قبلو درست ڪرڻ لاءِ پرعزم هجي. هڪ باصلاحيت ماهر گفتگو جي حيثيت هن محسوس ڪيو تہ سندس هم پلہ تاريخ ۾ پنهنجو مقام بنائڻ جي آرزو رکندو هئو. جڏهن شملہ ڳالهيون ناڪام ٿيڻ جي قريب هيون تہ هن، مسز گانڌيءَ کي ذاتي سطح تي اهڙو متاثر ڪيو جو جنگي قيدين ۽ قبضو ڪيل علائقي جي واپسي ۽ ڪشمير تي ڳالهين تي مزيد گفتگو جو ناهہ ٿي ويو. پاڪستان جي نڪتہ نظر کان هي ناهہ ڪاميابي هئي جنهن کي ان کان پوءِ هر حڪومت تسليم ڪيو آهي.

خارجہ امور تي هن کي خاص ملڪو حاصل هئو. پنهنجن صلاحيتن سان هن خارجہ پاليسيءَ ۾ اهم تبديليون آڻڻ تي چاهيون. علائقي جي نازڪ بيهڪ جي مطالعي بعد هن جي دور رس نگاهن کي محسوس ٿيو تہ اوير پاڪستان، وڃائڻ کان پوءِ ڪيئي بنيادي تبديليون اشد ضروري هيون: يعني سيٽو (Seato) بي معنيٰ ٿي ويو هئو. پاڪستان جنهن جو تاريخي پس منظر اسلام سان ڳوڙهي طرح ڳنڍايل هئو تنهن جي هاٽي وابستگي وچ اوير سان وڌيڪ ٿي ويئي هئي. تنهنڪري سموري سرگرمي هاٽي صرف ايران ۽ ترڪيءَ سان سيٽو جي ذريعي نہ، پر پوري مسلم امہ سان هئي.

1973ع، سياسي واچوڙن جو سال هئو. عرب اسرائيل جنگ ۽ ان جي اثرات، علائقي جي سياسي حالتن کي بدلائي ڇڏيو هو. مسلم دنيا وڌيڪ ٺوس شڪل اختيار ڪرڻ لڳي. شهيد شاهہ فيصل جي طرفان اوپيڪ (OPEC) جو قيام عالمي سطح تي هڪ مؤثر هٿيار بڻجي ويو ۽ نار جي رياستن جي اهميت کي رات ڀيٽ ۾ بدلائي ڇڏيو. ننڍيون ننڍيون رياستون رات وچ ۾ زبردست اقتصادي طاقتون بڻجي ويون هيون. ڀٽو صاحب کي فوراً خيال آيو تہ انهيءَ اهميت ۾ باهمي مفادن

جي ڏي وٺ بنيادي حيثيت اختيار ڪري وئي هئي. خارجہ پاليسي جي
از سرنو تشڪيل ڪئي ويئي ۽ ان ۾ عرب نڪتہ نظر کي بنيادي
اهميت ڏني ويئي. ڀٽي صاحب کلم کلا اعلان ڪيو تہ پاڪستان جون
فوجون مسلم ملڪن جي خدمت لاءِ حاضر آهن. پوءِ ڀلي اهي اسرائيل
جي خلاف هجن (جنگ دوران شام کي پائلٽ مهيا ڪيا) يا قبرص جي
خلاف ترڪيءَ جي حمايت ۾ هجن.

جتي ضرورت پئي ڪين انجنيئر، استاد، فني ۽ فوجي ماهر هر
ميدان ۾ گهربل ماڻهو موڪليا. خليج جي ملڪن کي ترقي ڪرڻ جي
ضرورت هئي جنهن کي پاڪستان پنهنجي وسيع افرادي قوت جي
ذريعي پورو ڪيو. تعلقات جي هي ڏي وٺ باهمي مفاد وٽان هئي
جيڪا هن پوري ڪئي.

هن مقصد جي حصول لاءِ ڀٽو صاحب عرب ملڪن جا ڪئين
دورا ڪيا ۽ انهيءَ لاءِ شاهہ فيصل، مسٽر قذافي، ياسر عرفات ۽ حافظ
الاسد سان ذاتي مراسم پيدا ڪيا. مون کي هتي هڪ ذاتي واقعو ياد
اچي ٿو. 1976ع جي پوين ڏينهن ۾ مسٽر ڀٽو پنهنجي هڪ دوري تي
پشاور هئو تہ کيس سريلنڪا ۾ پاڪستان جي سفير جو پيغام مليو
پيغام ۾ چيل هئو تہ ڪولمبو هوائي اڏي تي ڪرنل قذافي سندس
آڏرياءَ دوران اهو چيو تہ هو ويندي "برادر ڀٽو" سان ملڻ گهري ٿو. سفير
فوراً سفارت خاني ويو ۽ اتان دفتر خارجہ جي ذريعي اهو پيغام ڀٽو
صاحب تائين پهچايو. ڪجهہ منٽن کان پوءِ اسان کي اهو معلوم ڪري
تعجب ٿيو تہ ڪرنل قذافي، ڀٽنڊا (هندستان) وٽان پاڪستان ۾ داخل
ٿي ويو آهي ۽ پشاور ڏانهن اچي رهيو هئو. اٽڪل مني ڪلاڪ کان
پوءِ هو اسان وٽ هئو ۽ اسان هوائي اڏي تي هن جو استقبال ڪري رهيا
هئاسين. اتي اسان کيس پشاور جي روايتي تڪا ۽ ڪبابن سان
آجيان ڪئي. ايتري ٿوري وقت دوران آڏرياءَ جي پروٽوڪول جو
انتظام ٿي سگهيو هو ۽ اسان انهيءَ کي بمشڪل حل ڪري چڪا
هئاسين تہ وري ڦڙڦوت پئجي ويئي. ڪرنل قذافي وڃڻ جو فيصلو

ڪري ڇڏيو هئو. جهاز ۾ تيل ڀرڻ ۽ ٻين انتظامن ڪرڻ ۾ ڇاڪاڻ ته
اڃا ڪجهه وقت درڪار هئو تنهنڪري اسان موقعو غنيمت ڄاڻي
ڪيس دري ۽ ٻين گهمڻ وارين جاين تي وٺي وياسين. ان لاءِ ڪنهن
تفصيلي ۽ گهڻي اهتمام جي ضرورت ڪانه پئي.

اهڙو ئي واقعو محترمه بينظير ڀٽو جي وزارت اعظميٰ جي دور ۾ به
ٿيو جڏهن پي ايل او جو چيئرمين جناب ياسر عرفات آيو هئو.

## اسلامي سربراهه ڪانفرنس

سمورين ڪوششن ۾ اهم ترين واقعو 1974ع ۾ لاهور واري اسلامي
سربراهه ڪانفرنس آهي. اها سچ پچ اسلامي اُمه جي عظيم الشان
گڏجاڻي هئي، جنهن ۾ 43 اسلامي سربراهن شرڪت ڪئي. اسلامي
تاريخ ۾ هن کان وڌيڪ اهميت واري گڏجاڻي ڪڏهن نه ٿي. هن
موقعي کي غنيمت ڄاڻي پي ايل او کي تسليم ڪيو ويو. جناب ياسر
عرفات کي هڪ سربراهه مملڪت جو آجيان ڏنو ويو. اها مسٽر ڀٽي
جي ذهانت ۽ تعليمي پس منظر هئو جو هن سربراهه ڪانفرنس واري
واقعي کي تمام خوش اسلوبي سان سرانجام ڏنو. اها هن جي پنهنجي
علمي ۽ پروقار قائدانه صلاحيت هئي، بلڪ سندس تقريري فن هئو
جنهن ڪيس عالمي ليڊرن جي برابر آڻي ڇڏيو. تاريخ جي ڄاڻو جي
حيثيت ۾ هو جيڪڏهن ٽئين دنيا جو ليڊر نه ته مسلم اُمه جو ته ناقابل
ترديد اڳواڻ بڻجي ويو. هن ٻنهي دنيائن جي ڪاز کي اڳتي وڌايو ۽ اهو
واضح ڪري ڇڏيو ته اصل ويڇو مشرق ۽ مغرب جو ڪونهي، پر اصل
فرق اتر ۽ ڏکڻ جو آهي، يعني ترقي يافته ۽ ترقي پذير دنيائن جو. اهو
نڪته نظر مغرب کي نه وڻيو پر جيئن ڀٽي شهيد تصور ڪيو هئو اهو
اڄ به ثابت آهي.

## ايٽمي توانائي

پاڪستان ايٽمي توانائي جي ابتدا، ڪراچيءَ ۾ ڪينوپ ۽ هڪ
تجرباتي اسٽيشن نيلور سان ڪئي، جنهن جي مدد ڪينيڊا ڪئي

هئي. بهرحال 1974ع ۾ جڏهن ڀارت ايٽمي ڌماڪو ڪيو تہ سڄي صورتحال بدلجي ويئي. هن تي مسٽر ڀٽي شديد رِدعمل ڏيکاريو ڇاڪاڻ تہ ان سان مستقبل قريب ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ ڀارت جي بالادستي ٿيڻ جو خطرو هئو. مسٽر ڀٽي فوراً انهيءَ جي ٽوڙ ڪيڻ لاءِ سر ٽوڙ ڪوشش شروع ڪري ڏني، جيئن ملڪي سلامتي ۽ ڀارت جي ممڪنہ بالادستي کي منهن ڏيڻ لاءِ جوڳو بندوبست ڪري سگهجي. اها سندس چابڪدستي هئي جو هن سي آءِ اي جي اکين کان بچي ايٽمي ٽيڪنالاجي بہ حاصل ڪئي ۽ فرانس کان ري پروسيسنگ پلانٽ حاصل ڪرڻ جو واعدو ورتو. هن جي لاءِ ٽيڪنيڪ سينٽري فيوجل استعمال ڪرڻي هئي. آمريڪا، فرانس تي زور ڀري پلانٽ جو واعدو ختم ڪرائي ڇڏيو. مختلف ذريعن سان احتجاجن ڪرڻ جي باوجود آمريڪا، انهيءَ پلانٽ جي حصول کي رد ڪرائي ڇڏيو ۽ نيٺ ڀچاڙي جو سخت نتيجن ڀوڳڻ جي ڌمڪي بہ ڏيئي ڇڏي، هن ۾ لاهور وارو هينري ڪسينجر وارو خط مشهور آهي. آءٌ هن تي وڌيڪ روشني نٿو وجهڻ گهران، ڇاڪاڻ تہ بعدازان جيڪو ڪجهہ ٿيو سو تاريخي حقيقت آهي. جنهن ۾ اها بہ ڳالهہ شامل آهي تہ آءِ جي آءِ حڪومت بہ ان تي ٺاهہ ڪري ڇڏيو آهي.

## گهريلو معاملات

هتي هڪ تاريخي حيثيت ورجائڻ ضروري ٿو سمجهان تہ قائداعظم آزاديءَ بعد، قبائلي علائقن جي گرد لڳايل فوجون هٽائي ڇڏيون هيون، ڇاڪاڻ تہ ان سان هڪ تہ قومي اتحاد کي هٿي ٿي ملي ۽ ٻيو تہ ائين فوجون لڳائڻ هڪ برطانوي راڄ جي علامت هئي. ان کان پوءِ حڪومتن اهو فيصلو ڪيو هئو تہ قبائلي علائقن ۾ صرف نالي ماتر حڪومت جي نمائندگي هجي ۽ اتي صرف ٿورا ڪي ترقيءَ جا ڪم ڪيا ويا هئا. گويا انهن 25 سالن دوران، ساڍا ڏهہ هزار چورس ميلن وارو هي علائقو ۽ ان ۾ رهندڙ ٽيهہ لک ماڻهو صرف هڪ

سماجياتي مخلوق وجي رهي هئي. اهي قبائلي علائقا پاڪستان جي پهچ کان ٻاهر تصور ڪري انهن کي پختونستان جي ڪوڙي نعري جي علامت سمجهي ڇڏي ڏنو ويو هئو.

نومبر 1973ع ۾، مسٽر ڀٽي صدر جي حيثيت ۾ قبائلي علائقن جو دورو ڪيو جتي آءٌ اڳ انسپيڪٽر جنرل فرنٽيئر ڪارپس جي طور صرف چند هفتا اڳ پهتو هئس. مسٽر ڀٽو تاريخ جي ڳوڙهي طالب علم جي حيثيت ۾ ان علائقي جي اهميت کان واقف هئو تنهنڪري هن فوراً ترقيءَ جي هڪ زبردست پروگرام تي عمل شروع ڪري ڏنو. هن کي خبر هئي تہ اقتصادي حقيقتون ئي قومي اتحاد جو ذريعو آهن جنهن جو مثال اوڀر پاڪستان جو ٽٽڻ آهي، جنهن اسلام آباد جي غير حقيقي پاليسين تي عمل ڪري اتي بدظني پيدا ڪري وڌي هئي. سال 72_1971ع ۾ قبائلي علائقن جي ڇهن ايجنسين (ضلعن) جي ترقياتي بجيٽ صرف 44 لک رپيا هئا. ان کان پوءِ بجيٽ وڌڻ شروع ٿي ۽ 1977ع ۾ اها ٽيهہ ڪروڙ رپين کي وڃي پهتي. رفتہ رفتہ علائقي جي ماڻهن، ڇگن مڙسن ۽ ناليرن مهندارن سان رابطا ٿيا. جرگي جي جاءِ تي ڪليل جلسا ٿيا ۽ شهيد ڀٽو هر سال گهٽ ۾ گهٽ ٻہ دفعا هر ايجنسي ويندو هئو. سياسي ماحول بهتر ٿيڻ لڳو ۽ نيٺ 1977ع ۾ بالغ راءِ دهي جي بنياد تي صوبائي اسيمبلي ۾ نمائندگي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو. اها صورتحال 1972ع وارن ڏينهن ۾ تصور بہ نٿي ڪري سهگجي جڏهن مسلم ليگ جي حڪومت هئي. قومي اتحاد جي طرف کنيل اهو قدم وڏيڪ ضروري هن ڪري سمجهيو ويو جو جولاءِ 1973ع ۾ افغانستان ۾ سردار دائود انقلاب آڻي واڳون پاڻ سنڀالي ورتيون جنهن ڪري علائقي ۾ اقتدار جو توازن بگڙجي ويو. نتيجي طور سڄي علائقي جو مطالعو ڪيو ويو جنهن جون مکيہ ڳالهيون هي آهن:

پهريون: افغانستان ۾ سياسي استحڪام ختم ٿي ويو هئو تنهنڪري سردار دائود کان پوءِ ٻيا جيڪي اقتدار ۾ ايندا سي پاڪستان لاءِ نامعلوم مسئلا ڪري وجهندا. انهيءَ کان سواءِ، هن جي

سياسي بصيرت جيڪا ڳالهه محسوس ڪئي ته هڪ وڏي قوت جي پير ۾ سياسي خلا پيدا ڪرڻ خطرناڪ آهي. ڇاڪاڻ ته اهو خودبخود پرجي ويندو اها حقيقت بعد ۾ اپريل 1987ع ۾ 1979ع وارن انقلابن ثابت ڪري وڏي.

ٻيو: روس ۽ چين ۾ پراڻي نسل جي جاءِ تي نوجوان ۽ ولوله انگيز قيادت اُڀرڻ فطري هئو. مسٽر ڀٽي کي ڄاڻ هئي ته سياسي نسل بنيادي طريقن ۾ هڪ ٻئي کان مختلف ٿيندا آهن. درحقيقت نئين سياسي نسل سان هڪ نئون دور شروع ٿئي ٿو جيئن گوربا چيف سان ٿيو.

ٽيون: ايران ۾ شاهه جي تنزلي کان پوءِ علائقي ۾ توازن بگڙجي سگهي ٿو ۽ امام خميني وارو انقلاب ڪنهن جي وهم و گمان ۾ ڪونه هو.

چوٿون: ۽ سڀ کان اهم مستقبل ۾ روس ۽ ڀارت، روس ۽ افغانستان جي درميان دوستي جو اثر.

سمورن واقعن جو ڏار ڏار ۽ اجتماعي طور پاڪستان تي اثر پوڻو هئو ۽ قبائلي رياستون انهن ۾ بنيادي اهميت جون حامل هيون.

## افغانستان جهاد جو معمار

اقتدار سنڀالڻ کان فوراً پوءِ جنهن ملڪ جو مسٽر ڀٽي دورو ڪيو سو افغانستان هئو جنهن کان پوءِ هن پاڪستان جي خارجه پاليسي جو بنياد ٻه طرفه تعلقات تي رکيو. نتيجي طور دائود حڪومت کي فوراً تسليم ڪيو ۽ نئين سر تعلقات استوار ڪيا ويا.

آڪٽوبر 1973ع، ڪجهه افغان باشندا گلبدين حڪمت يار، برهان الدين رباني، حبيب الرحمان شهيد، احمد شاهه مسعود، نور محمد محمدي ۽ ڏهه پندرهن ڄڻا ڀيا پهتا. ان وقت رباني سندن ليڊر هئو ۽ اهو هڪ متحد گروپ هئو. هن دائود حڪومت جي برخلاف پناهه گهري هئي. ملڪي معاملات ۾ بدلجندڙ صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪئين امڪانن کي پيش نظر رکيو آهي. رفته رفته پوري افغانستان هڪ مرڪزي فوجي تربيت يافته عملو تيار ڪيو ويو. هي ياد رهي ته

1974ع ۾ پوري صوبہ سرحد ۾ ڪئين ڌماڪا ٿيا. جيڪي بالاخر فيبروري 1975ع ۾ حيات محمد خان شيرپائو جي شهادت تي منتج ٿيا. انهيءَ ڪان پوءِ اهي ڌماڪا بند نہ ٿيا. انهيءَ ڪان پوءِ جواب ڏيڻ ضروري ٿي پيو ۽ آگسٽ 1975ع ۾ پنجشير ۾ هڪ آپريشن ڪيو ويو. ڀٽو صاحب جي طرفان زبردست ترقياتي ڪمن جو اثر بہ نمودار ٿيڻ لڳو جنهن جو ثبوت اهو آهي تہ دائود. پاڪستان آيو ۽ ڊيورينڊ لائين تي هڪ ٺاهہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. حقيقت ۾ انهيءَ جي ابتدا ٿي، پر اهو موقعو مسلم ليگ حڪومت وڃائي ڇڏيو. هتي هيءَ ڳالهہ بہ دلچسپيءَ ڪان خالي ڪانهي تہ قبائلي علائقن ۾ سڌي طرح ووٽ جو حق ڏيڻ وارو مسئلو جيڪو 1977ع ۾ ٽيڪو هئو سو دائود حڪومت جي گذارش تي هڪ سال لاءِ ملتوي ڪيو ويو تہ جيئن هو پنهنجي اندروني معاملن کي منهن ڏيئي سگهي.

مسٽر ڀٽو بنيادي طور سوچ رکندڙ هئو تنهنڪري هن انهيءَ معاملي جو بہ سياسي حل ڳولڻ ٿي چاهيو تنهنڪري هن افغان مهاجرن جي هڪ ٽيم روم ۾ بادشاهہ ظاهر شاهہ ڏانهن موڪلي تہ هو اچي هن مسئلي جو حل ڳولڻ ۾ مدد ڪري. اها مسٽر ڀٽي جي ئي تجويز هئي، جيڪا هڪ گهمرو وري 1979ع ۾ بہ ويچار هيٺ آئي. هو انهيءَ لاءِ تيار ٿي ويو پر پي اين اي جي بيوقتي تحريڪ ڪري رڪجي ويئي ۽ نيٺ افغانستان ۾ اقتدار تي قبضي بعد اها مورڳو ختم ٿي ويئي.

مارشل لا جي نفاذ بہ افغان گروپ ۾ ڦيٽاڙو وجهي ڇڏيو خاص ڪري انهن جي مالي مدد جو مسئلو سنگين ٿي ويو جيڪو بصيرت جي فقدان ڪري ٿيو. نتيجي طور هن جي مالي اعانت لاءِ ڪويت، سعودي عرب، لبنان وغيره ڏانهن رجوع ڪيو ويو. اپريل 1978ع ۾ دائود حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ بعد اها گنڀير تا ويتر وڌي ويئي. بعد ۾ 1980ع ۾ آمريڪي مداخلت جي ڪري افغانستان هٿيار جو ڊپو بڻجي ويو. ان بعد ڇا ٿيو سو تاريخ جو حصو آهي ۽ اهو مؤرخين تي آهي تہ هو انهيءَ مسئلي کي ڪيئن ٿا ڏسن.

آڪٽوبر 1978ع ۾ سرسري فوجي عدالت جي آڏو پنهنجي بچاءُ واري بيان ۾ مون چيو "برصغير ۾ هڪ تازو حملو ٿيو آهي. هن گهمري اهو حملو نظرياتي آهي تنهن ڪري تمام خطرناڪ آهي. موجود قبائل جي آمد، ممڪن آهي تہ مختصر هجي پر مستقبل ۾ وڏيڪ ٿي سگهن ٿا..... موجوده صورتحال کي صرف قائد عوام جي بصيرت افروز قيادت ٻاهر ڪڍي سگهي ٿي، جيڪو هن وقت جيل ۾ سڙي رهيو آهي." منهنجي ڳالهہ صدا بہ صحرا ثابت ٿي ۽ مارشل لا جا اڳواڻ پنهنجي ذاتي فتوحات واري تصور ۾ گهيريل هئا.

## مسٽر ڀٽو، بطور انسان

رهبري، انسان جي پوري صلاحيت، ڪردار ۽ ٻين اوصاف جو جملہ عڪس آهي. تنهنڪري ڪنهن ليڊر کي سمجهڻ لاءِ بطور انسان، سمورن خصائل کي سمجهڻ ضروري آهي. ليڊر جا مقاصد، هن جي اصولن ۽ ذاتي تصورات سان ئي ڪنهن ليڊر جو ڪاٿو لڳائڻو پئي ٿو خاص ڪري انهيءَ حالت ۾ جڏهن ليڊر انقلابي هجي. انقلاب لاءِ چيو ويجي ٿو تہ اهو "اشرافيہ" آڻيندي آهي، ۽ اهو يقيني آهي تہ اهي دانشمند پنهنجي ذاتي اوصاف هيٺ ڪم ڪندا آهن. هنن جن محروميون، گهڻو ڪري مالي نہ پر نفسياتي ٿينديون آهن. هنن کي انهيءَ جي عيوض ڇا گهرجي. اهو آهي وقار سياسي اقدار ۾ حصو ۽ شهرت جيڪا سندن پرڪشش ۽ دلنواز شخصيت جو لازمي حصو ٿئي ٿو. هو سماجي انصاف لاءِ جيڪا جدوجهد ڪن ٿا، سا ڪڏهن پر خطر بہ ٿئي ٿي پر اها سندس ذات جو حصو ٿئي ٿي، ۽ انهيءَ سان هنن کي رغبت ملي ٿي. آءُ هتي چند واقعا درج ڪيان ٿو جيڪي هن جي ذات جا ڪي پهلو اجاگر ڪري سگهن ٿا.

## انسان دوستي

1973ع جي سياري جي ڳالهہ آهي، جڏهن وزيراعظم چترال جو دورو ڪندي مستوج پهتو. ان ڏينهن سخت ٿڌ هئي، هر طرف برف هئي

۽ ٿڌي هوا هڏن کي بہ چيري رهي هئي. سخت سيءَ جي باوجود ماڻهن جا انبوهہ قائد عوام جي آجيان لاءِ پهچي ويا هئا. جيڪا ڳالهہ هن جي فوري توجهہ ۾ آئي سا ماڻهن جي غربت هئي. هو ڦاٽل ڪپڙن ۾ ويڙهيل سيڙهيل هئا. ۽ پيرن ۾ جتين بدران گاهہ جا نهيل سپاٽا هئا. اهو ڏسي هن جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ ڏسي چيائين: "پلا اهڙي غربت اسان جو نصيب ڇو آهي؟ ڇا اهائي خدا جي مرضي آهي؟"

جڏهن اونهارو آيو تہ هو آغا خان کي وٺي اتي ويو ۽ آغا خان فائونڊيشن جو بنياد رکرايائين. جنهن جو مقصد انهيءَ علائقي مان غربت جو خاتمو آڻڻ ۽ معاشي بهتري آڻڻ آهي.

انهيءَ کان سواءِ اڻ ڳڻيا ٻيا واقعا بہ آهن جڏهن هو ٻين قبائلي علائقن ۾ ويو ۽ ماڻهن جي حالتن کان متاثر ٿيو. اهي ئي دؤرا هئا جن جي ڪري هن قبائلي علائقن ۾ زبردست سماجي ۽ معاشي پروگرام جي ابتدا ڪئي.

## جرئت مندي

ڪيترن ئي موقعن تي آءُ سندس جرئت جو شاهد هئس. آگسٽ 1973ع ۾ حڪومت پنهنجو اختيار باجوڙ جي اپر منهند نواگاؤ علائقي تائين وڌائي ڇڏيو. هيءَ علائقا ان وقت تائين افغان اثر هيٺ تصور ڪيا ويندا هئا. ۽ 1935ع کان پوءِ ڪو حڪومت جو ماڻهو اتي ڪونہ ويو هئو. نومبر 1973ع ۾ جڏهن هو انهن علائقن جي دؤري تي وڃڻ وارو هئو تہ انٽيليجنس ايجنسين ان وقت جي گورنر مسٽر اسلم خٽڪ کي اطلاع ڏنو تہ پهاڙن تي هلڪيون مشين گنون لڳايون ويون آهن تہ جيئن وزيراعظم جي هيلڪاپٽر کي نشانو بڻايو وڃي. اهو ٻڌي وزيراعظم نہ صرف دؤرو ڪيو پر گورنر جي مخالفت جي باوجود اتي عام جلسي کي خطاب ڪيو.

ساڳي ڪهاڻي اتر وزيرستان ۾ بہ ورجائي ويئي. پر اتي بہ ايجنسين جي اطلاع جي باوجود شهيد ڀٽي عام جلسي کي خطاب ڪيو.

انهن سمورن واقعن ۾ سڀ کان حيرت انگيز واقعو اتر مهمند ۾ لڪارو تي ٿيو جتي هو 1976ع ۾ ويو. هتي هن نہ صرف هٿياربند قبائلين جي جلوس سان سفر ڪيو جيڪي خوشيءَ وچان هوائي فائر ڪري رهيا هئا، پر ڀٽي صاحب مقامي ٺهيل توپ بہ هلائي.

ڀٽي صاحب جي پڇاڙي وارا ڏانهن هن جي جرئت مندي ۽ بهادريءَ جو سڀ کان وڏو مظاهرو هئو. هن سپريم ڪورٽ ۾ بيان ڏيڻ ۾ پنهنجي سچي پچي جرئت جو مظاهرو ڪيو ۽ نہ صرف اصولن تي ڪا سوديبازي نہ ڪئي، پر پنهنجي موت کي هڪ جيالي انقلابي وانگيان گلي لڳايو ۽ امر بڻجي ويو.

## حرف آخر

انقلابي پارٽي جنهن جو هن بنياد رکيو سا اڃا قائم آهي ۽ قائم رهندي ڇاڪاڻ تہ اها مصنوعي اصولن ۽ مفروضن تي ڪانہ قائم ڪئي ويئي هئي، پر معاشري جي حالتن ۽ ماڻهن جي اُدمن تي بنائي ويئي هئي. اها ماڻهن ٺاهي هئي. اها قائم رهندي ڪنهن مادي يا معاشي اقتدار جي ڪري نہ. پر انهيءَ اخلاقي قوت جي ڪري جيڪا هو غريب ۽ ڏتڙيل ماڻهن مان حاصل ڪري ٿي. شهيد ڀٽي جنهن انقلاب جي ابتدا ڪئي، سو اڳتي وڌي سگهي ٿو يا پٺتي ٿي سگهي ٿو يا بنهہ شڪست کائي سگهي ٿو پر هر نئين نسل (موجوده نسل مان محترمہ بينظير ڀٽو) جو اهو فرض ٿيندو تہ جدوجهد هر حال ۾ رکي.

هن جي پارٽي پيپلز پارٽي، ڏينهون ڏينهن وڌندي ۽ فروغ پائيندي (خود اهي نوجوان جن شهيد ڀٽي کي نہ ڏٺو) سي بہ هن ۾ شامل ٿي رهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ ان جو پيغام سندن اُدمن، جذبن ۽ اُمنگن جو آئينہ دار آهي.

پنهنجي زندگيءَ ۾ ڀٽي صاحب، نہ صرف تاريخ ٺاهي پر لکي ۽ پنهنجي موت سان هن فتح ۽ عظمت جو اهو داستان لکيو جيڪو پاڪستان جي سياسي تاريخ ۾ هڪ درخشان باب آهي. جيستائين پاڪستان ۾ سياست جو نالو ۽ نشان آهي، ذوالفقار علي ڀٽو ۽

پاڪستان پيپلز پارٽي، محروم ۽ ڌتڙيل عوام لاءِ هن هيڏي ساري جدوجهد ڪئي، تن لاءِ اُميد جو ستارو رهندو. انقلاب، جنهن جي شروعات مسٽر ڀٽي ڪئي، تنهن جي به جدوجهد جاري رهندي بشرطيڪ اسان هن جي مقصد کي ناڪام نہ ڪريون. اسان کي جڳائي تہ انهيءَ انقلاب جي عظيم تر ڪاميابيءَ لاءِ پيهر عهد ڪريون، خواه ان لاءِ اسان کي جان جوکم ۾ وجهڻي پئي. انهيءَ عهد کي ورجائڻ ئي ان شخص لاءِ بهترين خراج ٿي سگهي ٿي جنهن جي لاءِ هيءَ ڪتاب وقف ڪيو ويو آهي.

## پنو: هڪ سڌارڪ

شيخ محمد رشيد

پاڪستان پيپلز پارٽي جو پايو هڪ ڪنوينشن ۾ وڌو ويو جيڪا 30 نومبر ۽ پهرين ڊسمبر 1967ع تي ڊاڪٽر مبشر حسن جي جاءِ تي قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي جي صدارت ۾ ٿي. مون کي انهيءَ ڪنوينيشن ۾ شرڪت جو اعزاز حاصل آهي.

انهيءَ موقعي تي پنهنجي تاريخي تقرير ۾ قائد عوام ماڻهن جا ڏک سور بيان ڪندي، انهيءَ نظام کي تبديل ڪرڻ تي زور ڀريو جيڪو نہ فقط غير منصفانہ سماجي جوڙجڪ جي پيدا ڪرڻ ذميوار هو بلڪہ ان کي صدين کان جاري رکڻ جو بہ اصل ڪارڻ هو. هن انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ان ضرورت تي زور ڀريو تہ سمورين مخالف پارٽيون متحد ٿي وڃن ۽ پوءِ انهيءَ نظام جي تبديليءَ لاءِ جتن ڪن. انهيءَ جي وضاحت ڪندي هن چيو هو تہ هيءَ نئين پارٽي سمورين مخالف پارٽين جي درميان رابطي جي ذريعو بڻجي، اڳواٽي مهيا ڪندي. شهيد ڀٽي کي يقين هو تہ ماڻهن جي شموليت انهيءَ ڪري

ڪونہ ٿي سگهي آهي جو اصل قومي مسئلا، اهنج ۽ ڏک سور ڪڍهن بہ عوام کي ہڏايا ڪونہ ويا آهن ۽ نہ وري هنن کي انهيءَ جي حل ڪرڻ واري جدوجهد ۾ شامل ڪيو ويو آهي. هن رشوت خوريءَ ۽ بدعنواني جي وڏندڙ آزار جو ذڪر ڪيو جنهن قومي دولت کي لٽڻ کان سواءِ، پوري قومي ڪردار جو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيو هو. چيئرمين پٽي، معاشي پاليسين جي ناڪامي جو سڀ کان وڏو ڪارڻ قومي صنعتي ادارا، نجي سرمايہ ڪارن جي حوالي ڪرڻ کي قرار ڏنو. هن انهيءَ سلسلي ۾ صنعتي ترقياتي ڪارپوريشن جو خصوصي طور ذڪر ڪيو جيڪو ماڻهن کي ڏنو پئي ويو.

پارٽيءَ جي اقتصادي پاليسيءَ جو ذڪر ڪندي، شهيد ڀٽي چيو تہ سماجي انصاف صرف تڏهن مهيا ٿي سگهي ٿو جڏهن پيداوار جا ذريعا، ماڻهن جي لٽ مار جا ذريعا نہ بڻجن، بلڪ انهن جي ترقي ۽ خوشحالي جو ذريعو بڻجن. انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ چيئرمين ڀٽي انهيءَ تي زور ڀريو تہ سموريون مکيہ صنعتون، قومي ملڪيت ۾ ورتيون وڃن ۽ انهيءَ ۾ بئنڪاريءَ، انشورنس، ٽرانسپورٽ، بجلي جي پيداوار، توانائي، تيل جا ذريعا ۽ معدني دولت وارا ادارا شامل هئڻ گهرجي.

سياسي صورتحال جو ذڪر ڪندي چيئرمين ڀٽي چيو هو تہ: "بنيادي حقن جي بحاليءَ لاءِ فوري قدم کڻڻ وقت جي اهم ضرورت آهي." روايتن جي باري ۾ ڳالهائيندي هن چيو هو: "اسان روايتن جو احترام ڪريون ٿا پر گندين ۽ پراڻين روايتن جي مخالفت ڪنداسين. اسان فقط انهن روايتن جي قدر ڪنداسين، جيڪي عام ماڻهن جي ڀلي وٽان آهن، نہ ڪ جيڪي ملڪ کي پسماندگيءَ طرف ڏڪين. اسان اوهان جي ملڪ کي هڪ نئون روپ بخشينداسين. اسان پاڪستان کي هڪ انقلابي شڪل ڏينداسين."

چيئرمين، انهيءَ تي خاص طور زور ڀريو تہ ڪشمير جي مسئلي جو حل صرف اقوام متحده جي قرارداد مطابق ريفرنڊم ذريعي ئي ٿي

سگهي ٿو جنهن تي ٻين ملڪن اتفاق ڪيو هو. هن ڪشمير جي صورتحال هنن لفظن ۾ بيان ڪئي:

"جمون ۽ ڪشمير جي ماڻهن جو مستقبل، پاڪستان جي ماڻهن جو مستقبل آهي. ڪشمير کان سواءِ پاڪستان مڪمل ڪونهي، ائين ئي جيئن مٿي کان سواءِ جسم."

ويٽنام جي بهادر ماڻهن کي خراج عقيدت پيش ڪندي، هن ويٽنام تي بمباريءَ جي شديد مذمت ڪئي. چيئرمين ويٽنام جي ماڻهن جي جدوجهد کي ايشيا جي ماڻهن جي جنگ قرار ڏنو ۽ چيو ته هو بهادر ماڻهو اسان جي هر مدد جا مستحق آهن. چيئرمين حڪومت جي انهيءَ اقدام کي شرمناڪ قرار ڏنو جنهن ۾ آمريڪي حڪومت جي احتجاج بعد ملڪ جي سمورين اخبارن کي هدايتون ڪيون ويون هيون ته ويٽنامين تي ڪيل ظلم جي داستانن کي نه ڇاپيو وڃي.

پارٽي ڪنوينشن ۾ چيئرمين پٽي جيڪي دستاويز پيش ڪيا، تن تي ڏاڍو تفصيلي غور ڪيو ويو ۽ بعد ۾ ڪئين ٺهراءَ پاس ڪرڻ بعد پارٽيءَ جي پاليسي ۽ پروگرامن جو اعلان ڪيو ويو. جنهن جون خاص خاص ڳالهيون هيءَ هيون:

## خارجه امور

ڪنوينشن مطالبو ڪيو ته سيٽو ۽ سينٽو کان علحدگي اختيار ڪئي وڃي، آمريڪا سان دفاعي معاهدو ختم ڪيو وڃي ۽ پشاور ويجهو هنن جو اڏو بند ڪيو وڃي.

ڪنوينشن ۾ اسرائيل جي جارحيت کي سخت ننديو ويو ۽ عرب علائقن تي قبضي کي وحشياڻو ۽ ظالماڻو قرار ڏيندي ان کي عرب ملڪن جي خلاف حملو سڏيو ويو.

ڪنيونشن اعلان ڪيو ته ڪشمير تي ڪوبه ٺاهه قبول نه هوندو جيستائين اقوام متحده جي طئي ڪيل اصول مطابق ۽ پاڪستان ۽ هندستان ٻنهي جي رضامندي سان حق راءِ دهي جي بنياد تي نه ڪيو

وڃي. انهيءَ ڪري ڪنوينشن حڪومت تي زور ڀريو ته ڪشمير مسئلي جي حل کي هندستان مشروط بنائي ۽ حق خودارادي کان سواءِ ڪو حل قبول نه ڪري.

ڪنوينشن، ويٽنام جي ماڻهن جي بهادريءَ تي کين زبردست خراج عقيدت پيش ڪيو جيڪي دنيا جي طاقتور ترين قوت جي خلاف ۾ ڏهاڪن کان مهاڏو اڏي بيٺا آهن. ڪنوينشن مطالبو ڪيو ته اتر ويٽنام تي بمباري ختم ڪئي وڃي، جيڪا ان جي قومي حقن جي سراسر خلاف ورزي آهي.

ڪنوينشن اعلان ڪيو ته حڪومت کي پنهنجي خارجه پاليسيءَ جو بنياد ٻن اصولن تي بنائڻ گهرجي يعني ٻين ملڪن جي معاملن ۾ عدم مداخلت ۽ حق خودارادي ۽ هي ته انهن ٻن شرطن تي ڪنهن قسم جي سوديبازي ڪانه ٿيندي، ڪنوينشن، ٽئين دنيا سان اتحاد جو ملڪ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪي ۾ شامل آهي، جيڪي جيتوڻيڪ سياسي طور تي آزاد ليکيا وڃن ٿا، پر حقيقي طور تي بيٺڪي ۽ نيم بيٺڪي قوتن جي مداخلت ۽ غلبي هيٺ آهن. کين انهيءَ غلبي کان صرف تڏهن آزادي ملي سگهي ٿي، جڏهن هو پاڻ ۾ متحد ٿيندا.

## قومي دفاع

مسلسل غير ملڪي خطري جي پيش نظر، ڪنوينشن حڪومت تي زور ڀريو ته مسلح افواج جي تعداد ۾ واڌارو آڻي، قومي مليشيا ٺاهي ۽ ماڻهن کي فن حرب جي سکيا ڏيئي قومي دفاع کي وڌيڪ مضبوط ڪيو وڃي.

## شهري آزاديون

ڪنوينشن مطالبو ڪيو ته فوري طور سمورن سياسي قيدين ۽ نظربندن کي آزاد ڪيو وڃي، ملڪ مان ڊفينس آف پاڪستان رولز کي واپس ورتو وڃي، ڪرمنل لا اميندمينٽ ائڪٽ 1963ع کي منسوخ

ڪيو ويجي ۽ جمون و ڪشمير ائڪٽ مجريہ 1964ع ڪي واپس وٺي آزادانہ چونڊون ڪرايون وڃن.

ڪنوينشن، اخبارن جي آزادي، ڪارن قانونن جو خاتمو ۽ پريس ٽرسٽ جي خاتمي جو مطالبو ڪيو. ڪنوينشن اها بہ گهر ڪئي تہ جيڪي ماڻهو سياسي بنيادن تي تشدد ۽ ڏاڍ جو شڪار ٿيا آهن تن کي معقول معاوضو ڏنو وڃي. ڪنوينشن اها بہ گهر ڪئي تہ تعليمي ماحول سازگار بڻايو وڃي، يونيورسٽي آرڊيننس ختم ڪيو وڃي ۽ اهڙا سمورا قانون ختم ڪيا وڃن جيڪي شاگردن جي پڙهائي ۽ عملي سرگرمين کي محدود ڪندا هجن.

### اقليتون

ڪنوينشن اعلان ڪيو تہ سمورين اقليتن جي حقن جي حفاظت هن اصول تي ڪئي ويندي تہ سمورا شهري هر لحاظ کان برابر آهن.

### سرڪاري ملازم

ڪنوينشن حڪومت طرفان سرڪاري ملازمن جي سياسي مقصدن لاءِ استعمال کي سنجيدگيءَ سان نِنديو ۽ اعلان ڪيو تہ سمورن سرڪاري ملازمن کي پنهنجي پوري مدت ملازمت جو تحفظ ڏنو ويندو.

### بدعنوانيون

ڪنوينشن، انتظامي مشينري ۾ بدعنوانين، رشوت خوري، اقربا پروري جو سختيءَ سان نوٽيس ورتو ۽ انهيءَ جي مذمت ڪئي تہ حڪومت انهيءَ جو سدباب ڪرڻ ۾ ناڪام ويئي آهي.

### اقتصادي مسئلا

دستاويز نمبر 4 ۾ ڄاڻايل آهي: "مختصر لفظن ۾ هيئن تہ پارٽيءَ جو مقصد ملڪ جي معاشري کي هڪ سوشلسٽ معاشري ۾ بدلائڻ آهي." وري ساڳئي دستاويز ۾ پيو ويو آهي: ترقي پذير ملڪن لاءِ، سوشلزم

اهڙو هٿيار آهي جيڪو استحصال جي خلاف قوت مدافعت مهيا ڪري ۽ ماڻهن جي معيار زندگيءَ کي بلند ڪري ته جيئن هو مختصر وقت اندر سڌريل قوم وانگيان رهي سگهن. "ڊڪليئريشن آف پرنسپلز (دستاويز نمبر 5) ۾ وڌيڪ وضاحت ڪيل آهي ته: پارٽي، پنهنجي پاليسي ۽ رهنما اصول جي طور تي هنن ٻن مکيه ضرورتن کي بنياد بنايو:

(الف) غير طبقاتي سوسائٽي جو قيام ۽

(ب) حقيقي ۽ سماجي انصاف جي حصول لاءِ سوشلسٽ نظريي تي عمل.

پيداواري ذريعن جي سلسلي ۾ سوشلسٽ پاليسيءَ جو ذڪر ڪندي اعلان ڪيو ويو ته "هر انهيءَ نظام ۾ عوام جو استحصال ممڪن ٿيندو آهي، جتي ذرائع پيداوار انهن ماڻهن جي هٿن ۾ رهن جيڪي پاڻ پيداوار ڪونه ٿا ڪن. ٻهراڙي ۾ زميندراي نظام هيٺ، هاريءَ کي ڦرلٽ جو شڪار ٿيڻو پوي ٿو. بهرحال، صنعتي شعبي ۾ ته سرمائيدارانه استحصال لٽ مار جو هڪ عجيب نمونو آهي. تنهنڪري اتي فوري طور ڪي سڌارا آڻي سگهجن ٿا، جن سان عام معاشي بهتري اچي سگهي ٿي."

اهو به ڄاڻايو ويو ته "سوشلسٽ سڌارا آڻڻ لاءِ هي اصول اختيار ڪيو ويندو ته اهي پيداوار جا ذريعا جيڪي صنعتي پيداوار ڏين ٿا يا جن جي ذريعي ٻيا پيداواري ذريعا نڪرن ٿا، تن کي لازمي طور نجي هٿن ۾ نه ڏجي، ٻيو ته اهي ڍانچا جيڪي قومي معيشت جو بنياد فراهم ڪن ٿا سي قومي هٿن ۾ هجن ۽ ٽيون، اهي ادارا جيڪي ناڻي جي ڏيتي ليتي ڪن ٿا يعني بئنڪنگ ۽ انشورنس، اهي لازمي طور قومي ملڪيت ۾ وڃڻ گهرجن."

اهو واضح رهي ته هيءَ گڏيل اقتصاديات هوندي، جنهن ۾ نجي سرمايه ڪاري پنهنجو ڪردار ته ادا ڪندي، پر هڪ هٽي قائم نه ڪري سگهندي، ان کي يقينا ترقي ڪرڻ گهرجي، پر انهن حالتن اندر جيڪي نجي سرمايه ڪاري لاءِ مناسب ۽ موزون آهن، ٻين لفظن ۾ هنن کي صحتمند مقابلي جي اجازت هوندي پر مملڪت جي تحفظ ۾ نه.

صنعتي مزدورن جي حقن جي سلسلي ۾ ڪنوينشن مطالبو ڪيو ته ٽريڊ يونين ائڪٽ کي اهڙيءَ طرح بدلايو وڃي جو بين الاقوامي ليبر آرگنائيزيشن جي مطابق هجي ۽ يونين سازي ۽ هڙتال ڪرڻ جي حق کي تسليم ڪيو وڃي، ٻارن جي پورهئي کي هڪدم بند ڪرڻ جو به مطالبو ڪيو ويو.

ٺهراءُ نمبر 7 ۾ اعلان ڪيو ويو ته جاگيردارانه استحصال کي ختم ڪيو وڃي ۽ اهو مقصد مؤثر طريقي ۾ سوشلسٽ اصولن تي عمل سان حاصل ڪري سگهجي ٿو. جيستائين اهو نه ڪيو ويو تيستائين لکين محروم ماڻهن جي حالت نه سڌرندي.

دستاويز نمبر 5 ۾ صاف لفظن ۾ ڏنو ويو آهي ته "پارٽي، جاگيردارانه نظامن ختم ڪرڻ جو عهد ڪري ٿي ۽ اهڙا سمورا قدم کڻندي جيڪي سوشلسٽ نظريي جي مڃيل اصولن هيٺ هارين جي تحفظ ۽ ان جي بهتريءَ لاءِ ضروري آهن."

ڪنوينشن حڪومت تي زور ڀريو ته مستقبل ۾ سرڪاري زمينون صرف بي زمين هاري ۽ گهٽ زمين وارن ڪڙمين کي ڏنيون وڃن.

ڪنوينشن سفارش ڪئي ته اهي هاري جن وٽ گذاري کان گهٽ زمين آهي، تن کي ڍل کان آجو قرار ڏنو وڃي.

ڪنوينشن، حڪومت تي زور ڀريو ته زراعت سان لاڳاپيل ملازمن لاءِ گهٽ ۾ گهٽ اجورو مقرر ڪيو وڃي، جيڪو گذاري لاءِ ڪافي هئڻ گهرجي ۽ اهڙي طرح پورهيت لاءِ وڌ ۾ وڌ ڪم جو وقت مقرر ڪيو وڃي.

ڪنوينشن وڏيڪ سفارش ڪئي ته حڪومت، ڪوآپريٽو پوک جي وڌ ۾ وڌ همت افزائي ڪري.

پٽو شهيد، رات ڏينهن هڪ "نئين عالمي نظام" جي تشڪيل ۾ مصروف رهيو جنهن جو مقصد ٽئين دنيا جي مظلوم عوام کي استحصال کان آجو ڪرڻ هو جيڪو بش واري "نئين عالمي نظام" کان مختلف هئو جنهن جو مقصد پوري دنيا تي پنهنجو تسلط قائم ڪرڻ

هو. وزيراعظم ڀٽي، فيبروري 1974ع ۾ اسلامي سربراهہ ڪانفرنس جي صدارت ڪندي بہ سمورن شرڪا تي زور ڀريو تہ هو پنهنجا مسئلا ڪنهن ٻئي طاقت کي مداخلت جي دعوت ڏيڻ بدران پاڻ ۾ ويجهي ٿي حل ڪن. هي ئي اهو مکيہ سبب هو جو سامراجي قوتن کيس هٽائڻ لاءِ مارشل لا لڳايو. ري پروسسنگ پلانٽ جو جهيڙو بہ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي هو. جڏهن هن، آمريڪا جي دٻاءَ کي مسترد ڪندي، فرانس کان پلانٽ حاصل ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. کيس اها ڌمڪي سامراجي قوت، مسٽر هينري ڪسينجر جي هنن لفظن ۾ پهچائي ويئي هئي:

"جيڪڏهن اسان جي ڳالهہ نہ مڃي ويئي تہ اسان اوهان جي هڪ ڀيانڪ مثال بنائي ڇڏينداسون. وري اپريل 1977ع ۾ پارليامينٽ اندر تقرير ڪندي مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي "سندس خون جي پياسن هٿن" جو ذڪر ڪيو. وري راجا بزار راولپنڊيءَ ۾ عام ماڻهن کي هن اهو دستاويز ڏيکاريو جنهن کي هن "سفيد هاٿي" قرار ڏنو. ملڪ ۾ اندر مارشل لا جي آمد کي انهن جاگيردارن جي حمايت حاصل هئي، جن جون وڏيون زمينون کسي لکين بي زمين هارين ۾ ورهايون ويون هيون ۽ جيڪي هاٿي هنن جي چنبن مان آزاد ٿي ويا هئا.

اقتدار جون واڳون سنڀالڻ کان پوءِ چيئرمين ڀٽو ڪنوينشن ۾ ڪيل اعلانن مطابق پروگرام تي عمل ڪرڻ ۾ لڳي ويو. پهرين ٽن مهينن ۾ انشورنس ڪمپنيون، بئنڪون ۽ ٻيون ڪجهہ بنيادي صنعتون قومي ملڪيت ۾ ورتيون ويون. زرعي سڌارا نہ صرف آندا ويا بلڪ انهن تي عمل بہ ڪيو ويو. تعليمي ادارا قومي ملڪيت ۾ ورتا ويا. پرگريسو مزدور قوانين نافذ ڪيا ويا ۽ هڪ جامع صحت جي اسڪيم تيار ڪئي ويئي. هن سلسلي ۾ نئين اسڪيم ڊرگ (جنرڪ نالن وارو) ائڪٽ، 1972ع لاڳو ڪيو ويو. جنهن هيٺ دوا ساز ڪمپنين کي دوائن جي اصل نالن کان سواءِ ڪنهن ٻئي نالي سان وڪڻڻ جي اجازت نہ هئي. هن انقلابي قدم سان دوائن جي قيمتن ۾ ڳچ ڪمي اچي ويئي.

پيپلز پارٽي حڪومت جي انهيءَ قدم کي سڄي دنيا ۾ ساراهيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾ برطانيہ مان نڪرندڙ پندره روزه رسالي "ڊرگ اينڊ ٿيراپيوٽڪ بليٽن" واري 21 جولاءِ 1972ع جي اشاعت قابل ذڪر آهي، جنهن انهيءَ قدم تي تبصرو ڪندي لکيو تہ "جنرڪ نالن جي استعمال ۾ پاڪستان دنيا جو مهندار بڻجي ويو آهي." اخبار لکيو تہ "نظريہ طور تہ اهو تمام سولو آهي تہ هڪ قانون نافذ ڪري، دوائن کي جنرڪ نالن سان استعمال ڪرڻ جو طريقو رائج ڪيو ويو آهي. پر هن ۾ سياسي ۽ تجارتي پيچيدگين جي ڪري اڃا فري مارڪيٽ واري ڪنهن بہ ملڪ اهو نظام رائج نہ ڪيو آهي. انهيءَ تي ڪن ملٽي نيشنل ڪمپنين، هن عظيم ليڊر تي ڏاڍو دٻاءُ وڌو پر هو انهن جي اثر ۾ ڪڏهن ڪونہ آيو. اهڙن بنيادي نوعيت جي سڌارن جي ڪري ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي ۽ حالتن ۾ انقلابي ڦيرو اچڻ لڳو.

جيئن مٿين چند ڳالهين مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ڀٽو شهيد وڏو سڌارڪ هو. هن چاهيو ٿي تہ پراڻو نظام بدلي اهڙا انقلابي سڌارا آڻي، جو پاڪستان جو سمورو معاشي نظام بدلجي وڃي ۽ پاڪستان سچو پچو ترقي پذير ۽ جمهوري ملڪ بڻجي وڃي. هن جي خارجہ پاليسي جو مکيہ مقصد ٽئين دنيا جي ملڪن کي، ان جي ماڻهن کي، سامراجي قوتن جي استحصالي چنبن مان آزاد ڪرايو وڃي. هن جي مسلسل ڪوشش اها هئي تہ ٽئين دنيا جي عوام ۾ هڪ قسم جي سجاڳي پيدا ڪري ۽ اسلامي بلاڪ جا ملڪ پنهنجي پيرن تي بيهي ۽ ڪنهن ٻاهرين مداخلت کان سواءِ پنهنجا مسئلا پاڻ حل ڪن.

ڪنهن هڪ مضمون ۾ چيئرمين ڀٽي جي شخصيت جي هر پهلوءَ تي تفصيل سان لکڻ ڏکيو آهي، تنهنڪري آءٌ صرف زرعي شعبي ۾ زرعي سڌارن جو ذڪر ڪندس، جيڪي چيئرمين ڀٽي جي قيادت ۾ عمل ۾ آيا.

## زرعي سڌارا

زرعي سڌارن جا ٻه پهلو آهن يعني هڪ ته پيداوار وڌائي وڃي ۽ ٻيو ان جي نظام ۾ تبديلي آڻڻ. جديد زرعي معيشت جا ماهرن اڄ انهيءَ تي متفق آهن ته زرعي پيداوار وڌائڻ ۾ زرعي گهاڙيٽي ۾ تبديلي ڪرڻ بنيادي ضرورت آهي. تنهنڪري آءٌ هن پهلوءَ تي ڀرپور بحث ڪندس.

دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ هيءَ ڳالهه هاڻي متفقه طور تسليم ڪئي وڃي ٿي ته زرعي ميدان ۾ سڀ کان ڏکيو ڪم زرعي گهاڙيٽي ۾ تبديلي آڻڻ آهي، بلڪ ان کان ڏکيو ڪم ان تي عمل ڪرڻ آهي، ڇاڪاڻ ته جڏهن شهرن ۾ صنعتڪار سموري معيشت ۽ سياسي اقتدار جا مالڪ بڻجي وڃن ٿا. زمينون هنن لاءِ بنا محنت جي دولت اپائين ٿيون، پر ساڳئي وقت اقتدار تي قبضي ڪرڻ جو به ذريعو ٿين ٿيون. هو حڪومت ناهيندا ۽ بگاڙيندا آهن. شهرن ۾ صنعتي مرڪزن ۾ ته مزدور ۽ محنت ڪش پنهنجي اجتماعي سودي ڪاريءَ جي ذريعي پنهنجا جائز حق حاصل ڪري وٺن ٿا. پر ٻهراڙين ۾ ويچارا ڪڙمي، ڪاسبي ۽ هاري، پنهنجن حقن کان بي خبر. زميندارن ۽ جاگيردارن جي هٿن ۾ ڪيڏندي وفادار غلامن واري زندگي گذارين ٿا. هي زميندار سچ پچ، پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ حڪمران هوندا آهن. تاريخي حقيقت هيءَ آهي ته تمام اقليت ۾ هوندي به زميندارن ڪيترين صدين تائين پوري دنيا ۾ حڪومت ڪئي آهي. پاڪستان، لکين مسلمانن جي جدوجهد ۽ قربانين سان حاصل ڪيو ويو پر آزادي حاصل ڪرڻ کان پوءِ به هن ننڍي اقليت سمورن ماڻهن تي پنهنجي حڪومت جاري رکي. ڪڏهن پنهنجي چونڊيل غيوضين جي ذريعي يا وري جنتا جي ذريعي، هنن جو حال هي هو جو موقعو ڏسي هو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ هليا آيا. جنهن پارٽيءَ جو مقصد سموري معاشري کي تبديل ڪرڻ هو. شروع کان ئي هو پارٽي ۽ ان جي حڪومت تي ڇانيا رهيا.

پنجين جولاءِ 1977ع تي جڏهن مارشل لا نافذ ڪيو ويو، ان وقت 22 وفاقي وزيرن مان 14 وزير، ۽ چئن وزراءِ اعليٰ مان ٽن جو تعلق

زميندار طبقيَ سان هو جڏهن تہ چئن گورنرن مان ٽي گورنر، سابق رياستن جا حڪمران هئا. ظاهر آهي تہ زمينداريءَ ۾ جاگيرداري جون پاڙون تمام پري ۾ اونهيون کتل آهن. تنهنڪري جيستائين ڪو بامعنيٰ انقلاب اچي، تيستائين اهڙا قدم انهن پختي کتل نظام کي لوڏڻ لاءِ ڪافي ثابت ٿيندا آهن. بهرحال انهيءَ کان بچڻ لاءِ هو آخر گهڙيءَ تائين جدوجهد ڪرڻ ۾ ڪڏهن ڪڏهن ٿورو گهڻو ڪامياب بہ ٿي ويندا آهن ۽ اهڙن سڌارن کي ڪنهن حد تائين ناڪام بہ بڻائي ڇڏيندا آهن. اهڙي حالت ۾ اهي جاگيردار پنهنجن هم عمر صنعتڪارن سان هم آواز ٿي ۽ حاشيہ بردار افسرشاهي سان هم ڪلام ٿي زرعي سڌارن جي اثر کان بچڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اهڙي مخالفت جي صدا ڪڏهن ڪڏهن اقتدار جي اوچن منصب دارن وٽان بہ ٻڌڻ ۾ ايندي آهي، جن ۾ بعض اوقات اهي سڌارڪ بہ شامل هوندا آهن. تنهنڪري زرعي سڌارن جي جيڪا اونهي مخالفت ٿيڻ واري هئي، سا انهن سڌارن جي فائدن کان گهٽي شديد هئي. هيءَ ڪا تعجب جي ڳالهہ ڪانهي تہ انهيءَ پس منظر ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽي واڳون سنڀالڻ جي فورا بعد زرعي سڌارن تي عمل شروع ڪري ڏنو. هن کي احساس هو تہ پاڪستان جو عوام جي اڪثريت گهٽن ٽي ايشيائي ملڪن وانگيان، ٻهراڙيءَ ۾ رهي ٿو ۽ زمين مان ئي پنهنجو پيٽ قوت پيدا ڪري ٿي. اهائي زمين اسان جي مجموعي قومي پيداوار جو سڀ کان وڏو حصو (30 سيڪڙو) آهي. اسان جي ڳوناٽي آبادي اسان جي ڪل آبادي جو ستر سيڪڙو آهي، پر هي بہ هڪ الميو آهي تہ انهيءَ آباديءَ جو وڏو حصو زمين بغير آهي يا وري ٿوريءَ زمين جو مالڪ آهي، بلڪ ڪين هر ڪيڙڻ جا اوزار بہ ڪونهن. جيڪي ٿورا ڪي گهٽا هر هاري آهن، تن کي سدائين زميندارن هٿان بي دخليءَ جو ڌپ رهي ٿو. اهوئي خوف، زرعي پيدار جو بدترين دشمن آهي. انهن حالتن ۾ اهو لازمي آهي تہ ٻهراڙيءَ ۾ زرعي پيداوار جي ذريعن کي وڌايو وڃي، ڪين سڌريل طريقن سان متعارف ڪرايو وڃي، ڪين ڪم جي

سلامتي جو احساس مهيا ڪجي ۽ وڏيڪ روزگار جا موقعا ميسر ڪجن.

انهيءَ پس منظر ڪي آڏو رکنديه عوامي حڪومت واڳون سنڀالڻ جي ٽن مهينن اندر انقلابي زرعي سڌارا آندا. پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو زرعي گهاڙيٽي ۾ قانون جي ذريعي مؤثر تبديليون آنديون ويون. انساني وسيلن جو سڀ کان اهم وسيلو يعني زمين، جيڪا صرف چند هٿن ۾ گڏ ٿي وئي هئي ۽ جيڪي ان کي سنڀالي به نه سگهيا ٿي، تن کان اضافي زمين حاصل ڪريه بي زمين هارين ۾ ورهائي ويئي. درحقيقت، هي جاگيرداري جي خاتمي واري واعدي جي پورائي هئي. هڪ خواب جي تعبير هئي. اڻين، سرڙئي هاريءَ کي پهريون ڀيرو پنهنجي پورهئي جي ضمانت ملي ۽ پهريون ڀيرو هن جي دل مان بيدخليءَ جو خوف ويندو رهيو.

زرعي سڌارن جو روح هيءُ آهي ته 500 ايڪڙ نهري يا هڪ هزار باراني زمين (36 هزار پيداواري يونٽ) جي حد جيڪا ايوب خان جي ڏينهن ۾ نام نهاد زرعي سڌارن جي نالي ۾ قائم ڪئي ويئي هئي، سا هڪ ٽي ڏڪ سان گهٽائي ڏيڍ سؤ ايڪڙ نهري زمين يا ٽي سؤ ايڪڙ باراني زمين (12 هزار پيداواري يونٽ) ڪئي ويئي، جنهن لاءِ زرعي سڌارن جو ريگيوليشن 115 آف 1972ع جاري ڪيو ويو. وري 1977ع ۾ هڪ ٻيو ائڪٽ جاري ڪري.100 ايڪڙ نهري زمين ۽ 200 ايڪڙ باراني زمين (8 هزار پيداواري يونٽ) ڪيا ويا. انهيءَ کان پوءِ اجا به زميني حد گهٽائڻ جي رٿ هئي. ايوب خان هڪ مارشل لا ريگيوليشن جي ذريعي (جنهن کي عوامي حڪومت مسترد ڪري ڇڏيو) پنهنجي سياسي مصلحتن جي ڪري زميندارن کي ڏيڍ سؤ ايڪڙ باغن لاءِ ۽ وارثن کي تحفي طور 18 هزار پيداواري يونٽ ۽ خاندان جي ٻين افراد لاءِ ڇهه هزار يونٽن جي جيڪا رعايت ڏني هئي، سا هميشه لاءِ ختم ڪئي ويئي.

پهريون پيرو سرڪاري ڪامورن کي پوين حڪومتن جيڪي زمينون ڏنيون هيون سي بہ اثر هيٺ آيون. هن قدم هيٺ 1959ع کان پوءِ ٻن سالن تائين جن جون ملازمتون هيون ۽ جن وٽ سؤ ايڪڙن کان وڌيڪ زمينون هيون، سي واپس ورتيون ويون.

شڪار گاهہ ۽ وقف مليتون جيڪي هن کان اڳ زرعي سڌارن کان آجيون هيون، سي بہ هن قانون هيٺ آنديون ويون. اهي فارم جيڪي اڳوڻين حڪومتن، پنهنجي ماڻهن کي ورسائڻ لاءِ ڏنا هئا، تن کي بہ هنن سڌارن هيٺ آندا ويو.

سموريون زمينون جيڪي هن قانون هيٺ حاصل ڪيون ويون، تن جو ڪو معاضو ڪون ادا ڪيو ويو. ڪنهن سچ چيو تہ ايوب خان وارا سڌارا، ڪن حالتن ۾ گهٽڻ ماڻهن لاءِ آسان شرطن تي وڌيڪ زمين خريد ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ويو. جڏهن تہ هنن سڌارن هيٺ، سموري رزيوم ڪيل زمين هارين کي مفت ۾ پورن مالڪاڻن حقن سان منتقل ڪري ڏني ويئي.

حڪومت کي خبر هئي تہ سڌارن کان اڳ زميندار پنهنجون زمينون ابهرائي ۾ منتقل ڪري رهيا هئا تہ جيئن سڌارن جي مقصد کي ناڪام بڻائي سگهجي. انهن چالن کي ناڪام بڻائڻ لاءِ، حڪومت پهرين مارچ 1967ع کان پوءِ سموريون منتقليون، سواءِ انهن جي جيڪي حقي ۽ جائز وارثن کي ڪيون ويون هيون، سي قانوني جاچ پڙتال جي حوالي ڪري ڇڏيون. انهيءَ سهولت جو فائدو ورتو ويو چاڪاڻ تہ مقامي روينيو آفيسرن جي سازش سان پوئين تاريخن ۾ داخلائون سولائي سان بدلائي سگهجن ٿيون. اها ڳالهہ، خاص ڪري انهن داخلائن جي معاملي ۾ وڌيڪ سولي ٿي وڃي ٿي جتي زمينون تحفي طور وارثن جي نالي ڪاتي- بدل ڪيون وڃن ٿيون، چاڪاڻ تہ ان ۾ رجسٽريشن ڪرائڻ لازمي ڪونهي. اهڙيون ڪاتي بدليون ڏاڍي وڏي پيماني تي ڪيون ويون. خود زباني طور ڏنل تحفي ۾ زمينون بہ قانونن درست آهن. دراصل، قانون ۾ اهو تمام خراب نقص هو جنهن

زميندارن کي قانوني پابنديءَ کان بچڻ جو ذريعو مهيا ڪيو. انهيءَ جي خلاف زرعي سڌارن جي صوبائي ٽربيونلس به مجبور هيون. جتي وڏن زميندارن انهيءَ قانوني خاميءَ کي استعمال ڪري پراڻي نظام کي برقرار رکڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي.

وفاقي زرعي سڌارن جي ڪميشن قائم ڪئي ويئي، جنهن معائنہ ٽيمون مقرر ڪيون ۽ آخرڪار 3262 زميندارن جي خلاف ڪارروائي ڪئي ويئي. ڪميشن 2712 ڪيسن جو فيصلو ڪيو. سنڌ جي وڏيرن، پنجاب جي مزارين، ٽوانن، قريشين، بلوچستان جي سردارن ۽ سرحد جي خاڪوانين، مختلف طريقن ڪوڙن ڪاتي بدل ۽ ٻين ذريعن سان جيڪا زمين ڦٻائي هئي تنهن بابت وفاقي زرعي ڪميشن فيصلا ڪيا ۽ 30 اپريل 1977ع تائين 835, 567 ايڪڙ زمين حاصل ڪئي. هن رقبي مان صرف چيئرمين پنج لک ايڪڙ زمين حاصل ڪئي، جڏهن تہ باقي زمين ڪميشن جي ڇهن ميمبرن حاصل ڪئي. هتي هيءَ ڳالهہ قابل ذڪر آهي تہ هن زمين جي باري ۾ صوبائي ٽربيونلس بہ تصديق ڪئي.

ڏتڙيل عوام کي خبر آهي تہ انهن زمينن جا ڦٻائيندڙ ٻيا ڪي نہ پر سندن ئي ذات ڀائي آهن. جيڪي صدين کان هنن جي محنت جو ڦل کائيندي کين ڀاڳي ڀائيوار ڪرڻ لاءِ بہ تيار ڪونهن. ان تي طرح هيءَ تہ هو سندن حقن جا ترجمان بڻجي ٿا وڃن، ان جو مقصد ٻيو ڪجهہ نہ صرف اهو آهي تہ هو پنهنجي اجاره داري برقرار رکن ۽ ملڪ جي پورهيت طبقي جي جدوجهد کي ناڪام بنائين، جنهن مان کين خطرو آهي تہ سندن اجاره داري ختم ٿي ويندي. بهرحال اها ڳالهہ مٿن تي ئي انحصار ٿي رکي تہ هو هنن جي ڪوڙن ڳوڙهن تي ڪيترو رحم ٿا کائين. حقيقت هيءَ آهي تہ اها عدم دلچسپي ۽ لک چوري ڪاتا بدل ٿي هئي، جنهن جي ڪري حڪومت چئني صوبن مان زرعي سڌارن هيٺ صرف 362,56,11 ايڪڙ زمين حاصل ڪري سگهي، جڏهن تہ هو وفاقي لئنڊ ڪميشن، چئني صوبائي ٽربيونلس جي ڪيسن جو معائنو ڪنديءَ انهيءَ جي اڏ

جيتري زمين حاصل ڪري سگهي. بلوچستان ۽ سرحد جي حڪومتن به سردارن جي ايتري پئيرائي ڪئي جو هنن سردارن ۽ سابق حڪمرانن جي سموري زمين بچي ويئي ۽ اتان جا غريب پنهنجي حقن حاصل ڪرڻ کان بچي ويا. هتي به وفاقي زرعي ڪميشن هنن هارين کي پنهنجن حقن ڏيارڻ لاءِ پنهنجو اختيار استعمال ڪندي مداخلت ڪئي. انهيءَ جو ذڪر هيٺ ڏار ايندو. دراصل، هيٺ "زرعي سڌارن تي عمل" ۾ ڏنل اهي ڪارڻ ٻڌايا ويا آهن، جن جي ڪري هنن پنهي صوبن ۾ زرعي سڌارا ڪامياب نه ٿيا. حقيقت هيءَ آهي ته هنن پنهي صوبائي حڪومتن نٿي چاهيو ته اهي سڌارا ڪامياب ٿين. اهو ته وفاقي حڪومت جون ڪوششون هيون جو اهي سڌارا اتي به قابل عمل ٿي سگهيا. اهڙيءَ طرح 321,40,33 ايڪڙ زمين ورهائڻ لاءِ حاصل ڪئي ويئي، جنهن مان ڪل 573,77,14 ايڪڙ زمين 005,37,1 هارين ۾ ورهائي ويئي. انهيءَ کان سواءِ پنجاهه هزار بيا خاندان، دير، سوات ۽ چترال ۾ مستقل طور آباد ڪيا ويا.

## هارين جي بيدخلي

زرعي سڌارن جي سڀ کان قابل ذڪر خوبي اها آهي ته انهن سان هارين ۽ ڪڙمين کي عزت ۽ تحفظ ملي سگهيو. نئين قانون ۾ هاريءَ جي بيدخليءَ جي منع ڪيل آهي سواءِ ڪن خاص سببن جي، جهڙوڪ: هاري، مسواڙ نٿو ڏئي يا زمين ڪاري ٿو ڇڏي.

انهيءَ کان سواءِ، بيدخليءَ جو طريقه ڪار اهڙو ٺاهيو ويو آهي جو هارين جو وڏ ۾ وڏ تحفظ ٿي سگهي ۽ انصاف جي اُڪلاءَ ۾ اجائي دير نه ٿئي. وفاقي حڪومت جي هڪ حڪم هيٺ، بيدخليءَ جي طريقي ڪار ۾ هيٺيان شرط وڌايا ويا آهن:

1. بيدخليءَ وارو مقدمو ڪورٽ کي سٺ ڏينهن اندر نبيرڻو پوندو.
2. مقدمي جي فيصلي جي خلاف اپيل پندرهن ڏينهن ۾ داخل ڪرڻي پوندي.

3. جيڪڏهن ڪيس سٺ ڏينهن اندر نہ نبيريو ويو تہ ڪيس پاڻ مرادو مٿئين عدالت ۾ هليو ويندو جيڪا پوءِ اوريجنل ڪورٽ طور ڪيس ٽيهن ڏينهن ۾ نبيريندي
4. مقرره وقت اندر ڪيس نہ نبيرجڻ جي صورت ۾ ڪيس جو سمورو رڪارڊ مٿئين ڪورٽ ڏانهن هن وضاحت سان موڪليو ويندو تہ مقرر مدت اندر ڪيس ڇو نہ نبري سگهيو. جيڪڏهن اها وضاحت قابل قبول نہ ٿي تہ هيٺين ڪورٽ کي تنبيهہ ٿي سگهي.
5. نظر ثاني جي اجازت صرف هاريءَ کي هوندي، زميندار کي ڪونہ هوندي
6. جيڪڏهن ڪو هاري غير قانوني بيدخل ڪيو ويو ۽ اپيل نہ فائيل ڪئي تہ ڪورٽ جي حڪم جي ٽيهن ڏينهن اندر هاريو بحال ڪيو ويندو ۽ اپيل جي صورت ۾ اپيليٽ ڪورٽ جي حڪم جي ٽيهن ڏينهن اندر هاريو بحال ٿي ويندو.

### هارين لاءِ نيون رعايتون

1977ع جي زرعي سڌارن هيٺ زميندار- هاري جي نئين لاڳاپي ۾ ٽيڪسن جو سمورو بار زميندار تي ڌريو ويو آهي.

<u>خريف 1872ع کان:</u>

(الف) ڍل، پيا ٽيڪس، سيس، سر چارج ۽ زمين جون سموريون ليويز زمين جو مالڪ يا پيو جنهن وٽ زمين جو قبضو يا تصرف هجي، ان کي پرٽو پوندو. هاريءَ کي پرٽو ڪونهي.

(ب) آبيانو ۽ ٻج زمين جو مالڪ يا پيو جيڪو زمين جي قبضي يا گهرن ۾ هجي ان کي پرٽو پوندو. هاريءَ کي پرٽو ڪونهي.

(ج) ڀاڻ ۽ جيت مار دوائون پئي اڌو اڌ هاري ۽ زميندار پرينداء "

(د) ڪو زميندار يا زمين جو قبضيدار هاريءَ کان ڪا چٽي يا بيگار ڪونہ وٺندو.

### حق شفع

پهريون گهرو هاريءَ کي پنهنجي هاريي واري زمين تي حق شفع ڏنو ويو آهي، انهيءَ مقصد لاءِ لئنڊ فارمس ريگيوليشن ۾ خاص شق ڏني

ويئي آهي تہ اهڙا سمورا ڪيس، سول ڪورٽن جي بدران روينيو ڪورٽن جي ذريعي فيصل ڪيا ويندا. انهيءَ مقصد لاءِ بااختيار ڪورٽ، ڪليڪٽر جي ڪورٽ هوندي.

## فصل جي بٽائيءَ جو قانون

فصل جي بٽائيءَ جي سلسلي ۾ سڌارن ۾ اهو طئي ڪيل آهي تہ هاريءَ کي انهيءَ کان وڌيڪ هڪ پائي بہ ڏيڻي ڪانہ پوندي سواءِ ان جي جيڪي قانون ۾ ڄاڻايل آهي، پر جيڪڏهن هن وٽ زمين وڌيڪ فائديمند شرطن تي آهي تہ هو اها برقرار رکندو پوءِ پلي هارپ جو قانون ڇا بہ چئي.

## زرعي قرض

زرعي سڌارن جي نتيجي ۾ زرعي قرضن جي گهرج وڌائي ڇڏي آهي، تنهنڪري پيپلز گورنمينٽ، زرعي سڌارن سان گڏ ننڍن ڪاتيدارن لاءِ زرعي قرض مهيا ڪرڻ لاءِ بہ اهم اقدام ڪنيا آهن، انهيءَ ڏس ۾ وفاقي حڪومت "لونزفار ايگريڪلچرل پرپز ائڪٽ 1973ع" پاس ڪيو جنهن هيٺ ننڍين ڪاتيدارن کي هڪ پاس بوڪ جاري ڪيو ويجي ٿو تہ جنهن ۾ هر هاريءَ جي زمين جا تفصيل، ان جي ملڪيت، پيداواري انڊيڪس يونٽ ۽ قرض، جيڪڏهن ڪو مٿس آهي، تہ ان جا تفصيل ڏنل هوندا آهن.

پاس بوڪ هڪ قسم جو بئنڪن طرفان ڏنل قرضن جو اقرار نامو ٿئي ٿو جنهن ۾ ڪنهن وڌيڪ جاچ پڙتال جي ضرورت ڪانهي. نقد قرض، يڪو ڏنو ويجي ٿو ۽ اهو قرض وٺندڙ جي نالي ۾ سيونگ اڪائونٽ ۾ جمع ڪيو ويندو آهي يا وري جيڪڏهن ڪنهن اوزار يا ٻيءَ زرعي شيءِ وٺڻ جي صورت ۾ سپلاءِ آرڊر جي صورت ۾ درج ڪيو ويندو آهي. قرض جي وصولي سؤلين قسطن ۾ ڪئي ويندي آهي، قرض پورو ڏيڻ جي صورت ۾ برانچ مئنيجر، پاس بوڪ ۾ اندراج ڪندو آهي|" انهيءَ جو اطلاع روينيو آفيسر کي ڏيندو آهي، ڪيو

هيئن ويجي ٿو تہ ننڍن ڪاتيدارن کي قرض جو ستر سيڪڙو اڳواٽ ڏنو ويندو آهي، اها وڏي اطمينان جي ڳالھہ آهي تہ 1975ع ۽ 1976ع ۾ منيلا ۽ تيونس ۾ عالمي اداره خوراڪ ۽ ڏور اوڀر ايشيا ڪانفرنس ۾ ماهرن، پاڪستان ۾ پاس بوڪ سسٽم کي ڏاڍو ڪامياب قرار ڏنو هن سسٽم هيٺ ننڍن ڪاتيدارن کي جيڪو قرض ڏنو ويجي ٿو تنهن جي بہ ڏاڍي تعريف ڪئي ويئي.

## ننڍن ڪاتيدارن لاءِ ڍل کان معافي

1937ع کان وٺي ننڍا ڪاتيدار ڍل جي معافي لاءِ گذارشون ڪندا رهيا آهن. جيتوڻيڪ سرڪاري ڪميٽين جيڪي انهيءَ مسئلي جي جائزي وٺڻ لاءِ قائم ڪيو ويون هيون، تن هنن جي نڪتہ نظر جي حمايت ڪئي پر انتظامي مصلحتن جي ڪري انهيءَ کي قبل ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. 1969ع ۾ هڪ مبهم تجويز پيش ڪئي ويئي تہ 5 ايڪڙو يا ان کان گهٽ زمين تان ڍل معاف ڪئي ويجي، پر ان جي ڪنهن بہ پوئواري ڪانہ ڪئي. پيپلز حڪومت، زرعي سڏارن سان گڏ 12 ايڪڙ نهري زمين يا 25 ايڪڙ باراني زمين کي ڍل، مقامي ٽيڪس، ترقياتي ٽيڪس ۽ ٻين محصولن کان آجو ڪري ڇڏيو ۽ اهو سلسلو ربيع جي فصل 76_1975ع کان شروع ڪيو ويو. نيٺ جڏهن ڍل ختم ڪري زرعي انڪم ٽيڪس جي تجويز آئي تہ 25 ايڪڙ نهري زمين يا 50 ايڪڙ باراني زمين کي زرعي انڪم ٽيڪس کان آجو ڪرڻ جي تجويز ڏني ويئي هئي. هيءَ تجويز اڃا مختلف مرحلن مان لنگهي رهي هئي تہ مارشل لا نافذ ڪيو ويو هيءَ واحد ڇوٽ ڪانہ هئي جيڪا ننڍن ڪاتيدارن کي روينيو ڪليڪٽرز کان ڏياري ٽي وئي، پر اها ڪيترن ئي ٻين سرڪاري بارن کان بہ ڪيس آزاد ڏياري ها.

## بلوچستان ۾ زرعي سڌارا

بلوچستان ۾ پٽ فيڊر ڪئنال، ڪڇي سبي ضلعي جي پراڻي

مسئلي حل ڪرڻ لاءِ پيپلز حڪومت، لئنڊ رفارمس (بلوچستان پٽ فيڊر ڪئنال ريگيوليشن 1972ع ايم ايل آر 117) نافذ ڪيو. هنن سڌارن جو ڪيترو فائدو ٿيو تنهن جو اندازو هن حقيقت مان لڳائي سگهجي ٿو تہ جڏهن مارسل لا نافذ ڪيو ويو تہ 831، 536 ايڪڙ زمين، سرڪاري زمين قرار ڏني ويئي هئي، جيڪا 16 ۽ 32 ايڪڙو ٽڪرن جي صورت ۾ هارين ۾ ورهائي پئي ويئي. شروع شروع ۾ تہ سردارن ۽ وڏن زميندارن، اها زمين هارين جي ڪوڙن نالي ۾ "بي نامي" الاٽمينٽ حاصل ڪري قبائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پوءِ وفاقي زرعي ڪميشن جي چيئرمين ٿڏي تي انڪوائري ڪرڻ کان پوءِ سموريون ڪوڙيون الاٽمينٽون منسوخ ڪري ڇڏيون ۽ هدايتون ڪيون تہ صرف صحيح ۽ جائز هارين کي اها زمين ڏني وڃي. انهيءَ دوران بلوچستان ۾ سرداري نظام ختم ڪيو ويو" شيشڪ ۽ خمس کي غير قانوني قرار ڏنو ويو.

## هارين جو قومي چارٽر

18 ڊسمبر 1976ع تي پيپلز پارٽي حڪومت، پاڪستان جي هارين لاءِ هڪ قومي چارٽر جاري ڪيو. حڪومت اهڙن بي زمين هارين ۾ سرڪاري زمين ورهائڻ لاءِ هڪ انتهائي جرئت مندانہ قدم کنيو. جن وٽ گذاري کان گهٽ حد تائين زمين هئي، هڪ قومي چارٽر جاري ڪيو ويو جنهن ۾ اهڙن ننڍن ڪاتيدارن کي مالڪاڻا حق ڏيڻ جو اعلان ڪيو ويو هئو جيڪي سرڪاري هاريو ڪندا هئا يا انهن زمينن جي تصوفي ۾ هئا. ان سان گڏ هيءَ بہ اعلان ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ سموري سرڪاري زمين، ڪچي جي زمين سميت پورن مالڪاڻن حقن سان انهن هارين کي ڏني ويندي جن وٽ يا تہ زمين نہ آهي يا وري گذاري کان گهٽ زمين آهي. اندازي مطابق ان وقت 160،23،5، ايڪڙ پوک 160،23،50 زمين ان وقت موجود هئي جنهن کان سواءِ ڪچي ۾ هڪ وڏو علائقو انهن هارين کي ڏيڻ لاءِ موجود هو. هتي بہ صوبائي حڪومتون جن جي هي بينادي ذميداري هئي، سي پنهنجي بنيادي

فرض ڪان منهن موڙي ويون ۾ ظاهر آهي تہ ان ۾ هنن جي بدنيتي شامل هئي. وڏن زميندارن جو فرض هو تہ ڪچي جون زمينون ۾ سرڪاري زمينون جن تي هنن ناجائز قبضو ڪري رکيو هو سي ڇڏي ڏين. هتي آءُ پتي شهيد جي انهن لفظن کي ٻيهر ورجائڻ چاهيان ٿو جيڪي هن هارين جي ڀلائيءَ ۾ بهبود خاطر چيا هئا. هن چيو: "سمورو اقتدار هارين لاءِ آهي، الله کين ۾ سندن ٻارن کي نوازي"

## ڪوآپريٽو فارمنگ

ڪوآپريٽو فارمس، پنهنجي خاص نوعيت ۾ ڪردار جي لحاظ کان سوشلسٽ ڪردار جا آئينہ دار آهن. جن جو بنيادي طريقي ڪار اهو آهي تہ سموريءَ پيداوار جا ذريعا ۾ قوت کي هڪ هنڌ جمع ڪري، ان کي ترقيءَ لاءِ ڪتب آندو وڃي. پاڪستان ننڍن ڪاتيدارن جو ملڪ آهي. هڪ ڪتاب "لئنڊ رفارمس ان ويسٽ پاڪستان" جيڪو 1960ع ۾ شايع ٿيو. تنهن جي مطابق هاڻوڪي پاڪستان ۾ ان وقت اٽڪل 33 لک ايڪڙ زمين جا مالڪ اُهي ماڻهو هئا جن وٽ 5 ايڪڙو کان بہ گهٽ زمين هئي، ساڳئي سال جي ايگريڪلچرل سينسس رپورٽ مطابق 25 ايڪڙن کان گهٽ زمين رکندڙ ماڻهن جو تعداد ڪل هارين جو 92 سيڪڙو هو ان کان پوءِ وراثت جي ورهاڱي ۾ ڪاتي بدل جي ڪري زمين جي وڌيڪ ورهاست ٿي آهي. 1964ع ۾ 1972ع جي زرعي سڌارن انهيءَ ورهاست کي وڌيڪ گنڀير ڪري ڇڏيو. اهو ذڪر ڪرڻ بي موقعي نہ ٿيندو تہ سنڌ صوبي ۾ اقتصادي يونٽ 64 ايڪڙ آهي، جڏهن ٻين صوبن ۾ 50 ايڪڙ آهي، هي گهٽ ۾ گهٽ اقتصادي هولڊنگ آهي جيڪا معاشي لحاظ کان قابل عمل سمجهي وڃي ٿي، ايتري زمين وارن هارين جو ڪل تعداد 2 سيڪڙو کان وڌيڪ ڪونهي.

ٿوري زمين رکڻ جا ڪيترائي نقصان آهن. جيڪي عوامي حڪومت جي ڪوآپريٽو فارمنگ اسڪيم ۾ ڏنا ويا آهن. جنهن جو مقصد اهو آهي تہ انهن کي ملائي وڏن فارمن جي صورت ۾ عمل ڪيو

وڃي. اهوئي وڏن زميندارن جي انهيءَ اعتراض جو جواب هوندو ته زمين جو ننڍين ٽڪرن ۾ تقسيم ٿيڻ سان پيداوار گهٽجندي، جيئن هن اسڪيم ۾ ڄاڻايل آهي. ڪوآپريٽو فارمنگ اسڪيم هيٺ هي سوسائيٽيون آزاديءَ سان ڪم ڪنديون ۽ ڪنهن به حڪومتي مداخلت کان آزاد هونديون.

## سم ۽ ڪلر

پاڪستان ۾ اسان طويل عرصي کان سم ۽ ڪلر جي ٻٽي مرض ۾ ورتل آهيون. هيءَ مرض اسان جون بهترين زمينون تباهه ڪري رهيو آهي ۽ هڪ تخميني مطابق هر سال هڪ لک ايڪڙ زمين تباهه ڪري رهيو آهي. پيپلز حڪومت اهو محسوس ڪيو ته جيستائين هن ٻٽيءَ مصيبت کان جان نه ڇڏائبي، تيستائين زرعي پيداوار وڌائڻ جون اختيار ڪيل سموريون اسڪيمون بيڪار وينديون. انهيءَ حقيقت کي محسوس ڪندي هڪ جامع رٿا تيار ڪئي ويئي، جنهن جو مقصد 30.650 ملين رپين جي خرچ سان اهڙو پروگرام عمل ۾ آڻڻ هو جنهن سان 21 سالن ۾ هن ٻٽيءَ مصيبت مان جان ڇٽي وڃي. جيئن ئي انهيءَ رٿا تي عمل شروع ڪيو ويو نتيجا سامهون اچڻ شروع ٿي ويا.

## دير، سوات ۽ چترال

زرعي سڌارن جي ڪهاڻي ان وقت تائين نامڪمل رهندي، جيستائين انهن ڪاميابين جو ذڪر نه ڪيو وڃي جيڪي دير، سوات ۽ چترال جي رياستن ۾ ڪيون ويون. هڪڙي ڪميشن ”لئنڊ ڊسپيوٽس انڪوائري ڪميشن“ جي نالي سان صوبه سرحد جي صوبائي حڪومت قائم ڪئي، جنهن جو مقصد انهيءَ صوبي جي زرعي مسئلن تي تحقيق ڪرڻ سان هو خاص ڪري انهن تنازعات جو حل لهڻ جيڪي:

1. سابق رياستن جي سابق حڪمرانن يا سندن وارثن ۽ هارين جي وچ ۾ هجن.

2. سابق حڪمرانن جي وارثن ۽ ننڍن ڪاتيدارن جي درميان هجن.
3. زميندارن ۽ هارين جي درميان هجن.

سابق حڪمرانن، شهزادن ۽ وڏن زميندارن کان حاصل ڪيل زمينن تي هارين جي هڪ وڏي تعداد کي آباد ڪيو ويو. انهيءَ معاملي ۾ صوبائي حڪومتن جون سفارشون ۽ فيصلا سابق حڪمرانن جي حق ۾ ويا. اهو ڏسي وفاقي زرعي ڪميشن پنهنجن اختيارات کي استعمال ڪندي، ڪيترن ئي معاملن ۾ جتي غلط فيصلا ڪيا ويا هئا، تن کي درست ڪيو يعني اٽڪل ﮬ لک ايڪڙ زمين، جيڪا دير جي سابق حڪمران سميت ٻين نوابن کي ڏني ويئي. اهڙيءَ طرح سوات جي اڳوڻن حڪمرانن ٽيهه خاندانن کي پنهجي زمين تان بيدخل ڪري ڇڏيو هو تن کي واپس انهن زمينن تي بحال ڪيو ويو. چترال ۾ پڻ هارين جي هڪ وڏي تعداد کي زمينن تي آباد ڪيو ويو بهرحال اڻ سروي ٿيل زمين جو هڪ وڏو رقبو سوات جو سابق حڪمران پنهنجي قبضي ۾ رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو جنهن جو هو زرعي سڌارن جي قانون مطابق حقدار ڪونه هو. بهرحال وفاقي زرعي ڪميشن، پڙتال جون ڪئين ٽيمون موڪليون جن، سخت خراب موسمي حالتن ۽ پهاڙي دشوارين جي باوجود، اتي سروي ڪئي ۽ هنن کي جيتري قانوني زمين ملي هئي، تنهن جا نشان لڳائي، باقي زمين حاصل ڪئي، جيڪا بعد ۾ بي زمين هارين ۾ ورهائي ويئي، جيتوڻيڪ اهو مشڪل ڪم ﮬ صوبائي حڪومت کي ڪرڻو هو پر وفاقي حڪومت کي ڪرڻو پيو.

زرعي سڌارن جو ڪم پوري رفتار سان هلي رهيو هو تہ پيٽي صاحب جي قانوني ۽ جمهوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو.

## زرعي سڌارن جو اثر

زرعي سڌارن جو مقصد هميشہ اهو هوندو آهي تہ زميني ملڪيت جي هڪ هٿي کي ٽوڙجي، عوام ۾ معاشي حالتن جي اڻ برابري گهٽ ڪجي ۽ وڌ ۾ وڌ زمين کي ڪتب آڻجي. ڇاڪاڻ تہ زمين جا مالڪ

تجسس سان ڀرپور هوندا آهن. تنهنڪري لازمي طور زرعي پيداوار وڌندي آهي. پاڪستان ۾ زمين وقار جي علامت سمجهي ويندي آهي. مالڪاڻن حقن ملڻ ڪري هارين ۾ هڪ اهڙو وقار پيدا ڪري ڇڏيو آهي، جنهن جو مثال برصغير جي تاريخ ۾ ڪونه ٿو ملي. وڏيڪ محنت ڪرڻ وارن هارين جو هڪ بنهه نئون نسل اڀري رهيو هو. خود اهي هاري جن کي زمين ڪانه ملي سگهي، تن کي هاريپي جي ضمانت ملڻ سان هڪ قسم جو سڪون ملي ويو. ڀهريون گهمرو هنن کي اقتصادي، معاشي ۽ سياسي آزادي جو ڦل چکڻ جو موقعو ملي رهيو هو. تنهنڪري اڄ ماضيءَ جي ڀيٽ ۾ ڪئين ڀيرا وڌيڪ سياسي بيداري ملي ٿي. انقلابي زرعي سڌارن جو تصور، اسان جي خوابن واري هڪ نئين پاڪستان جي تعبير ڪري رهيو هو ۽ هڪ نئين دور جي باک ڦٽي رهي هئي، عين انهيءَ وقت مارشل لا نافذ ڪيو ويو جنهن سموري عمل کي روڪي ڇڏيو.

## زرعي سڌارن جا نفاذ

زرعي سڌارن کي جنهن طريقي نافذ ڪيو پئي ويو، تنهن مان اهو صاف ظاهر هو تہ عوامي حڪومت کي ڌتڙيل عوام جو ڪيترو اونو هو. هن جو اهو بہ مقصد هو تہ وڏيون جاگيرون ٽوڙيون وڃن ۽ ڳوٺاڻي معيشت کي صدين جي فرسوده زميندارانہ استحصال کان آجو ڪجي. پر سيني کان وڌيڪ بدنصيبي هيءَ آهي تہ جنهن نيڪ نيتيءَ سان انهن سڌارن جو نقشو تيار ڪيو ويو تنهن نيت ۽ خوش اسلوبيءَ سان ان تي عمل ڪونہ ٿيو تنهنڪري انهن جا فائدا بہ زمين جي وارثن کي ڪونہ مليا. جيڪڏهن هنن سڌارن کي پوري تندهيءَ سان لاڳو ڪيو وڃي ها تہ عوام ۾ اهڙي مضبوط قوت اڀري ها جو جاگيردارانہ نظام کي هڪ آخري ڌڪو ڏئي ڇڏي ها. انهيءَ جو ڪارڻ صاف ظاهر آهي.

صوبائي حڪومتون جيڪي انهن سڌارن تي عمل ڪرڻ ۾ بنيادي ڍانچو فراهم ڪن ٿيون، تن تي زميندار ۽ جاگيردار طبقي جو

غلبو هو. عوامي حڪومت جي پوري عرصي دوران وزرا اعليٰ ۽ گورنر يا ته وڏا زميندار هئا يا وري نواب هئا. اهو ائين ئي هو جيئن چورن جي ٽولي کي چوريءَ روڪڻ جي ڪم تي لڳائجي. ڪيترائي وزير اسيمبليءَ جا ميمبر پاڻ زرعي سڌارن جي خلاف ورزي ڪندي ڏٺا ويا. زرعي سڌارن کان لڪ چوريءَ بچايل زمين، وفاقي زرعي ڪميشن پاڻ پنهنجي هٿن ۾ ڪنئي. زرعي سڌارن واري قانون جي خلاف ورزي تي ستن سالن تائين سخت پورهئي جي سزا ڏيئي سگهجي ٿي، ملڪيت جي ضبطگي به رکي ويئي هئي. تنهنڪري جيڪڏهن نيڪ نيتيءَ سان انهن تي عمل ڪجي ها ته اهو ڪم ڏکيو ڪم ڪونه هو. پر جيئن مٿي ڄاڻايو ويو آهي، جيڪي پاڻ اختيارين جا مالڪ هئا سي ئي انهن سڌارن جي خلاف ورزي ڪن پيا، ته پوءِ ڏوهارين جي بازپرس ڪير ڪري ها.

## پيداوار وڌائڻ لاءِ اُپاءَ

پاڪستان ٻارهن ڪروڙ (هن وقت سورنهن ڪروڙ) ماڻهن جو ملڪ آهي، ۽ اڪثريت ٻهراڙيءَ ۾ رهي ٿي، جن جو گذر سفر پوک ۽ ان سان لاڳاپيل ڪم آهي. گهڻن هنڌن تي اسان جي زمين تمام ڦلي آهي. ساڳيءَ طرح گهڻين زمينن لاءِ آبپاشيءَ جو پاڻي به موجود آهي. ايترن وسيلن هوندي به آزاديءَ کان پوءِ اسان خوراڪ ۾ پاڻ پرا نه ٿي سگهيا آهيون. 1971ع تائين هر سال اناج جو وڏو مقدار ٻاهران گهرايو ويندو هو. ايترو اناج ٻاهران گهرائڻ جي باوجود، پاڪستان پنهنجي خوراڪ جي مس وڃي ضرورت پوري ڪري سگهيو آهي، درحقيقت، انهيءَ خوراڪ جي ڪميءَ تي فڪرمند ٿيڻ جا گهڻيئي ڪارڻ آهن، جن کي اسان منهن ڏيڻ لا ڪا ڪوشش ئي ڪانه ڪئي آهي.

بلاشبه سرڪاري سطح تي، يعني ڪامورا شاهي محڪماتي سطح تي هڪ قسم جي فڪرمندي رهندي پئي آئي آهي ۽ سچ ته هيءَ آهي ته انهيءَ تي ڪجهه ڪم به ٿيندو رهيو آهي ته ڪيئن

پيداوار وڌائڻ جي مقصد کي حاصل ڪري سگهجي، پر منڍ وارن پنجويهن سالن دوران يعني 1971ع جي پڃاڙيءَ تائين پاڻ پرائپ حاصل ڪرڻ واري مقصد طرف ته ڪا نوس سوچ پيدا ئي نه ٿي هئي، اصل ڪم ته ان کان به گهٽ ٿيو هو. هر سال، ڏاڍي ڏکيائي ۽ محنت سان ڪمايل غير ملڪي ناڻو ڪٽڪ ۽ ٻيءَ خوراڪ جي خريداريءَ تي خرچ ڪيو ويندو هو. جيتوڻيڪ ايترو ناڻو خرچ ڪرڻ جي سگهه سرڪاري خزاني ۾ ڪڏهن به نه رهي، تنهن هوندي به هر سال خوراڪ ڳرن اگهنّ ۾ ٻاهران خريد ڪري، ماڻهن کي سستي اگهه تي وڪي ويندي هئي، جنهن جو بار پاڪستان جي اڳيئي هيٺي خزاني تي ڏاڍو ڳران گذريو.

پاڪستان ۾ گهٽي ئي وسيلا هئا. خاص ڪري انساني قوت ۾ پاڪستان تمام شاهوڪار هو پر افسوس پيداوار کي وڌائڻ، فري مارڪيٽنگ آبادگارن کي وڌيڪ پوک لاءِ ترغيبون وغيره جهڙيون ساريون ترڪيبون به استعمال ڪونه ڪيون ويون، يا جيڪڏهن اهي اقدام سوچيا به ويا ته انهن تي عمل ڪونه ڪيو ويو.

تنهنڪري اها ڪيڏي نه افسوس جي ڳالهه آهي ته اهي جنسون جيڪي اسان پنهنجي ملڪ اندر پيدا ڪري پيا سگهون، تن جي ٻاهران گهرائڻ لاءِ اسان پنهنجو قيمتي غير ملڪي ناڻو خرچ ڪري رهيا هئاسون. پر خوراڪ جهڙي ضروري جنسن جي لاءِ غير ملڪي درآمدات تي انحصار ڪرڻ اسان نفسياتي طور سان دنيا جي نظرن ۾ توڙي گهرو سياست ۾ نهايت ڪِري پيا هئاسين. ممڪن آهي ته هنن حرڪتن پويان اهي ڪامورا به هجن جيڪي قوم جي نڙگهٽ تي ننهن ڏيئي، پنهنجن غير ملڪي آقائن کي خوش ڪرڻ ۽ پنهنجن ڪيسن کي پرڻ ۾ پنهنجي ڪوڙي وقار کي وڌائيندا هجن.

انهيءَ پس منظر ۾ عوامي حڪومت اقتدار جون واڳون سنڀاليون، خوراڪ جو مسئلو ته ان جي بنيادي دستاويز ۾ هو جنهن ۾ 1967ع پارٽيءَ جي پايي وجهڻ شرط روٽي، ڪپڙو ۽ مڪان جو نعرو ڏنو ويو هئو.

هن سموري سوچ جو بنياد هيءُ احساس هئو تہ اسان جي سموري معيشت جو بنياد گهڻو ڪري زرعي معيشت تي آهي: زراعت، سموري آبادي جي سترسيڪڙو کان وڌيڪ ماڻهن جي ڪرت آهي ۽ هيءُ تہ ملڪ ۾ جيڪا صنعتي جا تجارتي ميدان ۾ ترقي ٿي آهي تنهن هوندي بہ زراعت، مجموعي قومي پيداوار (GNP) جو سڀ کان وڏو جزو آهي.

بهرحال، نعري روٽي، ڪپڙو ۽ مڪان جو ٺلهي ليکي اهو مطلب هئو تہ هر ماڻهوءَ کي سندس ضرورت مطابق پيٽ ڀري کائڻ لاءِ ضرور ملي. پيپلز پارٽيءَ جي انهيءَ پروگرام جو عملي تعبير، قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽي جي هنن لفظن ۾ ملي ٿو جڏهن هن انهيءَ باري ۾ ڀهريون هدايتون جاري ڪيون:

"زراعت ۾ پاڻ ڀرو ٿيڻ اسان جي ڪاميابيءَ جي ڪنجي آهي. اسان جيڪڏهن زراعت ۾ ڪامياب وياسين تہ ڪٿي بہ ناڪام نہ ٿينداسين. زراعت ۾ ڪاميابيءَ جو مطلب، سم ۽ ڪلر جو خاتمو، پاڻي جو منصفانہ استعمال، جيت مار دوائن ۽ سڌاريل ٻج جو استعمال، ڳوناٽي قرض جو صحيح استعمال، جنس جي وڪري ۾ داخل جي ڪردار جو خاتمو هڪ مفصل ۽ مربوط مواصلات سرشتو جنس جو سٺو اگهہ. پوک جي پيجاري کان وٺي لاباري ۽ بتائي تائين چڱي طرح سارسنڀال."

هن فلسفي کي ظاهر ڪرڻ ۽ ان جي تڪميل کي بار بار زور ڀرڻ ۽ عزم جي دهرائڻ جي باوجود ڪيترائي بنيادي نوعيت جا مسئلا هئا جيڪي زراعت جي شعبي کي نہ صرف ڳولڻا هئا پر انهن کي حل بہ ڪرڻو هئو هتي هي ياد رکڻ گهرجي تہ زراعت ۽ زرعي اُپت وڌائڻ ايترو سولو ڪونهي جيترو بظاهر سمجهيو وڃي ٿو اهو ڏاڍو اٽانگو ۽ پيچيده مسئلو آهي جنهن کي سمجهڻ ۾ ان سان لاڳاپيل سمورن مسئلن کي ڏسڻو پوندو. اهي مسئلا ننڍا بہ آهن تہ وڏا بہ. ظاهر آهي تہ جيترو وڏو مقصد هوندو اوترو ئي وڏا ان جا مسئلا ۽ پيشگي ضرورتون هونديون. اهڙي زبردست مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ صرف اهڙي ئي

حڪومت ڪاميابيءَ سان هم ڪنار ٿي سگهي ٿي، جيڪا هن مسئلي جي اهميت کان واقف به آهي، جيڪا هر مسئلي کي ٻئي کان ڌار ڪري ۽ وري ڳنڍي، ان جي اثر کي محسوس ڪري سگهي ٿي ۽ ان کان پوءِ پوري عزم سان انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ تندهي سان ڪم ڪرڻ لاءِ پوري جذبي سان سرشار به هجي.

هن مضمون ۾ آءٌ ڪوشش ڪندس ۽ انهن مکيه ڳالهين تي انگن اکرن جي مدد سان روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس ته جيئن مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي ولوله انگيز قيادت ۾ عوامي حڪومت، جنهن مقصد جي طرف صحيح ڏس ۾ اڳتي به وڌي هئي ۽ گهٽي ياڳي ڪاميابي به حاصل ڪئي. ان جي صحيح اپٽار ٿي وڃي.

## زرعي انڪوائري باڊي

عوامي حڪومت جي دلي خواهش هئي ته گهٽ ۾ گهٽ وقت اندر خوراڪ ۾ خودڪفيل ٿئي، جيتوڻيڪ اقتدار سنڀالڻ جي فوراً بعد حڪومت ڪئين سماجي ۽ اقتصادي سڌارا آندا. پر پوءِ به اهو محسوس ڪيو ويو ته انهيءَ جي سخت ضرورت هئي ته خصوصي طور انهن مسئلن جو ڳوڙهي طور اڀياس ڪيو وڃي، جيڪي پيداوار وڌائڻ جي راهه ۾ رڪاوٽ هئا ۽ اهو يقيني بڻايو وڃي ته زرعي پيداوار ماڻهن جي واڌ واري شرح کان وڌيڪ هجي. اهو به طئي ڪيو ويو ته زرعي ترقي هڪ مربوط پروگرام هيٺ عمل ۾ آندو وڃي، انهيءَ خيال کان مارچ 1975ع ۾ وفاقي وزير زراعت و خوراڪ جي سربراهي هيٺ هڪ اعليٰ اختيارن واري انڪوائري ڪميٽي ٺاهي ويئي، جنهن جي ذمي زراعت جي سمورن پهلوئن جو مطالعو ڪرڻ هو. هي چوندو هلان ته 1974ع جي پڇاڙيءَ کان وٺي زراعت وارو کاتو منهنجي حوالي ڪيو ويو هو هن ڪميٽيءَ، پاڪستاني ماهرن جي رهبريءَ ۽ وزيراعظم جي نگرانيءَ هيٺ هڪ جامع رپورٽ تيار ڪئي، جنهن ۾ پيداوار وڌائڻ لاءِ تجويزن ڏنل هيون، انهن سفارشن ۾ جيڪو ماسٽر پلان تجويز ڪيو

ويو هو. تنهن تي سال کن عمل بہ ڪيو ويو هو. زرعي پيداوار جي ڪيترن ئي اهم شعبن تي بحث ڪرڻ کان پوءِ آءٌ هتي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪندس تہ انهيءَ سال 1974ع کان 76_1975ع تائين پيداوار ۾ ڪيترو اضافو ٿيو.

## خود ڪفالت

مون کان پڇيو ويو هو تہ زرعي تحقيقاتي ڪميٽي جي اها ڪهڙي قابل ذڪر سفارش هئي، جنهن سان پاڪستان جي زرعي پيداوار جي مسئلي حل ڪرڻ ۾ مدد ملي پئي سگهي. مون وراڻيو تہ بهتر ٻج، انهيءَ مسئلي جو بنيادي حل آهي. هي ڏسڻ ۾ تهعام حل ٿو اچي، پر حقيقت هيءَ آهي تہ اڄاتائي جي ڪري ٿن ڏهاڪن تائين اهو نظر انداز ڪيو ويو آهي. ٿوري زمين، ٿورو پاڻيءَ ۽ ٻين ضروري شين جي ضرورت کي ڪوبہ گهٽ نٿو ڪري سگهي، پر سٺو ٻج، پيداوار کي ٻيڻو ڪري ٿو. انهيءَ کان پوءِ حڪومت پاڪستان سمورن اهم فصلن لاءِ سٺو ٻج فراهم ڪرڻ لڳي. بين الاقوامي مدد سان 56 ڪروڙ روپين جي لاڳت واري سٺي ٻج جو هڪ پروجيڪٽ تيار ڪيو ويو هو. هي صنعت، سائنسي بنياد تي هلڻي هئي ۽ سٺي ٻج کي يقيني بڻائڻ لاءِ خاص قانون بہ رائج ڪيا ويا هئا. انهن قانونن هيٺ هڪ قومي ٻج ڪائونسل ۽ سيڊ سرٽيفڪيشن ايجنسي بہ تشڪيل ڏني ويئي. سيڊ ڪائونسلون ۽ سيڊ ڪارپوريشن، ٻج پيدا ڪندڙ وڏن صوبن پنجاب ۽ سنڌ ۾ قائم ڪيون ويون. سيڊ ڪارپوريشن جي ذمي ڪڻڪ چانور، مڪئي ۽ ڪپهہ جا ٻج تيار ڪرڻ جو ذمو لڳايو ويو. ساڳيءَ طرح بلوچستان ۽ سرحد ۾ پاچين ۽ پٽاٽي جا پروجيڪٽ شروع ڪيا پئي ويا. پروگرام مطابق سيڊ انڊسٽري کي 78_1977ع ڌاري مڪمل طور ڪم شروع ڪري ڏيڻو هو ۽ سالانہ بہ ڪروڙ نوي لک مڻ سٺو ٻج سمورن مک فصلن جو تيار ڪرڻو هو.

انهيءَ عرصي دوران، خوراڪ ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ سال 76_1975ع

دوران اٺ ڪروڙ ستر لک روپين جي خرچ سان 17 هزار ٽن عمدي قسم جو ٻج ٻاهران گهرايو ويو. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته هي ٻج حڪومت کي 190 روپيا في مڻ خريد ڪرڻو پيو جيڪو هارين کي 70 روپيا في مڻ جي حساب سان ڏنو ويو جنهن ڪري حڪومت کي 55 ڪروڙ روپين جو گهاٽو پيو. هيءَ ڳالهه قابل ذڪر آهي ته سال 71-1970ع ۾ حڪومت محض ٽي لک نوي هزار مڻ ٻج ورهايو جيڪو وڌي 77-1976ع ۾ 35 لک مڻ تي ويو.

## ياڻ ۽ جيت مار دوائون

ياڻ جي کپت به ساڳيءَ طرح وڌي. سال 71-1970ع ۾ ياڻ جي کپت 38000 ٽن مان وڌي 76-1975ع ۾ ساڍا ڇهه لک ٽن تي ويئي. جيڪا اڃا 77-1976ع ۾ وڌي ست لک ٽن ٿيڻي هئي. ان لاءِ ياڻ جي قيمتن کي به موزون سطح تي رکيو ويو. ياڻ جي فراهمي يقيني بڻائڻ لاءِ ياڻ جي پيداوار کي 316000 ٽنن مان وڌائي 1980ع تائين 940000 ٽن ڪرڻ جو پروگرام رٿيو ويو هو جنهن لاءِ نوان ڪارخانا قائم ڪرڻ ۽ اڳ ڪم ڪندڙ ڪارخانن کي وڌائڻ جو پروگرام هو.

جيت مار دوائن وسيلي فصلن جو بچاءُ به ساڳئي اهميت وارو مسئلو آهي. عوامي حڪومت نه صرف تحفظ نباتات جي ڪم کي مضبوط ڪيو پر انهيءَ باري ۾ سمورن ڪمن ڪارين کي ٻيهر منظم ڪيو. هٿ وارا پمپ ۽ بجليءَ سان هلندڙ پمپ صوبا مهيا ڪندا آهن، انهن کي ڪيميڪلس، اڌو اڌ قيمت تي ڏنا ويڃڻ لڳا. فضائي ڦوهارا وفاقي حڪومت پاڻ مفت ڪرڻ لڳي. انهيءَ فضائي ڦوهاري هيٺ رقبو جيڪو 70-1969ع ۾ ٽيهه لک ايڪڙ هو سو سال 76-1975ع ۾ وڌي 72 لک 60 هزار ايڪڙ تي ويو. هي ڪوئي 200 سيڪڙو واڌارو هو. حڪومت هي دوائون درآمد ڪري به ڪاتيدار کي مهيا ڪري ڏيندي هئي، هن پروگرام هيٺ اهو يقيني بڻائڻو هو ته گهٽ ۾ گهٽ وقت اندر ڪپهه، ڪمند ۽ چانورن جي هر ايڪڙ تي دوائن جي ڇٽڪار ٿئي.

## مڪانيڪي پوک

مشيني ذريعن سان پوک اُپت ۾ واڌارو آڻڻ جي اهميت هر ڪنهن تي واضح آهي. سال 71_1970ع ۾ ڪل 4200 ٽريڪٽر گهرايا ويا جيڪي سال 77_1976ع ۾ وڌي 15000 ٿي ويا. ساڳيءَ طرح ٽيوب ويلن جو تعداد به سال 71_1970ع ۾ 97000 هو سو سال 76_1975ع ۾ وڌي 145000 کي پهتو. حڪومت ٽيوب ويل لڳائڻ واري رٿا ۾ همت افزائي ڪرڻ لاءِ هارين جي مالي مدد به ڪرڻ لڳي. انهيءَ لاءِ باراني علائقي ۾ ٽيوب ويل کوٽائڻ تي 12 هزار روپيا ۽ سيلابي ۾ ڏهه هزار روپيا ۽ غير دائمي علائقي ۾ اٺ هزار روپيا امداد ڏني وڃڻ لڳي.

## قيمتن ۾ رعايت

هيئن چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونهي ته جيڪڏهن زرعي اُپت وڌائڻي آهي ته اسان کي سموريون ضروري شيون جهڙوڪ ڀاڻ، جيت مار دوائون ۽ اعليٰ قسم جو ٻج نه صرف گهٽي مقدار ۾ پيدا ڪرڻو پوندو بلڪ مناسب اگهن تي به ڏيڻو پوندو. پر اهو ياد رکڻ گهرجي ته انهن شين جو وافر مقدار ۾ مناسب اگهه تي ڏيڻ ئي ڪافي ڪونهي. انهيءَ ڪان سواءِ به ٻيا اهم جزا به آهن جيڪي نهايت ڪارائتو ڪردار ادا ڪن ٿا. پهريون: وڌيڪ اُپت وٺڻ لاءِ ترغيبون. يعني اُپت جو مناسب اگهه ڏيڻ. ظاهر آهي جيستائين ڪنهن ڪاتيدار کي وڌيڪ اگهه نه ملندو هو ڇو وڌيڪ پيداوار ڪندو. ٻيو آهي پوک لاءِ جديد طريقن جي استعمال جي سکيا. عوامي حڪومت انهيءَ ڪم کي وڏ ۾ وڏ اهميت ڏني، جنهن ڪري ڪيس هن ڪثير المقاصد پروجيڪٽ ۾ ڪاميابي ٿي.

هتي هيءَ حقيقت قابل ذڪر آهي ته ماضيءَ ۾ حڪومتن آبادگارن کي پنهنجي اُپت جي مناسب اگهه ڏيڻ واري معاملي کي جوڳي اهميت ڪانه ڏني، ان جي ڀيٽ ۾ عوامي حڪومت پنهنجو اهو رهنما اصول بڻايو ته آبادگار جي ضرورتن ۽ شهري صارفين جي مفادن

جي درميان هڪ قابل قبول توازن برقرار رکيو وڃي، انهيءَ اصول جي پيش نظر هڪ مستحڪم پرائيس سپورٽ اسڪيم تيار ڪئي ويئي جنهن هيٺ ڪٽڪ جي قيمت جيڪا 72_1971ع ۾ 17 روپيا في مڻ هئي سال 76_1975ع ۾ وڌائي 37 روپيا في مڻ ڪئي ويئي. ساڳيءَ طرح باستمي چانورن جي قيمت جيڪا 72_1971ع سال ۾ 38 روپيا في مڻ هئي سا 76_1975ع ۾ وڌائي نَوي روپيا في مڻ ڪئي ويئي، ڪمند جي قيمت انهيءَ وقت سوا 2 روپيا ۽ 2 روپيا 65 پئسا مڻ جي درميان هئي سا 76_1975ع ۾ وڌائي ساڍا 5 روپيا ۽ 5 روپيا نَوي پئسا في مڻ ڪئي وئي. هيءَ به ياد رکڻ گهرجي ته جنسن جي قيمتن مقرر ڪرڻ وقت حڪومت اهو يقيني بڻايو ته انهيءَ جو فائدو آبادگارن کي ملي، ۽ ساڳئي وقت عام ماڻهو به انهيءَ واڌاري کان متاثر نه ٿئي. ڪٽڪ جيڪا حڪومت کي 45 روپيا في مڻ خريد ڪرڻي پوندي هئي، سا عام مارڪيٽ ۾ 32 روپيا في مڻ ڏني ويندي هئي.

جيستائين بين جنسن جهڙوڪ مڪئي، بصر ۽ پٽاٽن جو تعلق آهي، ته اڳين حڪومتن انهن جون ڪڏهن قيمتون مقرر ڪونه ڪيون هيون. عوامي حڪومت انهن جنسن جون به قيمتون مقرر ڪري، ان جي آبادگارن لاءِ به غير يقيني حالتن ۽ بين آفتن کان محفوظ ڪري ڇڏيو. هن ترغيب ملڻ کان پوءِ پيداوار وڌڻ لڳي، جنهن ڪري نيٺ اڳتي هلي انهن جي برآمد تي لڳل پابندي کنئي ويئي، ڇاڪاڻ ته ان وقت تائين اهي جنسون مناسب اگهن تي بازارن ۾ ميسر هيون.

### چوپايو مال

ترقي ۽ سڌاري جي ڳالهه ڪندي، هتي چوپائي مال جو به ٿورو ذڪر بي موقع نه ٿيندو. هي ميدان به انهيءَ وقت تائين عدم توجهه جو شڪار رهيو جيستائين عوامي حڪومت واڳون نه سنڀاليون. سال 1960ع تائين مجموعي قومي پيداوار (GNP) ۾ چوپائي مال جو حصو 38 سيڪڙو هو. بهرحال، پوين حڪمتن جي ڪوتاه بينيءَ جي ڪري هي

شعبو محروميءَ جو شڪار ٿيڻ لڳو ۽ بجاءِ هن جي تہ ان ۾ واڌارو اچي، سال 1972ع ۾ قومي پيداوار ۾ ان جو حصو گهٽجي مورڳو 28 سيڪڙو ٿي ويو. اهو ڏسندي عوامي حڪومت اها ذميداري سنڀالي تہ چوپائي مال کي قومي معيشت ۾ پنهنجو جائز مقامي ڏياري. انهيءَ مقصد خاطر ڪئين قدم کنيا ويا ۽ وڌ ۾ وڌ ترقيءَ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

انهيءَ سلسلي ۾ ٻاهرين مدد جو حصول قابلِ ذڪر آهي. ڪيترائي پروجيڪٽ اوپيڪ (تيل برآمد ڪندڙ ملڪ) ۽ عالمي ادارا تعاون (آءِ بي آر ڊي) جي مدد سان هٿ ۾ کنيا ويا. هن ۾ چڱي خاصي سرمايي جي گهرج هئي. هنن ۾ ذڪر لائق شيخو پورا جي پڙ ۾ چوپائي مال جو پروجيڪٽ هو جنهن تي ٻہ ڪروڙ ڊالر خرچ ٿيڻ جو تخمينو هو ۽ تڪميل جي آخري مرحلن ۾ هو هن پروجيڪٽ مان اٽڪل پنجاهہ هزار ننڍا ۽ وڏا ڪاتيدار ڪير ۽ گوشت واري ڪاروبار مان مستفيض ٿيڻا هئا. هن هيٺ انهن آبادگارن جي سٽر هزار مينهن ۽ ٽيهہ هزار ڍڳين جي افزائش ٿيڻي هئي، هن پروجيڪٽ هيٺ سالانہ 45 هزار ٽن ڪير ۽ ساڍا پنج هزار ٽن گوشت پيدا ٿيڻو هو.

ڊسمبر 1971ع ۾ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ حڪومت چوپائي مال جي برآمد کي 1975ع تائين وڌائي 35 ڪروڙ روپين تائين ڪري ڇڏيو هئي سال 1976ع ۾ اچا واڌارو اچڻ وارو هو. سال جي صرف منڍ وارن ڇئن مهينن ۾ 57 ڪروڙ روپين جي مال برآمد ڪيو ويو. انهيءَ ۾ اُنَ، کلون، قالين ۽ مڇي شامل آهي ۽ ڪل زرعي برآمد جو 27 سيڪڙو ٿئي ٿو. عوامي حڪومت جيڪي قدم کنيا تن هيٺ چوپائي مال جي برآمد ۾ جيڪو اضافو آهي، تنهن جو وچور هن ريت آهي:

| جنس | 1970ع | 1976ع |
|---|---|---|
| مينهون | 97 لک | هڪ ڪروڙ 3 لک |
| رڍون | هڪ ڪروڙ 28 لک | هڪ ڪروڙ 42 لک |
| ٻڪريون | هڪ ڪروڙ 48 لک | هڪ ڪروڙ 88 لک |
| ڪڪڙيون | 2 ڪروڙ 30 لک | 3 ڪروڙ |

صرف خشڪ ساليءَ وارن ڏينهن ۾ چوپايو مال هڪ ڪروڙ 44 لک مان گهٽجي 1976ع ۾ هڪ ڪروڙ 37 لک تي ويو هن جو هڪ ڪارڻ اهو به هو ته مڪينڪي طريقن سان پوک ڪرڻ ڪري به چوپائي مال جي طلب گهٽجي ويئي هئي.

## هڪ خاص طريقہ عمل

زرعي پيداوار هڪ خاص پروسيس آهي، هيءَ پروسيس، صنعتي طرز عمل کان بنهہ مختلف آهي، جنهن کي انساني ڪوشش سان پنهنجي مرضيءَ سان تيز ڪري وڌائي به سگهجي ٿو. انهيءَ جي پيٽ ۾ زاراعت ۽ چوپائي مال جي پالنا، ڪيترن ئي قدرتي مسئلن سان ڳنڍيل آهي. چاهي اها پوک هجي يا چوپايو مال، قدرت جو هڪ نظام آهي، ان جي تابع ٿين ٿا. ٻئي شعبا قدرتي آفتن، بيمارين ۽ جيتن جي حملي جو به شڪار ٿين ٿا، جنهن ۾ پاڻيءَ جي کوٽ، ٻوڏ، طوفان، بيماريون، زمين سيءِ اهڙا جزا آهن جيڪي پيداوار کي اثر انداز ڪن ٿا جڏهن ته صنعت جو انهن تي ذور به اثر نٿو پئي. زراعت ۾ انسان جون سموريون ڪوششون قدرت جي هڪ طريقہ عمل جي هيٺ ڪم ڪن ٿيون، بلڪ هيءَ قدرتي اصولن هيٺ نتيجا ڏين ٿيون. عوامي حڪومت جيڪي قدم کنيا تن مان جيڪي سٺا نتيجا نڪتا، تن جو ذڪر آءُ هيٺ جدول ۾ ڪريان ٿو جيڪي پاڻ مرادو نتيجا بيان ڪندا.

| فصل (هزار ٽن) | سراسري 1965_70ع | اصل 1970_75ع | واڌارو 1965_70ع |
|---|---|---|---|
| ڪڻڪ | 5,626 | 7,500 | 51 سيڪڙو |
| چانور | 1,696 | 2,578 | 51 سيڪڙو |
| مڪئي | 632 | 790 | 25 سيڪڙو |
| ڪمند | 21,906 | 25,163 | 15 سيڪڙو |
| ڪپهہ (هزار ڳنڍڙين ۾) | 2,765 | 2,890 | 4.49 سيڪڙو |

مٿين جدول مان جيئن ظاهر ٿيندو واڌارو نهايت مثالي آهي. البت ڪپهه جي پيداوار ۾ گهٽ اضافو ان ڪري ٿيو جو هن فصل جي پيجاري ۾ چونڊي وقت غير ضروري برساتون پيون، جنهن ڪري نقصان انساني ڪنٽرول کان ٻاهر هو.

آءٌ هتي انهن ئي پنجن جنسن جي پيداوار جا ٻن سالن 75_1974ع ۽ 76_1975ع جا انگ اکر پيش ڪندس. هي مختصر مطالعو هتي صاف طور واضح ڪندو ته صرف هڪ سال جي صبر آزما ۽ مسلسل ڪوشش جي ڪري، حيرت انگيز نتيجا نڪري سگهن ٿا. جيڪا ڳالهه آءٌ وضاحت سان چوڻ گهران ٿو ته زرعي انڪوائري ڪميٽي جي تيار ڪيل رپورٽ ۾ سفارشن کي جيئن ئي جون 1975ع ۾ منظور ڪيو ويو ڪميٽيءَ چئني صوبن ۾ پنهنجي هر وسيلي کي ڪتنب آندو تنهن جا هيٺيان نتيجا نڪتا:

| فصل (ملين ٽن ۾) | اُپت (75_1974ع) | اُپت (76_1975ع) |
|---|---|---|
| ڪڻڪ | 7.4 | 8.5 |
| چانور | 2.277 | 2.576 |
| مڪئي | 0.735 | 790 |
| ڪمند | 20.9 | 25.163 |
| ڪپهه (ڏهه لک ڳنڍڙيون) | 3.567 | 2.890 |

جيئن مٿين انگن اکرن مان معلوم ٿيندو ته ڪڻڪ ۾ اسان پاڻيرا ٿي ويا هئاسون، جنهن ۾ ڪمي آئي سو صرف ڪپهه جو هئي ۽ انهيءَ جا ڪارڻ مون اڳ ۾ ئي بيان ڪري ڇڏيا آهن. ترقي پذير ملڪن ۾ ڪٿي به اهڙي مثالي ترقي ڪانه ٿي آهي. هيءَ ڳالهه هتي واضح رهي ته انهيءَ سال هڪ حادثي جي ڪري تربيلا ڊيم مان پورو پاڻي نه وهي سگهيو نه ته فصلن جي اُپت اڃا وڌيڪ ٿئي ها.

صوبن مان آيل رپورٽن مطابق سال 77_1976ع دوران ڪڻڪ جي

پيداوار هڪ سؤ ملين ٽن لهڻ ڪري اسان انهيءَ جنس ۾ پاڻ پيرا ٿي ويا هئاسين، پر افسوس آهي ته مارشل لا جي لڳڻ ڪري انهن انگن اکرن کي يڪجا نه ڪري سگهياسين.

## سپوت هاري

هتي، انهن آبادگارن جي شموليت ۽ انٿڪ محنت جو ذڪر نه ڪرڻ بي انصافي ٿيندي جن زرعي سڌارن ۽ هنن لاءِ ڪيل ٻين ڀلائي جي ڪمن کان متاثر ٿي پنهنجو پاڻ کي پيداوار وڌائڻ جي ڪم ۾ مشغول ڪري ڇڏيو.

انهيءَ هر هاريءَ جي تعاون ۽ محنت کان سواءِ ڪنهن به اُپت ۾ اضافي جي توقع نٿي رکي سگهي، پوءِ ڀلي اهو تمام ٿورو ئي سهي ڇو نه هجي. اهو هن جي ڪري ئي ٿو ٿئي، اها هن جي جستجو ۽ اُميد ئي آهي جيڪا ناممڪن کي ممڪن بڻائي ٿي ڇڏي.

آءُ هتي هڪ گهڙيءَ لاءِ به اها دعويٰ نٿو ڪري سگهان ته جيڪي ڪجهه حاصل ڪيو ويو آهي، سو انهيءَ ڪري جو اسان چاهيو پر انهيءَ لاءِ عوام ۽ حڪومت ٻنهي کي بجا طور تي فخر ڪرڻ گهرجي. هيءَ هڪ ابتدا هئي، هڪ مختصر ابتدا، اهڙي ڪٺن سفر جي ابتدا جنهن جي منزل سولي ڪانه هئي، پر وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي جي رهنمائيءَ هيٺ ۽ ماڻهن جي ڀلي لاءِ حڪومت مختصر وقت اندر ڪم ڪري ڏيکاريو سو جيڪر هڪ خواب ۽ اُميد رهي ها، جيڪڏهن ان ۾ نيت جي سچائي ۽ ولوله انگيزي شامل نه هجي ها. اسان هڪ نئين دور ۾ داخل ٿي رهيا هئاسون. هڪ اهڙي پاڪستان جي تشڪيل ۾ جنهن جو تصور اسان سيني جي آڏو هئو. خوراڪ ۽ زراعت ۾ خود ڪفالت، جيڪو هن نئين دور جو بنيادي حصو هو سو صرف اسان جو خواب نه پر اسان جي پوري گرفت ۾ هو. پر افسوس جو ملڪ ۾ مارشل لا لاڳو ڪري، عوامي حڪومت ڦريون ويون ۽ عوام جي محبوب اڳواڻ کي قيد ڪري نيٺ ڪيس تخت دار تي پهچايو ويو. اهڙي طرح عوام جا خواب شهيد عوام ذوالفقار علي ڀٽو سان گڏ تخت دار تي چاڙهيا ويا.

# شهيد ڀٽي سان پهرين ملاقات

## شيخ رفيق احمد

فليٽي هوٽل. اسان جي پهرين ملاقات اتي ٿي. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صرف چند ڏينهن اڳ ايوب خان حڪومت مان استعيفي ڏيئي آيو هئو. پيپلز پارٽي اڃا ڪونہ ٺهي هئي. اڃا ڪيس فخرِ ايشيا، قائد عوام، ٽئين دنيا جي ليڊر مان ڪنهن جو بہ خطاب ڪونہ مليو هو. سچ هيءَ آهي تہ هي اسان جي پهرين ملاقات هئي. اسان جي پهرين ملاقات چند سال اڳ ٿوري عرصي لاءِ ٿي هئي. ان وقت شهيد ڀٽو پنهنجي پڙهائي پوري ڪري موٽيو هو ۽ آءٌ، ميان افتخار الدين سان گڏجي ڪيس ملڻ لاءِ ڪراچي واري گهر تي ويو هئس. جيتوڻيڪ ان کي ڪئين سال گذري چڪا هئا، پر هي ملاقات ۾ مون کي اهو ڏسي تعجب ٿيو تہ هن مون کي يڪدم سڃاڻي ورتو. بعد ۾ منهنجي مشاهدي ۾ آيو تہ جن ماڻهن سان هو اڳ مليو هوندو، تن کي فوراً سڃاڻڻ هن جو معمول جو ڪم هو پوءِ ڀلي اهو شخص لکين ماڻهن جي هجوم ۾ ويٺل هجي. مون کيس ٻڌايو تہ آءٌ هميشه ايوب خان جو مخالف رهيو هئس ۽ ان جي ڪابينہ ۾ هو واحد وزير هو جنهن لاءِ مون کي ۽ منهنجي دوستن کي

عزت هئي. مون ڪيس ٻڌايو تہ ايوب خان جي وزير جي حيثيت ۾ بہ هو نوجوانن ۾ تمام مقبول رهيو آهي ۽ پنهنجي ملڪ، عالم اسلام ۽ هر انهيءَ وزارت جنهن ۾ هو رهيو هجي، تنهن جي وڏي دانشمندي سان خدمت ڪئي. "ممڪن آهي اوهان صحيح هجو." هن چيو. جڏهن مون ڪانئس، ايوب خان کان علحدگي جو سبب پڇيو تہ چيائين:

"فوري سبب خارجہ پاليسي تي اختلاف هو جنهن بابت هن وقت سيني کي ڄاڻ آهي. بهرحال جنهن ڏينهن کان آءٌ وزير ٿيس ان ڏينهن کان مون کي احساس ٿيڻ لڳو تہ جنهن نموني مون کي ماڻهن جي خدمت ڪرڻ گهرجي، اٿين ڪونہ ڪري رهيو هئس."

هو ٿوري دير لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ پوءِ وري چيائين:

"ننڍپڻ کان وٺي مون کي ماڻهن جي حالت ڏسي سخت ڏک ٿيندو هو. هنن جا مسئلا ۽ اهنج مون کي ڏُکارو ڪندا هئا. جڏهن هنن مون کي وزير ڪيو تہ مون سمجهيو تہ آءٌ هنن مسئلن کي ڪنهن حد تائين حل ڪري سگهندس. بهرحال اهو ممڪن ڪونہ ٿي سگهيو. ڇاڪاڻ تہ هر سطح ۽ هر مرحلي تي اختيارات چند هٿن ۾ مرڪوز آهن. عوام ويچار بيوس ۽ محتاج آهي."

اٿين چٽي هن هڪ شعر پڙهيو:

گو ابر و باد رنگ کا جہاں حسیں ہے،
مگر یہ قطعہ زمیں غموں سے چور چور ہے۔

انگريزيءَ ۾ گفتگو هلندي هلندي هُھڙيءَ نستعليق اردو ۾ هن واتان شعر ٻڌي آءٌ دنگ رهجي ويس. مون هن کي اسان جي روايتي اردو شاعريءَ کان گهڻو پري ۽ مڪمل طور مغربي طرز زندگي ۾ رنگيل سمجهيو هو پر منهنجو اهو خيال بنهہ غلط نڪتو مون سمجهيو تہ ڀٽي صاحب جو اهو پڙهيل شعر، جيڪو هيترن سالن کان پوءِ بہ مون کي چٽيءَ طرح ياد آهي، محض اتفاقيہ هو پر منهنجي لاءِ اج اها وڏي دولت هئي.

پنهنجي آخري جنگ ۾ شهيد پنو سپريم ڪورٽ ۾ ويٺو هو ۽ پوري اعتماد سان اهل زبان واري قرات سان هن غالب جو هيءُ شعر پڙهيو:

رنج سے خوگر ہوا انساں، تو مٹ جاتا ہے رنج،
مشکلیں اتنی پڑیں مجھ پر، کہ آساں ہوگئیں۔

مون ڪلنڌي چيو: "ڇا ائين نه ڪونهي ته اسين توکي گوتم ٻڌ وانگيان وڃائي ويهون جيڪو نرواڻ جي ڳولا ۾ نڪري پيو هو."

شهيد پرعزم ۽ سنجيده هو هن جواب ڏنو:

"نه. آءٌ پنهنجي زندگي جوکم ۾ وجهي هر انهيءَ مرد، عورت، ٻار ٻڍي، نوجوان سيني سان مليس، جيڪي مون سان هن دنيا جي هر شيءِ ان جي ڪڪرن، نسيم سحر ۽ رنگ و بو ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿين ٿا."

هن اهو ثابت ڪري ڏيکاريو.

## گهر گهر ۾ گونجندڙ آواز

غياث الدين جانباز

چيئرمين ذوالفقار علي ڀٽو انهن چند عالمي ليڊرن مان هو جنهن پنهنجي دانشمندي، طرز حيات ۽ انداز تڪلم سان هر انهيءَ شخص کي سحر انگيز ڪري ٿي ڇڏيو جيڪو هن سان مليو ٿي. هو پرڪشش شخصيت جو مالڪ هو. هو وڏي ولولا انگيز ۽ جاذب نظر حيثيت رکندڙ هو. هن جي بظاهر معصوميت ۾ هڪ قسم جو وقار هو جيڪو تمام گهڻ ماڻهن ۾ ملي ٿو. هن جي لڙڪن ۽ مسڪراهٽن ۾ اهي تمام پروقار خصلتون جرڪنديون هيون، جيڪي ڪنهن پرعزم شخصيت ۾ هونديون آهن. پنهنجن ملاقاتين کي هو ايتري عزت ڏيندو هو جو هر شخص پنهنجو پاڻ کي سندس برابر سمجهڻ لڳندو هو. ننڍي ۾ ننڍي سياسر ورڪر سان به ملڻ وقت کيس وڏي عزت ڏيندو هو ۽ ڪوشش ڪري سندس مسئلا حل ڪندو هو. اهو سندس سياسي ڪارڪنن لاءِ عزت ۽ پيار ۽ عوام جي ڀلائيءَ جو عزم هو جو اڄ به پارٽي مقبول آهي ۽ ملڪ جا غريب ماڻهو هن پارٽي کي پنهنجي پارٽي سمجهن ٿا.

جڏهن 30 نومبر 1967ع تي هن لاهور ۾ پارٽيءَ جو ڪنوينشن

سڏايو هو ته سرڪاري سرپرستي هيٺ هلندڙ ميگزينن ڀٽي صاحب تي نڪته چيني ڪئي هئي ته مسٽر ڀٽي پنهنجي چوڌاري غير تجربيڪار ۽ ناپخته ماڻهن کي گڏ ڪري ورتو آهي.

پر ڀٽي انهن ئي نوجوانن، ناپختن ۽ ناتجربيڪار ماڻهن کي سياسي علم ڏنو. هن کين گهڻين ڳالهين کان آگاهه ڪيو. هن انهيءَ تي اڪتفا ڪانه هئي، هو سندن جدوجهد کي ساراهيندو هو. هنن جي همت افزائي ڪندو هو. ڪنهن شفيق پيءُ وانگيان هو سندن غلطين کي نظر انداز ڪري ڇڏيندو هو ۽ ڪڏهن به ڪنهن کي پنهنجي ناپسنديدگي جو احساس ٿيڻ نه ڏيندو هو. هن کي پنهنجا هزارين سياسي ڪارڪن، نالي سان ياد هوندا هئا. ڪو هن سان هڪ ڀيرو مليو ته اهو چهرو کيس سڄي ڄمار لاءِ ياد رهندو هئو.

جون 1970ع ۾ چيئرمين ڀٽو فيصل آباد جيل ۾ بند. مسيح الرحمان سان ملڻ ويو جيڪو مولانا ڀاشاني جو دست راست هو ۽ بعد ۾ بنگلاديش جو ڊپٽي وزيراعظم بڻجي ويو. هيءَ ملاقات تمام خفيه ٿيڻي هئي. بهرحال ان وقت جيل ٻاهران هڪ ڇوڪري کيس گاڏيءَ مان لهندي ڏسي ورتو ۽ ڊڪي شهيد ڀٽي وٽ ويو. کيس سلام ڪري هٿ ملايائين ۽ ٻڌايائين ته هو نائين ڪلاس جو شاگرد هو ۽ جڏهن ايوب خان، شهيد ڀٽي کي گرفتار ڪيو هو ته هن پنهنجي اسڪول جي شاگردن جو احتجاجي جلوس ڪڍيو هو.

1976ع ۾ اهو ڇوڪرو ٽوبه ٽيڪ سنگهه پيپلز پارٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ٿي ويو. 26 فيبروري 1977ع تي جڏهن شهيد ڀٽي انتخابي مهم ۾ ٽوبه ٽيڪ سنگهه پهتو ته هيءُ ڇوڪرو هيليپيڊ تي استقبالي قطار ۾ بيٺو هو. شهيد ڀٽو ان ڇوڪري وٽ رُڪجي ويو ۽ ڏسي چيائينس، ”پٽ هاڻي تون نوجوان ٿي ويو آهين. تون اهو ساڳيو طارق سعيد آهين نه، جنهن سان آءٌ فيصل آباد جيل ٻاهران مليو هئس.“

ان کان پوءِ هن طارق سعيد کي چيو ته چونڊن کان پوءِ هو ساڻس اسلام آباد ۾ ملڻ اچي. ڀٽي صاحب اوڏيءَ مهل سيڪريٽري کي طارق سعيد جو نالو لکڻ لاءِ چيو:

"آءٌ هن کي پاڻ وٽ گهرائي سندس شڪريو ادا ڪرڻ چاهيان ٿو
ڇاڪاڻ تہ هن منهنجي آزاديءَ لاءِ جلوس ڪڍيو هو."

ماڻهن کي اجا پٽي شهيد لاءِ ڇو محبت آهي، ان جو وٽن معقول سبب موجود آهي. هن کي ماڻهن جا نالا ۽ چهرا اٿين. ياد هوندا هئا جيئن ڪيس پنهنجي پٽن مير مرتضيٰ ۽ شاهنواز شهيد جا نالا ۽ چهرا ياد هئا. اهوئي ڪارڻ آهي جو ملڪ جي هر غريب ماڻهوءَ جي گهر ۾ هن جي نالي ۽ آواز جي گونج آهي.

آءٌ پهريون ڀيرو ساڻس 2 اپريل 1970ع تي مليو هئس. صرف ٻہ ڏينهن اڳ مٽس سانگهڙ ۾ حملو ٿيو هو. عام طور چيو وڃي ٿو تہ ڄام صادق جو هن حملي ۾ هٿ هو. ماڻهو وڏي تعداد ۾ ساڻس ملڻ اچي رهيا هئا. انهيءَ کان اڳ، 23 مارچ 1970ع تي مون ۽ منهنجن دوستن گڏجي ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ ۾ مشهور زمانہ مولانا ڀاشاني واري ڪسان ڪانفرنس سڏائي هئي. مون شهيد کي اها تجويز ڏني هئي تہ (ان وقت) اولهہ پاڪستان جي مقبول ترين ليڊر جي حيثيت ۾ هو سمورن کاٻي ڌر جي پارٽين جي درميان ويڇا دور ڪرائي، کين هڪ پليٽ فارم تي ڪٺو ڪري.

جيئن آءٌ ڳالهائي رهيو هئس، هو مون کي غور سان ٻڌي رهيو هو. هن مون کي ٻڌايو تہ هو پاڻ کاٻي ڌُر جي اختلافن تي ڏاڍو فڪرمند هو ۽ چاهيو ٿي تہ سموريون کاٻي ڌر جون پارٽيون پليٽ فارم تي گڏ ٿي وڃن. گڏوگڏ اهو بہ چيائين تہ کيس گهٽ اُميد آهي تہ ڪي اهي پارٽيون متحد ٿي وينديون. هن انهيءَ تي افسوس ظاهر ڪيو تہ گهڻو ڪري هنن پارٽين جا نُڪتہ نظر جامد ۽ درسي هئا جو هنن ۾ حالتن جو معروضي تجزيو ڪرڻ جي صلاحيت ئي ڪانہ رهي آهي؛ نہ وري هنن ۾ هڪ صحيح لائحہ عمل تيار ڪرڻ جي صلاحيت هئي. هن اوير پاڪستان جي هڪ ليڊر جو مثال ڏنو جيڪو صرف انهيءَ ڪري ناراض ٿي ويو هو جو پٽو مرحوم ايئرپورٽ تي لهڻ کان پوءِ سڌو هن جي گهر وڃڻ بدران رستي ۾ هڪ ٻئي ليڊر وٽ ٿورو رڪجي پيو هو. اهو هڪ عام واقعو هو پر انهيءَ مان کاٻي ڌُر جي ڪن ليڊرن جي سوچ جي عڪاسي ٿئي ٿي.

پنهنجي نڪتہ نظر جي وڌيڪ وضاحت ڪندي هو منهنجي تدريس بہ ڪري رهيو هو. هن ٻڌايو تہ ايواب خان ڪابينہ ۾ رهڻ جي ڪن اوائلي ڏينهن ۾ هڪ ميٽنگ دوران ايوب خان صاف صاف لفظن ۾ ٻڌائي ڇڏيو هو تہ هو ڪميونزم ۽ سوشلزم جو شديد دشمن هو ۽ هن جو صرف هڪ دوست آمريڪا هو. هن اهو بہ چيو تہ هو آمريڪا جيترا بہ اڏا چاهي ڪيس ڏيڻ لاءِ تيار هو هو چاهي ٿو تہ هن جو سفارتخانو صرف واشنگٽن ۾ هجي، ماسڪو بيجنگ ۽ وارسا ۾ سفارتخانا هئڻ پئسي جو وڃائڻ هو. هن پنهنجي وزيرن کي هدايت ڪري ڇڏي هئي تہ هو سوشلسٽ ملڪن جي سفارتڪارن سان ڪنهن بہ قسم جا ناتا نہ وڌائين ۽ نہ وري هنن جي همت افزائي ڪن. انهيءَ حد تائين جو فيض احمد فيض کي پنهنجي گهر تي دعوت ڏيڻ تان منظور قادر تي نُڪتہ چيني بہ ڪئي ويئي.

اهي سڀ ڳالهيون ٻڌائڻ کان پوءِ ڀٽي مرحوم چيو تہ تاريخ کان وڏو ڪوئي شخص ڪونهي. وڏن وڏن امرن کي وقت جي فيصلي آڏو جهڪڻو پيو آهي. سو چند سالن جي اندر ساڳيو ايوب خان جيڪو سوشلزم جو وڏو دشمن هو سو چين ۽ روس جي دوستيءَ جون ڳالهيون ڪرڻ لڳو. اهي چند تاريخي حقيقتون اسان جا ڪاهي ڏر جا ليڊر سمجهي ڪونہ سگهيا هئا. هو اها ڳالهہ مڃڻ لاءِ تيار ڪونہ هئا تہ وقت سان گڏ هڪ قدم پٺتي موٽي بہ قدم اڳتي وڌي سگهبو آهي. هو تہ پنهنجا فيصلا، سياست جي درسي ڪتابن وارن فارمولن مطابق ڪندا هئا، جيتوڻيڪ ڪين پنهنجا فيصلا تاريخي حقيقتن جي پسِ منظر ۾ ڪرڻ گهرجن. سياسي طور مواقع جو بهترين فائدو وٺڻ جو نالو آهي.

اسان جڏهن اقتدار ۾ آياسون تہ چيئرمين ڀٽي کي نظرياتي اساسن ۽ مخلص ڪارڪنن کان پري رکڻ جي سازش شروع ٿي ويئي. هر تنظيم نو ۾ وڌيڪ ابن الوقت ۽ جي حضوري اسيمبلي ميمبر ۽ وزير آندا ويا. جڏهن افضل وٽو پنجاب پيپلز پارٽيءَ جو صدر بڻايو ويو تہ اڪثر نظرياتي مخلص پارٽي ورڪر پنهنجن عهدن تان هٽايا ويا. اهڙيءَ ريت،

مختيار رانا جهڙن ماڻهن جي "مهم جوئي" ۾ ڪيئين خير خواهه ورڪر سياست جي مُڪيه راهه تان هٽي ويا. تنهنڪري تنظيم ڪمزور کان ڪمزور ٿيندي ويئي. موقع پرست، انهن ڪارڪنن خلاف سازشون ڪرڻ لڳا جيڪي چيئرمين ڀٽي جا مخلص هئا. هنن خلاف چيئرمين جا ڪن ڀرڻ لڳا. ان جي عيوض اهي موقعي پرست ميمبر پارٽيءَ جا عهدا پنهنجن دوستن ۽ حاشيه بردارن جي حوالي ڪرڻ لڳا.

جڏهن به چيئرمين، انهن نظرياتي ورڪرن جو دفاع ڪندو هو ته اهي موقعي پرست اسيمبلي ميمبر گروپ ٺاهي مٿس دٻاءُ وجهندا هئا. سندس سيڪريٽري افضل سعيد خان ۽ سياسي امور جو مشير حيات تمن به نظرياتي ورڪرن جي خلاف انهن ميمبرن جي حمايت ڪندا هئا. اهڙيءَ ريت ڀٽي جا حامي سمورا نظرياتي ورڪر، پارٽي عهدن تان هٽايا ويا.

1974ع ۾ مختلف ضلعن جو دورو ڪندي کيس احساس ٿيو ته ڇا ٿي رهيو هو. انهيءَ بعد هن پنجاب پيپلز پارٽي جي تنظيم نو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن لاهور جي گورنمينٽ هائوس ۾ ميٽنگ گهرائي ۽ اتي وزيرن ۽ اسيمبلي ميمبرن جي سامهون عهديدار نامزد ڪرڻ لڳو. منهنجو نالو فيصل آباد جي صدارت لاءِ ڪنيو ويو ۽ جيئن ڀٽو صاحب ان جي منظوري ڏيڻ وارو هو افضل سعيد خان، سندس ڪن ڪا ۾ ڳالهه چئي. ان جي فوراً بعد ڪيترن ئي وزيرن ۽ ميمبرن مون کي ڪٽر ڪميونسٽ ۽ انتهاپسند سڏڻ شروع ڪري ڏنو. منهنجي هڪ دوست منهنجو دفاع ڪرڻ چاهيو پر انهيءَ وقت تائين دٻاءُ ايترو وڌي چڪو هو جو منهنجو نالو صدارت لاءِ واپس ورتو ويو. ٿورو پوءِ جڏهن جنرل سيڪريٽري جي عهدي لاءِ نالا تجويز ڪيا پئي ويا ته ڀٽي صاحب منهنجو نالو وٺي مون کي مقرر ڪري ڇڏيو باوجود هن جي ته انهيءَ وقت به ساڳي قسم جي مشق دهرائي پئي ويئي.

مون کي پنهنجي تقرريءَ جو اطلاع وزيراعظم هائوس مان فون تي ڏنو ويو. ان کان پوءِ مسٽر ڀٽو روس جي دوري تي هليو ويو هو. ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ عهديدارن جا نالا ڇپيا. منهنجو نالو انهن ۾ ڪونه هئو.

هوندئن به مون ڪڏهن به عهدي جي پرواهه ڪانه ڪئي، پر منهنجي نامزدگي جي خبر ماڻهن تائين پهچي چڪي هئي سو هئي ڏينهن ماڻهو مبارڪباد ڏيڻ لاءِ اچڻ لڳا. منهنجو نالو غائب ڪرڻ هڪ ذاتي ڌوڪو هو. مون شهيد ڀٽي کي لکيو ته "مون ڪڏهن به پارٽي عهدي جي تمنا ڪانه ڪئي آهي نه وري ڪنهن به فائدي جي. آءٌ ته پارٽي جي هر طريقي ۾ خدمت ڪندو رهيو آهيان، پر انهيءَ تان مون کي صدمو رسيو آهي ته منهنجو نالو ناپسنديده ماڻهن جي فهرست ۾ شامل ڪيو ويو آهي." ان خط ۾ مون شهيد ڀٽي کي ٻڌايو ته جيڪڏهن هو پاڻ مون کي ناپسند ڪري ٿو ته هن کي به ڪيس پسند ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي. پر پارٽي ڇڏڻ کان اڳ ۾ ڪيس آخري دفعو ملڻ ۽ ٻڌڻ ڏنو وڃي.

مون کي خبر هئي ته سندس چوڌاري ماڻهو ڪيس اهڙي قسم جا خط پهچڻ ئي ڪونه ڏيندا، تنهنڪري مون انهيءَ خط جا ويهه نقل ڪيا ۽ ٻين ليڊرن کي به ٽپال رستي موڪلي ڏنم. اهڙيءَ طرح هڪ نفيس شخص جي ذريعي منهنجو خط شهيد ڀٽي تائين پهتو پر انهيءَ خط تي ڪاوڙجڻ بدران، هن ملٽري سيڪريٽري کي چيو ته مون کي ملاقات لاءِ گهرايو وڃي.

ملٽري سيڪريٽري مون کي ملاقات جو اطلاع ڏنو پر ساڳئي وقت ملاقات جي تاريخ به ملتوي ڪندو رهيو. بهرحال هڪ ٻيري وري گهٽيئي خط لکڻ کان پوءِ ڀٽو صاحب مون کي 13 مئي 1975ع تي پي ايم هائوس ۾ ملاقات لاءِ طلب ڪيو.

مون کي ياد آهي، اهو منجهند جو وقت هو ان وقت هو ورانڊي ۾ ويٺل هو. ڪيس ڪاري قميص ۽ اڇي شلوار پهريل هئي، هو مون سان تمام محبت ۽ شفقت سان مليو ۽ پوءِ مون کان ملاقات جو سبب پڇيائين.

مون چيو "صرف هيءُ معلوم ڪرڻ لاءِ حاضر ٿيو آهيان ته منهنجو نالو اوهان جي ناپسنديده ماڻهن جي فهرست ۾ ڪيئن شامل ٿيو آهي. آءٌ تمام ننڍو آهيان تنهنڪري انهيءَ لسٽ ۾ شامل ٿيڻ جي لائق ڪونه آهيان."

هن اهو ٻملو تمام صبر سان ٻڌو ۽ پوءِ چيائين: "يار هر وزير، هر ميمبر، هر مشير جيڪو مون سان ملي ٿو سو تنهنجي خلاف ڳالهائي ٿو تنهنڪري لازمي طور منهنجي راءِ به متاثر ٿئي ٿي."

مون چيو "هو انهيءَ ڪري منهنجي خلاف ڳالهائين ٿا جو هو روز رات جو نشي ۾ اچي اوهان جي خلاف ڳالهائين ٿا اهو مون کي برداشت ڪونهي." مون کيس انهي مان چند جملا ائين جو ائين به ٻڌايا.

مون کيس ٻڌايو ته اصل مسئلو هي آهي ته پارٽي ورڪر وٽس نٿا پهچي سگهن ۽ نه اچن ٿا تنهنڪري کيس خبر ڪانه ٿي پئي ته هو ڇا ڪري رهيو آهي ڇا سوچين ٿا. جڏهن ته هن کي گهٽيئي ڳالهيون چيئرمين پٽي کي ٻڌائڻ لاءِ آهن. پوءِ پلي هو اهي ڳالهيون پسند ڪري يا نه ڪري

جڏهن آءٌ ڳالهائي رهيو هئس، هو ٿورو پريان باغيچي ۾ وڻن کي گهوري رهيو هو ڄڻڪ ڪجهه سوچي رهيو هجي ۽ جڏهن مون کيس ڏٺو ته هن ڪنڌ ورائي ڏٺو. سندس اکين ۾ چمڪندڙ موتين جيان لڙڪ هئا.

هن لڙڪ اگهيا ۽ چيائين: "مون کي خبر آهي ته اهي مون سان ڪونهن. منهنجي حڪومت سان گڏ آهن. اسان وٽ هڪ پارلياماني طرز حڪومت آهي، هو انهيءَ جو فائدو وٺن ٿا ۽ سچ پچ انهيءَ ذريعي مون کي بليڪ ميل ڪن ٿا. ٻڌ. منهنجي خاطر هڪ يا ٻه سال وڌيڪ برداشت ڪر. جيڪڏهن منهنجي حڪومت ۾ به توکي هي جيل موڪلي ڏين ته منهنجي خاطر برداشت ڪجانءِ. آءٌ هنن ماڻهن کي ٻن سالن جي اندر ٺيڪ ڪري ڇڏيندس. مون کي خبر آهي ته منهنجي وفادار ورڪرن ۽ غريبن کي هي ڪليل ڪچهرين ۾ به اچڻ نٿا ڏين. آءٌ پنهنجن دوستن کي سڃاڻان ٿو. ڪچهرين ۾ به آءٌ کين ڏسندو آهيان. اهي جن ماڻهن مون سان گڏ جدوجهد ڪئي آهي ۽ جن جي ڪري آءٌ هتي پهتو آهيان، انهن ماڻهن جا پيلا چهرا آءٌ صرف عام جلسن ۾ ڏسندو آهيان. آءٌ هنن سان وري ملڻ لاءِ سِڪان ٿو. آءٌ هنن سان ڳالهائڻ، هنن جون ڳالهيون ٻڌڻ ۽ هنن لاءِ ڪجهه ڪرڻ چاهيان ٿو. آءٌ بنهه اڪيلو ڪيو ويو آهيان. جن مون کي پسند ڪيو سي پنهنجي مهم جوئي ۾ هليا ويا. آءٌ به انقلابي آهيان، پر

اسان صرف پنهنجن سوچن جي ذريعي انقلاب نٿا آڻي سگهون. مون بيلٽ جي پرچي جي ذريعي انقلاب آڻڻ جو تجربو ڪيو آهي. ايشيائي معاشري ۾ هڪ نئون تجربو آهي. اڃا انهيءَ ۾ گهڻيون تبديليون اچڻيون آهن. انهيءَ کان اڳ جو اسان ڪنهن انقلابي راهه تي پهچون، اسان کي ڪئين اڻانگا پنڌ ۽ پيچرا پار ڪرڻا آهن. ممڪن آهي آءٌ انهيءَ راهه ۾ ناڪام ٿي وڃان. ممڪن آهي انهيءَ جدوجهد ۾ آءٌ مارجي وڃان. چاڪاڻ ته منهنجا همسفر ڪونه رهيا آهن. جيڪي هن قسم جي سفر لاءِ ضروري ٿين ٿا. جيڪڏهن مون سان گڏ صرف ٻه سو ماڻهو هجن، ته آءٌ اهو سڀ ڪجهه ڪري سگهان ٿو جيڪو ٻيا ماڻهو صرف سوچيندا رهندا آهن. مون وٽ انيڪ ماڻهو آهن جيڪي هر وقت انقلاب جون ڳالهيون ڪن ٿا، پر عملي طرح ڪوبه انقلابي ڪونهي. تون منهنجي پٽ وانگيان آهين، وڃ ۽ وڃي منهنجي لاءِ سياست ڪر. اڳتي رستو ڏاڍو ڏکيو اٿئي. تون اخبار نويس آهين. هڪ سٺي نظرياتي ميگزين ڪڍ. آءٌ هر طرح تنهنجي مدد ڪندس.“

مون کي صرف پندرهن منٽ جو وقت ڏنو ويو. اناويهه منٽ اڳ ۾ ئي گذري ويا هئا. ٻه دفعا اي ڊي سي آيو ۽ اچي وقت پورو ٿيڻ جو اشارو ڏنائين. نيٺ جڏهن آءٌ اٿي بيٺس، شهيد پڻي مون کان پڇيو ”ڪا درخواست؟“

”نه سائين.“ مون ورائيو.

”تون مون سان ملڻ آيو آهين، ممڪن آهي آءٌ ڪنهن طرح تنهنجي مدد ڪري سگهان.“ هن اصرار ڪيو.

”اوهان مون کي جيڪا محبت ۽ عزت ڏني آهي، سا انهيءَ شيءِ کان گهڻي آهي جيڪا آءٌ اوهان کان طلب ڪري سگهان ٿو.“ مون چيو ۽ رخصت ورتم.

ٻن مهينن کان پوءِ اسان جي تر جو قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چوڌري محمد اسلم گذاري ويو ۽ نشست خالي ٿي ويئي. رشيد پڻي مون کي ڊاڪٽر مبشر حسن هٿان نياپو موڪليو ته آءٌ پارٽي ٽڪيٽ لاءِ درخواست ڏيان. بهرحال، ان وقت تائين آءٌ راجا مبرظ خان جي

حمايت ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪو هئس. سو ڊاڪٽر مبشر حسن کي چيم ته چيئرمين پنهنجي جو ٿورو مجيبندي ڪيس گذارش ڪري ته جيڪڏهن پارٽي ٽڪيٽ راجا مبرظ خان کي ملندي ته اهو مون تي ذاتي احساس ٿيندو. اها ڳالهه پڪڙي ته تر جي وڏن ماڻهن اکيون ڏيکاريون. ناراض ٿيا ته اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي ته مبرظ خان جهڙي هيٺئين طبقي جي ماڻهوءَ کي پارٽي ٽڪيٽ ملي. انهيءَ تي هنن منهنجي ننڊا به ڪئي. جڏهن فيصلو آيو ته اها ٽڪيٽ راجا جي حق ۾ آئي ۽ منهنجي ڳالهه مٿيري ٿي.

جنهن وقت آمر ضياءَ ڪيس ڪوه مري مان آزاد ڪيو هو ته آءٌ ساڻس ملاقات ڪرڻ لاءِ لاڙڪاڻي ويو هئس. هزارين ماڻهن جو هجوم کيس مبارڪباد چوڻ آيو هو. آءٌ به انهيءَ هجوم ۾ شامل ٿي ويس. هو ٻاهر نڪتو. مبارڪ چوڻ وارن کي خطاب ڪيائين ۽ پوءِ اندر گيسٽ هائوس ۾ هليو ويو جتي پارٽي ليڊر ويٺا هئا. آءٌ ڪنهن ريت اندر داخل ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس ۽ وڃي سندس سلامي پريم. هن مون کي پنهنجي پير ۾ سڏي ويهاريو ۽ پوءِ پارٽي ٽڪيٽ لاءِ درخواست ڏيڻ لاءِ چيائين.

جيئن مون کي صاحب چيو هو تيئن مون صوبائي اسيمبلي جي ٽوبه ٽيڪ سنگهه مان سيٽ لاءِ درخواست موڪلي. جڏهن ڪامياب ٽڪيٽ حاصل ڪندڙن جي لسٽ اخبارن ۾ ڇپي ته وري منهنجو نالو غائب هو. انهيءَ تي پنهنجي صاحب ڊاڪٽر اشرف عباسي کي خاص طور تي فيصل آباد موڪليو ته سيٽن جي معاملي جي تحقيقات ڪري ۽ خاص ڪري مون سان ملاقات ڪري. غالباً ڊاڪٽر صاحبه 19 آگسٽ تي اتي پهتي ۽ مون کي ٻڌايائين ته چيئرمين ياد ڪري رهيو هو ۽ هي ته آءٌ وڃي ساڻس لاڙڪاڻي ۾ ملان. هو يقيناً مون کي ٽڪيٽ ڏيندو. هن کي احساس هو ته غالباً ڪنهن سازش جي ڪري مون کي ٽڪيٽ کان محروم ڪيو ويو هو. مون ڊاڪٽر صاحبه کي چيو ته آءٌ پنهنجي صاحب جو مداح آهيان ۽ هن جي هڪ آواز تي ڊوڙندو ويندس. پر پارٽي ٽڪيٽ لاءِ ملاقات نه ڪندس. اهو ٻڌي ڊاڪٽر صاحبه ٽوبه

ٽيڪ سنگهه جي جنرل سيڪريٽري طارق سعيد کي چيو ته هو پنو صاحب ڏانهن وڃي منهنجي ٽڪيٽ گهري.

اهڙيءَ طرح 21هين تاريخ تي طارق سعيد، پنو صاحب سان لاڙڪاڻي ۾ ملاقات ڪئي. جيئن ئي طارق سعيد منهنجي ڳالهه شروع ڪئي، پنو صاحب چيس ته هو چو ڪونه آيو چاڪاڻ ته ڪيس مون سان تمام ضروري ڳالهيون ڪرڻيون هيون. هن طارق سعيد جي هٿان مون کي هدايتون موڪليون ته پنو صاحب 24 تاريخ تي اسلام آباد پهچندو تنهنڪري آءٌ ساڻس اتي ملان. هن نور محمد مغل کي هدايتون ڏيئي ڇڏيون ته جيئن ڏاڙهي ۾ مڇن وارو اخبار نويس اتي پهچي ته ڪيس سندس آڏو پيش ڪيو وڃي.

شهيد سان منهنجي اها آخري ملاقات انهن هدايتن جي هيٺ ٿي هئي. غالباً اهو ڏينهن 25 آگسٽ جو هو. هو پير مڪڙ جي گهر ترسيل هو. نور محمد مغل، مون کي ڊرائينگ روم ۾ ويهاريو جتي ڊاڪٽر عباسي ۽ ڊاڪٽر غلام حسين اڳ ۾ ويٺل هئا. پوري نَوين بجي چيئرمين هيٺ لٿو. ڊرائينگ روم ۾ گهڙڻ ڪانپوءِ هو سڌو مون وٽ آيو نهايت شفقت سان منهنجي ڪنڌ تي هٿ رکيائين ۽ پوءِ چيائين:

"مون کي خبر آهي ته هميشه تو سان زيادتي ٿي آهي. هر ذهين ماڻهو جيڪي غريب آهن تنهنن سان ساڳئي طريقي زيادتي ٿيندي آهي. هنن جو واحد ڏوهه سندن ذهانت آهي. پر آءٌ توکي ٽڪيٽ ڏيندس. تو جهڙو باصلاحيت ماڻهو هميشه، ليڊرن جي درميان ٽڪيٽ جي جهيڙي ۾ نظر انداز ٿيندو رهيو آهي. آءٌ توکي سينٽرل ڪميٽي جي اپيل بورڊ تي گهرائيندس. مصطفيٰ کر تنهنجي مخالفت ڪندو پر تون هن کي سبق سيکاري سگهين ٿو.

"ڏس، هاڻي چوندڙن ڪونه ٿيندڙيون، تنهنڪري تون اُهي وساري ڇڏ. ٽڪيٽ ملڻ جو مطلب خدمتن کي تسليم ڪرڻ آهي. هيءُ ليڊر سوچين ٿا ته چوندڙن ٿينديون، پر اهي غلط آهن. ممڪن آهي ته آءٌ قتل ڪيو وڃان. توکي مون سان واعدو ڪرڻو پوندو ته جيڪڏهن آءٌ قتل ڪيو ويس

تہ تون منهنجي خاندان سان رهندين، تون مون کان پوءِ بيگم ڀٽو ۽ بينظير جي حمايت ڪندين. هوئي مون کان پوءِ پارٽيءَ کي سنڀاليندين.“

آءٌ حيرت ۾ بُت بڻيو ٻڌندو رهيس. ان کان پوءِ مون ٻڌو تہ هو مون کان پڇي رهيو هئو تہ آءٌ ڪيس جواب ڇو نہ ڏئي رهيو هئس.

مون ڇٽڪ ڇرڪ ڀريو ۽ چيو:

”مسٽر چيئرمين، دنيا جي ڪائي طاقت اوهان کي اسان کان ڌار ڪري نٿي سگهي. آءٌ ۽ مون جهڙا لکين ٻيا غريب اوهان سان، ۽ اوهان جي خاندان سان گڏ رهنداسين وقت ثابت ڪندو تہ آيا آءٌ ۽ مون جهڙا غريب اوهان سان وڌيڪ وفادار آهيون يا مصطفيٰ کر ۽ صادق قريشي جهڙا وڌيڪ وفادار آهن.“

هن منهنجي ڳل تي ٿپڪي ڏني ۽ پوءِ چيائين:

”مون کي خبر آهي تہ تو جهڙا ماڻهو پنهنجي ڪاز سان وفادار آهن. جاگيردار، وڏيرا، سرمائيدار ڪڏهن بہ مون سان گڏ ڪونہ هئا، هو تہ صرف منهنجي مقبوليت جو فائدو وٺندا رهيا آهن. آءٌ اوهان جو آهيان. آءٌ غريبن سان محبت ڪريان ٿو. آءٌ ڪين ڀگهر سنگهي سچاڻان ٿو ۽ جڏهن هو مون کي سنگهن ٿا تہ مون وٽ هليا اچن ٿا. چاهي آءٌ جيئرو رهان ٿو يا مري وڃان، مون کي خبر آهي تہ انهن غريبن، مسڪينن ۽ ماروئڙن جي دلين جي ڌڙڪن سان گڏ رهندس.“

هو هڪ باغي هو... پنهنجي ئي طبقي جي خلاف باغي. هو سياسي سائنسدان هو پر هن وقت اهڙي ٽيم ڪانہ هئي جيڪا ماڻهن کي اڳتي آڻي. سال 1970ع ۾ هن بئلٽ جي پرچي جي ذريعي عوامي جمهوري انقلاب آندو ۽ هن چاهيو ٿي تہ ملڪ کي صحيح عوامي جمهوريت جي رستي تي وٺي وڃي، پر هن جي پارٽيءَ اندر ۽ ٻاهر استحصالي غاصبن هن جي سموري جدوجهد کي شڪست ڏئي ڇڏي، اسان هڪ مسيحيٰ کي هٿان وڃائي ڇڏيو ۽ اڄ ساڳئي مصيبت ۾ گهيريل آهيون. هن کي قتل ڪيو ويو.

جيئي ڀٽو.

## ڀٽو: فقط ڪم چاهيندو هو

### ايف. ڪي. بنديال

تازه خواهی داشتن این داغ ہائے سینہ را
گاہے گاہے باز خواں این قصہ پارینہ را

(جيڪڏهن اوهين چاهيو ٿا تہ ذهني صدما اوهان جي سيني ۾ محفوظ رهن تہ پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ماضيءَ کي ياد ڪندا ڪريو.)

مون ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ مختلف حيثيتن ۾ ڪم ڪيو جهڙوڪ راولپنڊي جو ڪمشنر، پنجاب جو چيف سيڪريٽري، سرحد جو چيف سيڪريٽري ۽ وفاقي سيڪريٽري، بلاشڪ هنن عهدن تي رهڻ ڪا اهم ڳالهہ ڪانهي، سواءِ انهيءَ جي تہ انهن سان وزيراعظم کي ويجهڙائي سان ڏسڻ جو موقعو مليو.

اڄ جيڪا ڳالهہ ٻڌائيندس سا ڪيترن ئي واقعن جو مجموعو آهي ۽ ان ۾ اهي مشاهدا آهن جيڪي مون ذوالفقار علي ڀٽي کي بطور صدر ۽ وزيراعظم بنهہ ويجهڙائي کان، ۽ ڪنهن خاص مقرره وقت تي ڪيا، تنهنڪري هنن مشاهدن ۾ هن جهڙي عظيم ليڊر جي پوري

شخصيت جي عڪاسي ڪانہ ٿيندي، تنهن هوندي بہ هي يادگيريون آءٌ ڪيس خراج عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ لکي رهيو آهيان. ۽ ممڪن آهي تہ هي چند سٽون هن جي مداحن ۽ خود منهنجي لاءِ يعني ڪامورا شاهيءَ ۾ مون جهڙن جي دلچسپي جو ڪارڻ بنجن.

منهنجن پهرين ٻن ملاقاتن ۾ ٽن ورهين جو فاصلو هو پر، نظربندي ۽ حڪومت وارن دورن جو آهي.

ڪيس 1968ع ۾ ان وقت جي اولهہ پاڪستان حڪومت سيڪيورٽي آرڊر هيٺ گرفتار ڪري منٽمگري (ساهيوال) جيل ۾ رکيو هو. نظربنديءَ دوران جيل ۾ ڪن غير معياري رهائشي حالتن جي شڪايت تي اولهہ پاڪستان هاءِ ڪورٽ ڪي هدايتون ڪيون هيون ۽ هي بہ حڪم ڪيو هو تہ ڪيس ڊسٽرڪٽ جيل منتقل ڪيو وڃي. ڪيس حڪومت "اي" ڪلاس ڏنو هو.

ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ جي حيثيت ۾ اهو يقين ڪرڻ منهنجو فرض هو تہ ڪيس جيل ۾ "اي" ڪلاس ڏنو ويو هو. تنهنڪري مون پاڻ سان گڏ سينيئر پوليس سپرنٽينڊنٽ ۽ سپرنٽينڊنٽ جيل کنيو ۽ جيل جي انهيءَ حصي ۾ وڃي جتي مسٽر پتو نظربند هو مون دروازي تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. اندران آواز آيو "هليو آءِ." ان وقت سياري جي موسم هئي ۽ صبح جو وقت هو. هو اڃا بستري تي هئو ۽ پير ۾ پيل ٽيبل ليمپ جي روشنيءَ ۾ ڪتاب پڙهي رهيو هو. مون پنهنجو ۽ پنهنجن ساٿين جو تعارف ڪرايو ۽ ٻڌايم تہ اسان اهو ڏسڻ آيا آهيون تہ آيا ڪيس گهربل سهولتون ميسر آهن. هن ڪنڌ جي ڌوڻ سان هائوڪار ڪرڻ سان گڏوگڏ چيو:

"وڏي مهرباني. آءٌ هتي ڏاڍو آرام سان آهيان."

۽ بہ گهڙيون رکي يوڳ ۾ چيائين: "مون کي ائين چوڻ نہ گهرجي چاڪاڻ تہ مون کي خبر آهي تہ اها ڳالهہ ٻاهر ٻڌائي ويندي."

مون چيو تہ ائين ڳالهہ ڪانهي ۽ پوءِ بنا وقت وڃائڻ جي اسان اجازت ورتي ۽ جڏهن اسان ٻاهر نڪري رهيا هئاسين تہ مون محسوس ڪيو تہ کهڙي بہ خراب حالتن ۾ هو ڪيڏو پُرسڪون هو.

مسٽر ڀٽي سان منهنجي ٻي ملاقات بنهه ٻي حالت ۾ ٿي هئي. هو صدر پاڪستان هو ۽ مون فيبروري 1972ع ۾ راولپنڊي ڊويزن جي ڪمشنر جي حيثيت ۾ چارج ورتي هئي. پنهنجي حاضري لڳائڻ لاءِ آءٌ ويس ۽ وزيٽرس بوڪ ۾ پنهنجو نالو لکي هليو آيس. پر ان ڪان پوءِ مون ڪي سڏ ٿيو جيڪو يادگار رهندو.

انهيءَ مان ظاهر ٿئي ٿو ته صدر جي عهدي تي رسڻ ڪان پوءِ به هن تائين پهچڻ ڪو مشڪل ڪونه هو. جيتوڻيڪ انهيءَ ڳالهه ڪان پوءِ اوپر پاڪستان جو سانحو ۽ مارشل لا جو ڊگهو عرصو گذري چڪو هو.

اسان کي اطلاع مليو ته مسٽر ذوالفقار علي ڀٽو عبوري آئين هيٺ ريس ڪورس گرائونڊ تي هڪ کلي تقريب ۾ 21 اپريل 1972ع تي صدر پاڪستان جي حيثيت ۾ قسم کڻندو. سيڪيورٽي جا ۽ ٻيا امن امان جا انتظام ضلعي انتظاميه کي ڪرڻا هئا، پر وفاقي حڪومت پنهنجي سيڪريٽرين تي مشتمل هڪ ڪميٽي، سمورن انتظامن جي درميان رابطو قائم ڪرڻ لاءِ ٺاهي هئي.

سموري نقشي ۽ نڪرڻ جي رستن تي نظر وجهڻ ڪان پوءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته ڊيائس کي ريس ڪورس جي مکيه دروازي جي پر ۾ پشاور روڊ سان لڳو لڳ ٺاهيو وڃي، ته جيئن ڪابي ۽ ساڄي پاسي رکيل ڪرسين ۽ سامهون عوام تي پوري نظر پئجي سگهجي. انهيءَ سان ڪنهن به اهڙي خطري کي منهن جي ڏئي پئي سگهيو جيڪو پبلڪ ۾ ڪنهن چرير جي ڪري پيدا ٿي پئي سگهيو ۽ خود صدر جي اچڻ ۽ وڃڻ ۾ ڪنهن امڪاني رڪاوٽ کي ختم ڪري پئي ڇڏيو. سمورا انتظام ٿي ويا هئا، مگر عين وقت تي ڪميٽيءَ جي هڪ ميمبر پنهنجي "رابطي ۽ نظرداري" واري ڪردار ادا ڪنديءَ اسان جي جوڙجڪ کي رد ڪنديءَ اسٽيج کي عين وچ ۾ منتقل ڪرڻ جو حڪم ڪيو. مون انهيءَ حڪم جي هن بنياد تي مخالفت ڪئي ته متان پبلڪ هجوم جي صورت ۾ اسٽيج جي طرف وڌي ۽ پوءِ پيهه پيهان ٿي پئي ۽ انهيءَ تقريب جي اهميت جي لحاظ ڪان سيڪيورٽي

انتظام هيٺ مٿي ٿي ويجن. هن انهيءَ سان اتفاق نہ ڪيو ۽ چيو تہ فوجي پريڊن جي تقريبات ۾ بہ معائنو ڪندڙ آفيسر وچ ۾ ٿي رکيا ويندا آهن. اسان ٻڌايو تہ انهن تقريبن ۽ هن تقريب ۾ فرق آهي، پر اعليٰ عهديدارن جي حڪمن جي تعميل ڪرڻي پوندي آهي. تنهنڪري، عين وچ ۾ هڪ اسٽيج تيار ڪيو ويو جتي پوءِ تقريب ٿي. جن اها تقريب ٽيليفويزن تي ڏٺي، تن کي ياد هوندو تہ سمورا انتظام درهم برهم ٿي ويا ۽ ماڻهن جي سمنڊ سموري جوڙجڪ کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو. اهڙي موقعي تي طاقت جو استعمال ڪونہ ڪرڻو هوندو آهي، تنهنڪري تمام مشڪل سان صدر کي تحفظ فراهم ڪيو ويو.

ظاهر آهي تہ اهڙي قسم جي بدنظمي کي وفاقي حڪومت نظر انداز نٿي ڪري سگهي. وفاقي حڪومت هڪ انڪوائري ڪميٽي ناهي تہ جيئن انهيءَ جي ذميداري مقرر ڪري سگهجي. اسان مان ڇئن ڄڻن يعني ڪمشنر، ڊپٽي ڪمشنر، ڪميٽي آڏو اسان پيش ٿياسين تنهن ۾ نگران ڪميٽي جا ڪجهہ شناسا چهرا بہ هئا. اسان جي فيصلن کي رد ڪرڻ کان پوءِ هاڻي هو انهيءَ ۾ غلطي جي نشاندهي ڪرڻ ۽ اسان کي مورد الزام قرار ڏيڻ لاءِ ويٺا هئا. مون کين ٻڌايو تہ اسان کان پڇڻ بدران هو پاڻ ذميداري ڇو نہ ٿا قبولين. هنن جي مجموعي فتويٰ ۾ اسان جوابدار هئاسين. اسان کي اهڙي فتويٰ جي ڄاڻ هئي. بهرحال، انهيءَ جي ٻن ڏينهن کان پوءِ اسان کي معلوم ٿيو تہ وفاقي حڪومت اسان کي نہ، پر ضلعي انتظاميہ کي جوابدار ٺهرايو آهي. انهيءَ معلوم ٿيڻ تي اسان کي ڏاڍي جرئت ٿي، پر سنت ٿي اسان کي خبر پئي تہ اهو سمورو ڪم صدر پاڪستان پاڻ ڪيو هو جنهن غير جانبدارانہ طور انهيءَ باري ۾ انڪوائري ڪرائي ۽ پوءِ پاڻ انهيءَ جو فيصلو ڪيو. اهو اسان جي لاءِ وڏي سک ۽ اطمينان جو ڪارڻ هو ڇاڪاڻ تہ اهڙين حالتن ۾ سچ دٻجي ويندو آهي ۽ جڏهن اهو ظاهر ٿيندو آهي تيستائين گهڻي دير ٿي ويندي آهي.

مسٽر پتو ڏاڍو محنتي، تمام اهل ۽ نتيجه خيز ماڻهو هو. ڪمشنر راولپنڊي جي حيثيت ۾ مون کي اڪثر ڏاڍا ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پوندا هئا. اڪثر هو مون تي ناراض ٿيندو رهندو هو. بهرحال انهيءَ ۾ چڱائي اها هئي جو اها ناراضگي صرف زباني ٿيندي هئي ۽ اها اوڏيءَ مهل ٿيندي هئي جڏهن اسان ٻه هوندا هئاسون.

نيٺ آءٌ اهڙو مايوس ٿي ويس جو آءٌ ڏکهي موڪل وٺڻ جو سوچڻ لڳس. تنهنڪري مون پنهنجي زال سان صلاح ڪئي ته وزيراعظم عموماً مون کان ناراض رهي ٿو تنهنڪري انهيءَ کان بچڻ جو طريقو اهو آهي ته نوڪري ڇڏي ڏجي. هن اهو ٻڌي اهڙي ڳالهه چئي جنهن مون کي اطمينان ڏياريو. هن چيو ته فرض ڪر ته هو تو سان ايترو ناراض آهي ته ڇا تنهنجي نوڪري ڇڏڻ سان هو خوش رهي سگهندو؟

هڪ ڀيري، وزيراعظم ٽيڪسلا جي هڪ صوبائي ميمبر سان ڏاڍو ناراض ٿيو جيڪو ملاقات جي مقرر وقت تي ڪونه پهتو. مون کي چيو ويو ته هن کان انهيءَ غفلت، ڪوتاهي ۽ حڪم عدولي جو سبب پڇيو وڃي. منهنجي فوري انڪوائري مان خبر پئي ته اهو پارٽيءَ جي اندر گروپن جي ويڙهه جو نتيجو هو. اسان ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر هو ڪونه مليو ڇاڪاڻ ته هو لاهور هليو ويو هو. مسٽر پتي مون کان انهيءَ جي باري ۾ پڇيو پر بدقسمتيءَ سان مون کي ورندي ڏيڻ لاءِ ڪجهه به ڪونه هو. جواب ۾ پتو صاحب ڏاڍو ناراض ٿيو.

ٻئي ڏينهن هو لاهور ويو جتي گورنر پنجاب جي ذريعي ٻنهي گروپن جي وچ ۾ خوش اسلوبيءَ سان ناهه ٿي ويو. وزيراعظم مطمئن ٿي ويو ۽ مون کي لاهور مان ٽي نياپو مليو ته آءٌ انهيءَ معاملي ۾ اڳتي نه وڌان.

اها ڳالهه منهنجي لاءِ اطمينان بخش هئي، پر منهنجي دماغ ۾ اها ڳالهه گهر ڪري ويئي هئي ته وزيراعظم کي اهو شڪ آهي ته آءٌ انهيءَ معاملي ۾ پنتي هٽي ويو هئس. غالباً ائين ٿي هو پر انهيءَ جو پيو ڪارڻ هو.

ٻن مهينن کان پوءِ غالباً اپريل 1974ع ۾ مون کي پنجاب جو چيف سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. آءٌ پنهنجي نئين عهدي جي چارج وٺڻ

ڪان اڳ ۾ وزيراعظم سان قومي اسيمبليءَ جي چيمبر ۾ مليس. مون موقعي کي غنيمت ڄاڻو ۽ وضاحت خاطر ايم پي اي جو ذڪر ڪيم، جنهن تي چيائين:

"ان کي وساري ڇڏي، جيتوڻيڪ تو گورنر جي چوڻ تي ان تي قدم نہ کنيو پر آءٌ توکي ان جو ذميدار قرار نٿو ڏيان."

وضاحت جي طور مون ڪيس ٻڌايو تہ اهو گورنر جي هدايتن تي ڪونہ ٿيو هو ۽ نہ وري گورنر، وزيراعظم جي هدايتن کي رد ڪري سگهيو ٿو. مون دلي طور ڪيس ڪجهہ چوڻ چاهيو. سو مون پنهنجي ذميداري قبول ڪندي ٻڌايو تہ مون انهيءَ ڪري ڪو تڪڙو قدم نہ کنيو تہ پارٽيءَ جي اندر ٻن گروپن جي اختلافن ۾ هڪ ايم پي اي جي خلاف قدم کڻڻ خود وزيراعظم (جيڪو پاڻ پيپلز پارٽيءَ جو چيئرمين هو) جي مفاد وٽان ڪونہ هو.

"اهو ڪو صحيح مقابلو ڪونہ ٿئي ها." انهيءَ جملي سان مون پنهنجي ڳالهہ ختم ڪئي.

"تنهنجي ڳالهہ مان سچ بکي ٿو." وزيراعظم چيو. اها ڳالهہ بعد ۾ ظاهر ٿي تہ هن منهنجي ڳالهہ تي اعتبار ڪيو ۽ تڏهن هن اڳا مون کي وڏيڪ ذميداريون ڏنيون.

سال 75_1974ع ۾ سرحد ۾ امن امان جي صورتحال واقعي ڏاڍي خراب ٿي ويئي هئي. بمن جا ڌماڪا ۽ دهشتگردي روزمره جو معمول ٿي ويو هو. انهن ئي واقعن دوران فيبروري 1975ع ۾ حيات محمد خان شير پائو مري ويو هو. انهيءَ جي نتيجي ۾ صوبائي حڪومت کي معطل ڪري گورنر راڄ لاڳو ڪيو ويو ۽ مون کي اتي چيف سيڪريٽري ڪري موڪليو ويو.

منهنجي چارج سنڀالڻ جي چند ڏينهن اندر وزيراعظم پشاور آيو ۽ هن جي پهچڻ جي ٿوري ويرم ۾ هڪ خاص ملاقات ۾ مون پنهنجون فوري ذميداريون پڇيون.

"امن امان جي بحالي، هر قيمت تي. توکي منهنجي پوري حمايت حاصل هوندي، پر مون کي نتيجا کپن." وزيراعظم چيو. هيٺ ڏنل واقعو انهيءَ جو ثبوت آهي ته هن کي سچ پچ امن امان جي بحالي گهربي هئي.

هڪ وفاقي وزير جا دورا اسان لاءِ ڏکيا پوندا هئا. صوبہ سرحد ۾ هو جيڪي عوامي جلسا ڪندو هئو تن ۾ تقرير اسان اتي ڪشيدگي پيدا ٿيندي هئي ۽ هارين ۽ زميندارن جي درميان چڪتاڻ جو سبب ٿينديون هيون. اسان کيس روڪڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر ڪو فائدو نہ ٿيو. تنهنڪري جڏهن هو ٻئي ڀيري پشاور آيو تہ آءٌ وٽس ويس ۽ کيس چيم تہ سندس عام جلسو مسوخ ڪيو آهي تنهنڪري هو اوڏانهن وڃڻ جي تڪليف نہ ڪري. هو ڏاڍو پريشان ٿي ويو ۽ احتجاج طور فوراً اسلام آباد موٽي ويو.

ستت ئي مون کي اسلام آباد ۾ وزيراعظم سان هڪ ملاقات لاءِ سڏيو ويو جتي اهو معزز وزير بہ موجود هو. مون اها صورتحال سمجهائي، جنهن هيٺ مون اهو عام جلسو منسوخ ڪيو هو. مون انهيءَ وزير کي ٻڌايو تہ امن امان کان سواءِ آءٌ سندس پوري عزت ڪريان ٿو. وزيراعظم مون کي تمام غور سان ٻڌو ۽ ان کان پوءِ چيائين تہ آءٌ انهيءَ قدم کڻڻ کان اڳ وزير کي ٻڌايان هئا. هن بهرحال وزير کي چيو تہ جيستائين وزير تعاون نہ ڪندا تيستائين امن امان ڪيئن بهال ٿيندو.

جڏهن اهو وزير هليو ويو تہ وزيراعظم مون کي چيو تہ جنهن طريقي سان صورتحال ڪنٽرول ۾ آندي ويئي آهي، ان تي هو ڏاڍو خوش هو. آءٌ اهڙي ڪارروائي شروع ڪرڻ تي ڏاڍو خوفزده هئس، پر وزيراعظم جي واتان واکاڻ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيس. هو ڪابينہ جي رڪن طرفان احتجاج جي باوجود پنهنجن لفظن تي قائم هو.

سرحد ۾ اهڙا قبائلي علائقا آهن جن جي رهڻي ڪهڻي هڪ ٻئي کا ڌار آهي. نومبر 1976ع جي پهرين هفتي ۾ وزيراعظم انهن علائقن جو دورو ڪيو ۽ مهمند، ڪرم، اوڪرزئي ۽ ذڪڻ وزيرستان ويو. هو انهن قبائلي علائقن جي بنهہ وچ ۾ ويو ۽ اتي ماڻهن کي خطاب ڪيائين. سيڪيورٽي

جي معاملي ۾ هو بنھ بي خطر ۽ بهادر شخص هو ۽ اها ڳالھ ڪنهن جي تصور ۾ نہ اچي نٿي سگهي. هو سچ پچ انهيءَ ۾ يقين رکندو هو تہ "ملڪ" سسٽم ختم ڪري ماڻهن سان سڌو سنئون رابطو قائم ڪجي. اڳتي هلي هن جو خيال هو تہ اتي بالغ راءِ رهي رائج ڪجي۔ هڪ اهڙو خواب جنهن جي تعبير اڄ تائين ڪانہ ٿي سگهي آهي. اتي جا ماڻهو ۽ انٽيليجنس ادارا اڄا تائين هن جي جرئت کي ياد رکيو اچن.

# ایک نعرہ بنا ہے اس کا لہو

## حبيب جالب

مسٽر ڀٽو قتل ڪيو ويو هو. هن شهادت جو درجو پاتو. اهو دراصل پاڪستان ۾ آزادي، انسانيت ۽ جمهوريت جو قتل هو.

آءُ سانٽس پهريون گهمرو انهيءَ وقت مليس جڏهن هو ايوب خان جي حڪومت مان استعيفيٰ ڏئي آيو هو. ان وقت عام افواه هئا ته ايوب چاهيو ٿي ته هو بنهه سياست ئي ڇڏي وڃي، بلڪ ملڪ به ڇڏي وڃي.
ان وقت مون هڪ نظم لکيو جيڪو هن ريت آهي.

دست خزاں میں اپنا چمن چھوڑ کے نہ جانا
آواز دے رہا ہے وطن، چھوڑ کے نہ جانا

تیرے شریک حال ہیں منصور اور بھی
سوئی دارو رسن چھوڑ کے نہ جانا

کچھ تیری ہمتوں پہ بھی الزام آئے گا
مانا کہ راستہ ہے کٹھن چھوڑ کے نہ جانا

اے ذوالفقار تجھ کو قسم ہے حسین کی
کہ احترام رسم کہن چھوڑ کے نہ جانا

جنهن ڏينهن تي اهو نظم نوائي وقت ۾ ڇپيو ان ڏينهن اخبار پنجين ريئي ڪاپي وڪامي. مسٽر ڀٽو پنهنجو وڙ ڪري مون سان ڪافي هائوس ۾ ملڻ آيو. هن ۾ اها خوبي هئي تہ هو ماڻهن سان براءِ راست ملندو هو. سبب اهو هو تہ هو همہ وقت ۽ همه جهت سياستدان هو. هو ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ويندو هو. هر گهر جي در تي ٺَڪ ٺَڪ ڪري ماڻهن سان ملندو هو. هو ماڻهن جا ڏُک سُور ٻڌندو ۽ انهن کي پنهنجي دل تي محسوس ڪندو هو. هو مزدورن، ڪڙمين ۽ ڪاسبين جا اهنج ٻڌي، انهن جو آواز ٻڻجي ويندو هو. اسان جي ملڪ ۾ جتي وڏيرا ۽ جاگيردار ڪڏهن بہ پير پري غريبن وٽ ڪونہ ويا، مسٽر ڀٽو انهن وٽ سياري جي ٿڌين راتين ۽ اونهاري جي ٿڪندڙ ڏينهن ۾ هليو ويندو هو ڇاڪاڻ تہ هو مختلف هو. هن اديبن، شاعرن ۽ دانشورن سان رابطو رکيو ۽ اسان جو دوست ۽ سرپرست بڻجي ويو.

انهن ڏينهين لاڙڪاڻي ۾ هڪ مشاعرو منعقد ڪيو ويو. منتظمين چاهيو ٿي تہ ڪو شاعرن جي ميزباني جا فرائض سرانجام ڏئي. مسٽر ڀٽي تمام خنده پيشانيءَ سان مون کي ۽ فيض صاحب کي سڏائي پاڻ وٽ ترسايو. اسان کي هن سان ڪيترن ئي مسئلن تي گفتگو ڪرڻ جو موقعو بہ مليو. آءٌ هن سان تاشقند معاهدي واري نڪتہ نظر تي متفق ٿيس، جيتوڻيڪ آءٌ ان وقت ۽ اڄ بہ ڀارت سان امن جو حامي آهيان. فيض صاحب ڳالهائي رهيو هو تہ ڀٽي صاحب منهنجو خيال معلوم ڪيو. مون ڇيو تہ بہ وڏا ڳالهائي رهيا هئا. آءٌ خاموش رهڻ پسند ڪندس. آءٌ ماٺ ڪري ٻنهي کي ٻڌندو رهيس، آءٌ ايوب خان جو حامي هرگز ڪونہ هئس، تنهنڪري اسان جي آخري اُميد ڀٽو ئي هو.

ڪالهہ اسان ڀٽي جي حمايت ڪئي هئي. اڄ اسان سندس ڌيءَ بينظير سان آهيون. هوءَ بہ اسان جي اُميد جي تمثيل آهي. اسان انهيءَ

سلسلي ۾ خوش نصيب آهيون تہ اسان وٽ اهڙو ليڊر آهي جيڪو قتل، ڌڪاين، تڪليفن جي باوجود بي ڊپو ۽ پرعزم آهي. هوءَ پنهنجي پيءُ ۽ ڀاءُ جي قتل، پنهنجي ۽ پنهنجي مڙس جي نظربنديءَ جي باوجود خوش ۽ مطمئن آهي. آءٌ ڪيس سندس صبر ۽ جرئت تي سلام ڪريان ٿو.

آءٌ هتي انهيءَ نظم جون چند مصرعون پيش ڪريان ٿو جيڪو پٽو مرحوم کي تمام گهڻو وڻندو هو.

خطرہ ہے زرداروں کو، گرتی ہوئی دیواروں کو
صدیوں کی بیماروں کو، خطرہ میں اسلام نہیں۔

ساری زمیں کو گھیرے ہوئے ہیں آخر چند گھرانے کیوں
نام نبی کا لینے والے الفت سے بیگانے کیوں
خطرہ ہے خونخواروں کو، رنگ برنگی کاروں کو
امریکہ کے پیاروں کو، خطرہ میں اسلام نہیں۔

مون اهو نظم هڪ عام جلسي ۾ پڙهيو جنهن تي مون کي نظربند ڪيو ويو. مسٽر پٽي منهنجي لاءِ وڪيلن جو انتظام ڪيو ۽ کين هدايت ڪئي تہ نہ صرف منهنجي مدد ڪن پر منهنجي ضمانت بہ ڪرائين.

مون کي ياد آهي تہ جڏهن پٽي صاحب کي گرفتار ڪيائون تہ بيگم پٽو مون کان پڇيو تہ "جالب ڀائي، هو وري ڪيس ڇڏيندا؟" جنهن تي مون وراڻيو: "اسان زنجيرون ٽوڙي ڇڏينداسون، اسان جيل جون ديوارون ڊاهي وجهنداسين، پر ڪيس واپس آڻينداسين."

مون کي فخر آهي تہ بيگم پٽو مون کي ڀاءُ ڪري سڏيو. آءٌ تہ فقير آهيان- هڪ عام فقير.

پٽي جي ڌيءَ، مون لاءِ اُئين آهي جيئن منهنجي پنهنجي ڌيءَ. مون کي محترمہ بينظير پٽو ۾ تمام گهڻيون اُميدون آهن. هن کي عوام جي اهنجن ۽ ڏکن جي پوري خبر آهي. خدا شال ڪيس وڏي ڄمار ڏئي ۽

ڪيس پنهنجي امان ۾ رکي. پاڪستان جا ماڻهو ساڻس محبت ڪن ٿا ۽ موت ۾ هوءَ به ڪين چاهي ٿي. سندن مسئلا حل ڪرڻ گهري ٿي.

مون ڪي سمجهه ۾ نٿو اچي ته ليڊر اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ ڇو عام ماڻهوءَ کي وساري ڇڏين ٿا. مون کي اها به ڳالهه نٿي سمجهه ۾ اچي ته هو ماڻهن جي خدمت ڪرڻ ۾ پاڻ کي ڇو بيوس سمجهن ٿا. غير ضروري ۽ غير پيداواري شين تي ايترو خرچ ڪيو وڃي ٿو. هيڏي ساري فوج کي رکڻ جو ڪو ضرور ڪونهي، جنهن جي ليڊرشپ اڌ ملڪ وڃائي ڇڏيو ۽ ماڻهن جو استحصال ڪيو.

هڪ گهمري ميان محمود علي قصوري، پٽي صاحب کي چيو ته جالب صاحب، پيپلز پارٽي جي ورڪنگ ڪاميٽي جو رڪن آهي تنهنڪري ڇو نه ڪيس ايم اين اي جي ٽڪيٽ ڏني وڃي، جنهن تي پٽي صاحب ڪيس چيو: "توکي سفارش ڪرڻ جي ضرورت ڪونهي. هو منهنجو دوست آهي. آءٌ پاڻيهي هن جي انتخابي مهم هلائيندس. آءٌ اتي وڃي تقريرون ڪندس ۽ هن لاءِ فنڊ ڪٺو ڪندس."

مون کي انهيءَ جي آرزو ڪونهي. منهنجي صحت اڳ ۾ ئي ڪِرڻ شروع ڪري ڏنو آهي. هاڻي آءٌ صرف پنهنجي ڌيءَ بينظير لاءِ دعا ڪري سگهان ٿو. الله ڪيس پاڪستان جي دشمنن کان پناهه ۾ رکي. منهنجو يقين آهي ته سندس دشمنن جي هاڻي پڄاڻي ٿيڻ واري آهي ۽ بينظير وري سياسي اُفق تي روشن ستاري وانگيان چمڪندي.

ٹوٹا ہے کہاں آسمان کا جادو
اک نعرہ بنا ہے اس کا لہو
ثابت ہوا دھڑکن پر وہ شخص حکومت کرتا تھا
لڑتا تھا اپنے جیسوں سے، ہم سے تو محبت کرتا تھا۔

آئين جي تياري جو مسئلو اڃا اڻ نبريل آهي. اسان کي اڃا آئيني بحران مان نڪرڻو آهي. پوري ملڪ جا ماڻهو ۽ پورو ملڪ انهيءَ بحران ۾ لٽڪيل آهن.

جيڪڏهن قائداعظم جيئرو هجي ها ته هو پاڻ آئين ٺاهي ها. جيڪڏهن ڀٽو زنده هجي ها ته اسان گهٽيون تبديليون ڏسون ها. پر هنن کيس ماري ڇڏيو ته متان هو اهي ڪم ڪري نه وجهي. هنن ته صرف پنهنجي حڪومت چاهي ٿي. آءٌ خوني جهڳڙن جي خلاف آهيان چاڪاڻ ته انهن سان اسان جا گهر تباهه ٿين ٿا. عجيب ستم آهي ته جيترو خوبصورت ملڪ آهي اوترو ئي گندا ماڻهو ان تي حڪومت ڪن ٿا. انهن اڻ سڌريل ماڻهن کان ملڪ کي بچائڻ جو واحد طريقو آهي ته پوري قوم پنهنجي ليڊر بينظير ڀٽو جي اڳواڻيءَ ۾ متحد ٿي وڃي.

هاڻي هڪ نظم لکان ٿو جيڪا بينظير جي والد کي ڏاڍي وڻندو هو:

دیپ جس کا محلات ہی میں جلے
چند لوگوں کی خوشی کو لے کر چلے
وہ جو سائے میں ہر مصلحت کے پلے
ایسے رستوں کو بے بی نور کو میں نہیں مانتا نہیں جانتا۔
میں بھی خائف ہوں نہیں تختۂ دار سے
میں بھی منصور ہوں کہ دو اغیار سے
کیوں ڈراتی ہو زندان کی دیوار سے
ظلم کی بات کو جہل کی رات کو، میں نہیں مانتا، میں نہیں جانتا۔

# هن ۾ تاريخ آباد آهي

محمود شام

”ٻڌ، سائمن! آءٌ اجا قتل ڪونہ ڪيو ويو آهيان.“

هي پيرس جو ذڪر آهي. وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ پيرس ۾ پنهنجي پهرين پريس ڪانفرنس ڪري رهيو هو. هتي اسان واشنگٽن وڃڻ لاءِ ترسيا هئاسين.

ڀٽي جو جملو ٻڌي، واشنگٽن پوسٽ جو نمائندو لوئي سائمن ڇرڪي ويو. مسٽر ڀٽو هن جي تقريباً هڪ سال اڳ ڇپيل هڪ رپورٽ جو حوالو ڏيئي رهيو هو جنهن ۾ ڇپيل هو تہ چند مهينن اندر ڀٽو صاحب هڪ غير فطري موت سان همڪنار ٿي ويندو. لوئي سائمن کي ڪيترن ٻي بين آمريڪي اخبار وارن وانگيان شايد ڪن ايشيائي ليڊرن جي قتل جي چاڻ هجي.

غالباً هو انهيءَ جو ان وقت جواب تہ نہ ڏئي سگهيو پر هو درست ضرور هو. اهو غير فطري موت آيو پر ڪجهہ سال دير سان. شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي عادت هئي تہ هو پرس ڪانفرنس کان اڳ چند مخصوص اخبار وارن سان ضرور ڳالهائيندو هو جيئن پيرس ۾ ڪيو

هئائين. هو هميشه انهن خبرن جو ذڪر ڪندو هو جيڪي ڀٽو مڪمل طور پڙهندو هو. صدر يا پرائيم منسٽر بنهي حيثيتن ۾ هو اخبار نويس سان سڌو تعلق رکڻ پسند ڪندو هو. خواهہ انهن خبرن کي ناراض ٿيندو هجي يا پسنديدگيءَ جو اظهار ڪري، هو ڪڏهن ٻي آءِ ڊي يا پريس سيڪريٽري کي استعمال نہ ڪندو هو.

عام طور تي هو پاڪستان ۾ پريس ڪانفرنس ڪندي، پاڪستان ٽائيمس واري سينيئر اخبار نويس مسٽر ايڇ. ڪي برڪي سان مخاطب ٿيندو هو. هن جا ڪالم حڪومتي مشنيري تي نُڪتہ چيني ڪندا هئا، پر مثبت طريقي ۾. جڏهن تہ صدر ڀٽو هن جي لکڻين کي پسند ڪندو هو تہ انفارميشن جو وزير ۽ ٻيا وزير سدائين مٿس نُڪتہ چيني ڪندا هئا.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو تمام صاف شخصيت جو مالڪ هو جيڪو انتظام ۾ سختيءَ جو قائل هو ۽ سياسي لحاظ کان دوranديشي کان ڪم وٺندو هو. هن جو پنهنجو نڪتہ نظر ۽ نظريو هو. هن جي اڳيان هڪ خواب هو هڪ اهڙو خواب جنهن ۾ خوشحال تر پاڪستان، هڪ مضبوط ۽ خودڪفيل پاڪستان جو نمونو ڏنل هو. هو هميشه معاشي بيداري تي زور ڀريندو هو. هن جي آرزو هئي تہ ملڪ ۾ اقتصادي حالت سڌري صحافت وڌي ويجهي. هو هميشه سينيئر اخبار وارن کي انهيءَ تي راغب ڪندو هو تہ هو اقتصادي رٿن کي ڏسن ۽ ساڻس انهن تي پنهنجن لکڻين ۾ ٽيڪا ٽپڻي ڪن. هن جو يقين هو تہ انهيءَ سان ماڻهن ۾ معاشي سجاڳي پيدا ٿيندي.

ماضي جي حڪمرانن ۾ اهي جيڪي هن کان پوءِ آيا. تن جي برعڪس ڀٽو واحد حڪمران هو جنهن وٽ ملڪ جي معاشي زندگيءَ جو عڪس هو جنهن ۾ روشن ۽ اونداها ٻئي پهلو ڏيکاريل هئا. هن وٽ انهيءَ جو صاف نقشو هو تہ انهيءَ تي ڪيئن عمل ڪندو. بدقسمتي اها آهي تہ هن کي ڪڏهن بہ معاشي مهارت جي زاويي کان ڪونہ ڏٺو ويو ۽ نہ وري هن جي معاشي پروگرامن کي حقيقت پسندانہ ۽

غير جانبدرانہ نگاهہ کان ڏٺو ويو. هن اهڙي وقت ملڪ جون واڳون سنڀاليون هيون، جڏهن ملڪ 13 سالن جي ڊگهي عرصي تائين فوجي حڪمرانن جي معاشي پاليسين جي ڪري غير متوازن اقتصاديات جو شڪار ٿي چڪو هو ۽ جنهن ۾ منافع خور صنعتڪار پنهنجي دولت کي ٻاهرين ملڪن ۾ موڪلي چڪا هئا ۽ هزارين مزدور ڪتل ڪارخانن کي ڇڏي بيرزوگار ٿي چڪا هئا. انهيءَ پسِ منظر ۾ ڪراچي جي سائيٽ ۾ پوري صنعت کي حڪومتي ڪنٽرول ۾ وٺڻ يا ٻين لفظن ۾ قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ان جو واحد حل هو. جڏهن قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو سلسلو شروع ڪيو ويو تہ هزارين مزدورن سُک جو ساهہ کنيو. جڏهن تہ چند صنعتڪارن کي انهيءَ تي ڪاوڙ لڳي.

قومي ملڪيت ۾ وٺڻ واري پروسيس جو غير جانبداراڻہ تجويز ان کي وڌيڪ ئي صحتمند پروسيس سڏيندو پر هڪ عام ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ آءٌ مڃان ٿو تہ ان سان مزدورن، صارفين ۽ ٻين طبقن ۾ اعتماد بحال ٿيو. هڪ طرف مزدور نئين جذبي سان ۽ ولولي سان ڪم ڪرڻ لڳا تہ ٻئي طرف پيشہ ورانہ ماهر ۽ هنرمند ان ۾ وڌيڪ دلچسپي سان ڪم ڪرڻ لڳا. اهي ٽيڪس جيڪي ڪيتري عرصي کان ڪارخانن مان اچڻ بند ٿي ويا هئا، سي وري اچڻ لڳا. صنعتي ميدان ۾ خاندانن جي ڪنٽرول جي بدران پيشہ ورانہ صلاحيتن جو وري مظاهرو ٿيڻ لڳو. ڪيترائي ماهر جيڪي پاڪستان ڇڏي ويا هئا سي موٽي اچي وطن جي خدمت ڪرڻ لڳا.

پاڪستان اسٽيل ملز جو قيام هڪ خواب هو پر ان کي حقيقت جو روپ ڏيڻ هڪ جذباتي فيصلو ڪونہ هو. خدا هن کي توفيق ڏني تہ هو انهيءَ بنيادي نوعيت جي صنعت کي نہ صرف قائم ڪيو بلڪ پنهنجن ئي هٿن سان ان کي شروع ڪرايو. جنهن ڏينهن ان جو افتتاح ٿيو ان ڏينهن مون هن جي اکين ۾ هڪ عجيب قسم جي چمڪ ڏٺي، جيڪا شايد خاموشيءَ سان چئي رهي هجي تہ هن رڻ پٽ ۾ هيڏي

بنيادي نوعيت جي انڊسٽري هڪ خواب جي تڪميل آهي. ان جي پر ۾ پورٽ قاسم هن جي آڏو ٻيو خواب هو.

شهيد ڀٽي کي ڪراچي جي جغرافيائي ۽ معاشي اهميت جي ڄاڻ هئي، تنهنڪري هو ان کي هڪ اهڙي بين الاقوامي اهميت جي زبردست اقتصادي ۽ صنعتي مرڪز بڻائڻ لاءِ آتو هو جنهن ۾ سموريون جديد سهولتون موجود هجن.

هو ئي پهريون ليڊر هو جنهن نار جي رياستن کي پاڪستاني افرادي قوت گهرائڻ لاءِ آماده ڪيو جنهن پاڪستان کي غير ملڪي زرمبادلہ ڪمائڻ جو هڪ وڏو ذريعو فراهم ڪيو. ماڻهن کي ياد هوندو تہ ان وقت تمام ٿورن پاڪستانين کي پاسپورٽ حاصل هوندو هو. ان جي بدران ڀٽي صاحب حڪم ڪيو تہ پاسپورٽ جي اجراءَ تان سموريون پابنديون هٽايون وڃن تہ جيئن پاڪستاني سولائيءَ سان ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي بهترين روزگار جي تلاش ڪن. انهيءَ پاليسيءَ جي نتيجي ۾ بيماز ٽيڪسٽائيل ملز جي هزارين بيروزگار مزدورن کي ڪويت، دبئي، سعودي عرب ۽ ٻين خليجي رياستن ۾ وڃي ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو ۽ هو پنهنجي خاندانن جي ڀلائي سان گڏ پاڪستان جي حالت بہ بهتر ڪرڻ لڳا.

مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ شهيد ڀٽو چوندو هو تہ هو هر ڳوٺ کي بجلي جي روشنيءَ سان منور ڏسڻ گهري ٿو. اقتصادي ماهر ان جي موٽ ۾ چوندا هئا تہ انهيءَ رٿا تي ايترو خرچ ايندو جو حڪومت پري نہ سگهندي. ڀٽو صاحب اهو ٻڌي چوندو هو تہ جيڪي بہ خرچ ايندو پر آءٌ انهن اونداهين گهٽين کي بجليءَ سان روشن ڏسڻ گهران ٿو. "آءٌ سعودي عرب، ڪويت وڃي ڪاٺئن گهربل رقم وٺي ايندس."

هن جي ترجيحات ۾ انسان ذات جي ڀلائي سڀ کان مٿانهين هئي. واپڊا جا ماڻهو ان جي گواهي ڏيندا تہ هو ڪيئن سنڌ، بلوچستان، سرحد ۽ پنجاب جي ڏورانهن ڳوٺن تائين بجلي نيٽ ۾ دلچسپي وٺندو هو.

شهيد ذوالفقار علي ڀٽو زرعي شعبي ۾ اضافي اُپت ۾ خاص طور تي دلچسپي وٺندو هو. ڪيترائي پروگريسو آبادگار اڄ به ياد ڪندا هوندا ته ڪيئن زبردست اُپت لاهڻ ۾، ان جي لاءِ جديد طريقا ڪتب آڻڻ ۽ بر آمد لاءِ باغات لڳائڻ جي ترغيب ڏيندو هو.

سال 1970ع وارين چونڊن واري مهم دوران مون کي ساڻس گڏ پنجاب ۽ سنڌ ۾ وڃڻ جي سعادت حاصل آهي. گهڻو ڪري آءٌ ساڄي ڪار ۾ هوندو هوس. هو گهڻو ڪري ڊرائيور سان گڏ اڳئينءَ سيٽ تي ويهندو هو ۽ اميدوار ۽ آءٌ پوئين سيٽ تي هوندا هئاسون. رات جو سفر وقت ڪار ريڊيو تي بي بي سي ۽ وائيس آف آمريڪا ٻڌندو هو ۽ پوءِ انتخابي ڪم تي گفتگو ڪندو هو پر ڏينهن جو سفر ڪرڻ وقت هو رستي جي ٻنهي پاسن تي فصل ڏسندو هو ۽ انهن بابت يعني ٻج، پاڻ، پاڻي ۽ اُپت وڌائڻ جي طريقن بابت گفتگو ڪندو هو.

انهن ڏينهن بدين (ان وقت ضلعو ڪونه هو) ۾ زبردست برساتن جي ڪري فصل تباهه ٿي ويا هئا. انهيءَ دوران اسان انتخابي مهم تي پهتاسين. اسان کي برسات جي ڏتڙيلن وٽ به وڃڻو هو. ويندي ويندي هڪ هنڌ ڀٽي صاحب ڊرائيور کي گاڏي روڪڻ لاءِ چيو. اوچتي بريڪ لڳڻ ڪري پورو قافلو بيهي رهيو پر ڪنهن به خيال ڪرڻ کان سواءِ ڀٽو صاحب هيٺ لهي تباهه ٿيل فصل ۾ ويو. هڪ سلو پٽيو ۽ پوءِ وري اچي گاڏيءَ ۾ ويٺو. اهو سڀ ڪجهه اوچتو ڪن پلڪ ۾ ٿي ويو. ان کان پوءِ هن انهيءَ تي ڳالهائڻ شروع ڪيو ته ڪيترو نقصان ٿيو آهي ۽ مستقبل ۾ فصلن کي سم جي تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي.

اهو پٽيل ٻوٽو ٿوريءَ دير کان پوءِ عام جلسي ۾ هن ڏيکاريو ۽ پوءِ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ اهو سلو سندس ڪابينه جي ميٽنگن ۾ غير ملڪي بئنڪن، عالمي بئنڪن، ايشيائي ترقياتي بئنڪ کان قرض وٺڻ لاءِ هميشه سندس دماغ تي ڇانيل رهيو. هن چاهيو ٿي ته سم ۽ ڪلر کي هميشه ختم ڪرڻ لاءِ آخري جنگ لڙي وڃي.

هو اهڙي قسم جو سياستدان هو جيڪو معاشي مسئلن جو

ڳوڙهيءَ طرح اڀياس ڪندو هو ۽ پوءِ انهن ڪي مستقل بنيادن تي حل ڪرڻ لاءِ سائنسي طريقن کي اختيار ڪندو. رفته رفته هو پنهنجي منزل طرف وڃي رهيو هو. هو تاريخ ساز ماڻهو هو. هو تاريخ جي فيصلہ ڪن موڙ تي نمودار ٿيو پوءِ تاريخ سان گڏ گم ٿي ويو.

هو تاريخ ۾ مقام حاصل ڪرڻ ۾ يقين رکندو هو لڳي ٿو تہ تاريخ هن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني. هڪ پيري چيو هٿائين. تہ هو فوج جي بدران تاريخ جي هٿان ختم ٿيڻ چاهي ٿو ۽ اڄ تاريخ هن کي پنهنجي اندر هڪ نمايان حيثيت ڏني آهي، جنهن کي هميشه سونهري لفظن ۾ ياد ڪيو ويندو آهي.

# جڏهن هن سياست تي نہ ڳالهايو

ڊاڪٽر ڪامل راڄپر

مسٽر ڀٽو هڪ اعليٰ ذهانت جو مالڪ هو. دنيا جي ڪا طاقت هن کي حڪومت جي خلاف سچ ڳالهائڻ کان روڪي نہ سگهندي هئي.

سال 1969ع واري مارشل لا ۾ ڪنهن بہ سياستدان کي ملڪ جي ڪنهن بہ تعليمي اداري ۾ داخل ٿيڻ جي اجازت ڪانہ هئي. ان وقت آءٌ لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين جو جنرل سيڪريٽري هئس. خوش قسمتي سان مون کي ڪاليج يونين، اڪيڊمڪ ڪائونسل کان اجازت ڏياري ڇڏي تہ يوم لطيف تي مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي کي بطور مهمان خصوص گهرايو وڃي. اها خبر سمورين اخبارن ۾ ڇپي. خبر ڇا ڇپي مارشل لا اختياري وارن اڇي ڀٽو صاحب تي زور ڀريو تہ هو انهيءَ تقريب ۾ نہ وڃي. پر ڀٽي صاحب کين جواب ڏنو: ”جيستائين مون کي دعوت آهي، آءٌ ويندس ۽ تقريب ۾ ضرور شرڪت ڪندس.“

ان ۾ جڏهن ناڪامي ٿين، تڏهن مارشل لا وارن وري مون ڏانهن ۽ ڪاليج جي پرنسپال مرحوم برگيڊيئر ايس ايڇ اي گرديزي ڏانهن رُخ

ڪيو. پر اسان بہ دعوت واپس وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ 13 آگسٽ 1969ع تي پٽو صاحب ڪاليج پهتو تہ صرف اسان جي ڪاليج ئي نہ پر سموري شهر جي ڪاليجن سندس شاندار آجيان ڪئي. هر طرف آجيان ڪندڙ پرجوش شاگرد هئا. مارشل لا اختياري وارن ڪيس اڳوات چِتي ڇڏيو هو تہ هو سياست تي نہ ڳالهائين. هو پنهنجي تقرير ۾ شاهہ عبداللطيف جي زندگي ۽ هن جي ڪلام تائين محدود رکندو.

مسٽر پٽي جو پنهنجو انداز هو. تنهنڪري هن تقرير جي شروعات ۾ ئي حاضرين کي ٻڌائي ڇڏيو هو تہ ڪيس سياست تي نہ ڳالهائڻ کان منع ڪئي ويئي آهي، پر ان سان گڏ هيءُ بہ چيائين: "اڄ سياسي جيوت آهيان، سياست منهنجي رت ۾ آهي، هو مون کي سياست تي ڳالهائڻ کان ڪيئن ٿا روڪي سگهن. اڄوڪي دور ۾ جيڪڏهن حضرت شاهہ عبداللطيف پٽائي هجي ها تہ هو بہ ضرور ون يونٽ جي مخالفت ڪري ها ۽ پوءِ مارشل لا اختياري وارا هن کي بہ جيل ۾ وجهي ڇڏين ها."

هي هئا اهي لفظ جن سان مسٽر پٽي تقرير جي ابتدا ڪئي. هن کي خبر هئي تہ لفظن جي جڙاءُ ڪيئن ڪجي. ڪڏهن ڪڏهن هو اهڙي طنز ڪندو هو جو هن جي تقرير جو سمورو انداز بدلجي ويندو هو. ان کان پوءِ شاهہ لطيف جي فلسفي جي اپٽار ڪندي هن حڪومت تي بنهہ سخت تنقيد ڪئي ۽ بنا خطر حڪومتي فيصلن جا وڪا پڌرا ڪندو رهيو.

هيءُ هڪ تاريخي تقريب هئي ۽ غالباً پوري پاڪستان ۾ انهيءَ بندش واري عرصي جي پهرين سياسي تقريب هئي.

پٽي سمورا اهم فيصلا نهايت بيدپائي سان ڪيا ۽ ڪڏهن بہ انتهاپسندن ۽ قومپرستن جي آڏو هٿيار ڦٽي نہ ڪيا. سال 1972ع واري لساني فسادن تي هن نهايت بهادري سان ماڻهن کي پنهنجي اعتماد ۾ ورتو ۽ بيگناهہ سنڌي ماڻهن جي قتل ۽ غارتگري ۽ لٽ مار جي ڪلمر ڪلا

مذمت ڪئي. هن ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي ماڻهن کي خطاب ڪيو ڪيترن ئي هنڌن تي ماڻهن جي عام جلسن کي خطاب ڪيو ۽ پوءِ سنڌي ۽ مهاجرن سان ڌار ڌار ۽ پوءِ گڏجي ڳالهايائين. هو ذهين هو. ڪيس ڳالهائڻ ايندو هو. ڪيس سٺا دليل وڻندا هئا. تنهنڪري سنت ئي ٻنهي ڌرين کي 1972ع واري لساني ٺاهه تي آماده ڪري ورتو. انهيءَ ٺاهه کان پوءِ ٻنهي ڌرين طرفان ڪا ڇڪتاڻ نه ٿي ۽ 1977ع ۾ سندس حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ تائين ڪو هڪڙو به پرتشدد واقعو نه ٿيو.

انهن لساني فسادن دوران مون هن کي ڪيترن وفدن سان ڳالهائيندي ۽ حيدرآباد ڊويزن ۾ عام جلسن کي خطاب ڪندي ڏٺو. اردو ڳالهائيندڙن ڏانهن منهن ڪري کين قيام پاڪستان وقت سنڌي ماڻهن جي مهمان نوازي ياد ڏياريائين. هو کين وڏي واڪي چوندو هو ته انهن ڳوٺاڻن ڪهڙو ڏوهه ڪيو جيڪي روزمره جي ڪم ڪار سانگي شهرن ۾ اچن ٿا. هن کين خبردار ڪيو ته اهڙيءَ طرح اردو ڳالهائيندڙ بنهه تناه رهجي ويندا. "اوهان پنهنجي پاڙين جن اوهان کي خوش آمديد چئي، تن سان ظالماڻو طريقو ڇو ٿا اختيار ڪريو خدا جي واسطي لڪل هٿن ۾ ڪيڏڻ بند ڪريو."

اهڙيءَ طرح سنڌين ڏانهن رُخ ڪري کين پنهنجي مهمان نوازي ۽ اسلام لاءِ محبت ياد ڏياريائين ۽ انهن انتها پسندن جي مذمت ڪيائين جن جو مقصد پيپلز پارٽي حڪومت لاءِ تڪليفون پيدا ڪرڻ هو. هن انتهاپسند قومپرستن کي به خبردار ڪيو ته هو خفيه هٿن ۾ ڪيڏي باهه تي تيل جو ڪم ڪري رهيا آهن. هن ماڻهن کي سيڪاريو ته پرامن بقاءِ باهمي جي اصولن مطابق زندگي گذارين، ڇاڪاڻ ته ان ۾ ئي امن ۽ سُک يقيني ٿئي ٿو. هن اُردو ڳالهائيندڙ ماڻهن جي رويي تي افسوس ظاهر ڪندي چيو ته سنڌي برصغير جي قديم ترين زبان آهي ۽ قيام پاڪستان کان اڳ به اها زبان سرڪاري زبان هئي. هن کين ياد ڏياريو ته ڪوبه سنڌ جي زبان، ثقافت ۽ روايتون ختم ڪري نٿو سگهي ۽ ساڳي وقت سنڌين کي ياد ڏياريائين ته جيڪڏهن هو قومي زبان جي اهميت

ڪي تسليم ڪن ته ڪوبه هنن جي زبان کي هيٺ نه ڪري سگهندو.

ڳالهائيندي ڳالهائيندي هو هڪ هنڌ نهايت جذباتي ٿي ويو: "آءُ مسلمان ۽ پاڪستاني آهيان، پر پاڻ کي سنڌي سڏيندي ڪو شرم محسوس نٿو ڪريان. آءُ فخر ڪريان ٿو ته آءُ سنڌي ڄايو آهيان ۽ مرڻ تائين سنڌي رهندس. آءُ سنڌ جي هر رهواسي کي يقين ڏياريان ٿو ته هو خواه ڪهڙي به زبان ڳالهائيندو هجي، هن سان انصاف ٿيندو."

مسٽر ڀٽو وڏو ذهين ۽ داناءُ سياستدان هو. هو پهريائين عوام جي تربيت ڪندو هو. پوءِ سندن راءِ معلوم ڪندو هو ۽ ان کان پوءِ ڪو فيصلو ڪندو هو. ٻوليءَ جي فسادن ۾ هن پهريائين صورتحال تي قبضو ڪيو ۽ پوءِ ان جو حل ڳوليو. هن ڪلم ڪلا جيئي سنڌ جي رهبر سائين جي ايم سيد ۽ مهاجرن پنجابي پٺاڻ محاذ جي نواب مظفر جي مذمت ڪئي. هن ٻنهي ڌرين تي واضح ڪري ڇڏيو ته ٻنهي کي گڏ رهڻو آهي. هن قسم جي ليڊرشپ اڄوڪي دور ۾ نظر نٿي اچي جيڪا ٻنهي ڌرين کي گڏ ويهاري ڳالهيون ڪرائي. اهو هن جي ئي دانشمندي هئي، جنهن 1972ع واري لساني جهيڙي کي خوش اسلوبيءَ سان حل ڪري ڇڏيائين.

## 1970ع جي چونڊن تي فتحمندي جو اظهار

1970ع وارين قومي اسيمبلي جي چونڊن دوران آءُ "ڊاڪٽرن کي هڙتال تي اُڀارڻ" جي الزام ۾ سرسري فوجي عدالت طرفان ڏنل ڇهن مهينن واري سزا، سينٽرل جيل سکر ۾ ڪاٽي رهيو هئس. هيءَ هڙتال مون پنهنجي ساٿي ڊاڪٽرن جي مدد سان بظاهر نوجوان ڊاڪٽرن جي مطالبن مڃرائڻ لاءِ ڪئي هئي، پر اصل ۾ اها هڙتال هڪ ڊڪٽيٽر جي خلاف نفرت جو اظهار هئي. مسٽر ڀٽو پنهنجي انتخابي مهم دوران تقريرن ۾ منهنجو ذڪر عموماً ڪندو هو ۽ منهنجي آزاديءَ جو مطالبو ڪندو هو. جڏهن چونڊون مڪمل ٿيون ۽ پيپلز پارٽي اولهه پاڪستان ۾ واحد اڪثريت پارٽي چونڊجي ويئي ته ڀٽي صاحب مون کي تار

موڪلي جيڪا مون کي جيل جي سپرنٽينڊنٽ مسٽر اعواڻ ڏيڍ بجي رات جو پهچائي. عام طورتي جيلن جا سياسي وارڊ پنجين بجي شام جو بند ٿي ويندا آهن. هن تار جو مضمون هن ريت هو:

”ڊاڪٽر ڪامل راڄپر، سينٽرل جيل سکر، عوام جي ڪاميابيءَ تي مهرباني ڪري منهنجي مبارڪباد قبول ڪريو. زيد اي پتو لاڙڪاڻو.“

اهڙن موقعن تي مسٽر پتو ڪڏهن به ”منهنجي پارٽيءَ جي ڪاميابي، منهنجي ڪاميابي، اسان جي ڪاميابي“ جي بدران عوامي ڪاميابي چوندو هو.

## ڪامريڊ حيدر بخش پاران خراج عقيدت

سنڌ يونيورسٽي پراڻي ڪيمپس ۾ سنڌي ڊپارٽمينٽ کي باهه لڳائڻ جي واقعي کان پوءِ پتو صاحب حيدرآباد ۾ سنڌ يونيورسٽي ويو. ان دوري کان پوءِ مون کيس گذارش ڪئي ته معمر هاري ليڊر جناب حيدر بخش جتوئي جي مزاج پرسي ڪري، جيڪو ان وقت بستر علالت تي هو. هن انهيءَ تي اتفاق ڪيو ۽ اسان جتوئي صاحب جي گهر گاڏي ڪاتي وياسين.

جتوئي صاحب ڇاڪاڻ ته تمام ڪمزور ٿي ويو هو. تنهنڪري اُٿڻ کان لاچار هو. تنهن هوندي به هن اٿي پتي صاحب جي آجيان ڪرڻ چاهي ٿي، پر پتي صاحب کيس اُٿڻ کان منع ڪري ڇڏي ۽ پاڻ سندس کٽ جي ايس تي ويهي رهيو. بهرحال کيڪارڻ کان پوءِ جتوئي صاحب پتي صاحب کي چيو: ”نوجوان ليڊر، آءُ اوهان جي اچڻ تي اوهان جو شڪر گذار آهيان، پر آءُ سمورا هاري، ڪڙمي، ڪاسبي اوهان جا هن ڪري وڏيڪ ٿورائتا آهيون جو اوهان ٿوري ئي وقت اندر اوهان هارين کي وڏيرن ۽ چوڌرين جي چنبي کان بچائي ورتو آهي. اهو ڪم جيڪو آئون قاضي فيض محمد سڄي ڄمار ۾ نه ڪري سگهياسين، سو ڪارنامو اوهان مختصر عرصي اندر ڪري ڏيکاريو. آءُ جدوجهد ڪندي ڪندي اسان پوڙها ٿي وياسين، پر اسان پنهنجو

مقصد حاصل نہ ڪري سگهياسين. منهنجون دعائون اوهان سان آهن ۽ اسان مان هرهڪ اوهان تي ناز ڪري ٿو.“

هڪ پرخلوص هاريءَ جي طرفان, جنهن سرڪاري ملازمت ڇڏي سڄي ڄمار غريب هارين لاءِ تحريڪ هلائي, تنهن جي طرفان ڀٽي صاحب لاءِ اهي لفظ وڏو خراج عقيدت هو.

## ون يونٽ ۽ جيئي سنڌ

پارٽي ٺهڻ جي شروع وارن ڏينهن ۾ خاص ڪري 1968ع ۽ 1969ع دوران سنڌ ۽ ٻن ٻين ننڍين صوبن سرحد ۽ بلوچستان جي ماڻهن ۾ ون يونٽ جي خلاف ڏاڍو تاءُ هو. سائين جي ايم سيد جيڪو هميشه ڀٽي خاندان جي خلاف رهيو آهي, تنهن مسٽر ڀٽي کي زير ڪرڻ لاءِ جيئي سنڌ جو هڪ پرڪشش نعرو ڏنو ۽ پنهنجي نوجوان پوئلڳن جي ذريعي مسٽر ڀٽي کان ون يونٽ بابت سندس نُڪتہ نظر جو پڇرائيندو رهيو. اهو تہ صاف ظاهر هو تہ پنجاب ون يونٽ جي حق ۾ هو ۽ مسٽر ڀٽي جي پارٽي پنجاب ۾ گهڻي مقبول هئي. مسٽر ڀٽو ڏاڍو دانشمند هو ۽ ڪيس هن حساس مسئلي جي نزاڪت جي پوري ڄاڻ هئي, تنهنڪري هن سنڌ پيپلز پارٽي کي هدايت ڪئي تہ هو جيئي سنڌ جي مخالفت نہ ڪن ۽ جيئي پاڪستان سان گڏ جيئي سنڌ جا بہ نعرا بلند ڪن.

اهڙيءَ طرح هن پنهنجي قائدانہ تدبر ذريعي نہ صرف سائين جي ايم سيد جي چال کي ناڪام بڻائي ڇڏيو پر پنجاب جي پيپلز پارٽي کي بہ احساس ڏياريو تہ ون يونٽ ملڪ جي مفاد وٽان ڪونهي ۽ جيڪڏهن اهو جاري رهيو تہ ملڪ کي خطرو پهچي سگهي ٿو. نتيجي طور پنجاب پيپلز پارٽي پهرين صوبائي پارٽي شاخ هئي, جنهن ون يونٽ جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪيو جنهن کان پوءِ ٻين صوبائي شاخن بہ اهڙيءَ قسم جا ٺهراءُ پاس ڪيا. اهڙيءَ طرح ون يونٽ جي تابوت ۾ آخري ڪلي ٺوڪي, هيءَ تاريخي حقيقت آهي تہ اهوئي هڪ اهڙو

سياسي قدم هو جنهن نيٺ ون يونٽ جو خاتمو آندو. انهيءَ هڪڙي قدم جي ڪري سنڌ جي ماڻهن جي اڳيان ڪيس وڏيڪ حمايت حاصل ٿي، ۽ هو پٽي صاحب جي قائدانہ صلاحيتن جا وڏيڪ قائل ٿي ويا. جيئي سنڌ جو نعرو صرف سائين جي ايم سيد جي ملڪيت نہ رهيو ۽ هر سنڌي جو نعرو بڻجي ويو. اهڙيءَ طرح سائين جي ايم سيد جا حربا ناڪام ٿي ويا ۽ پٽي صاحب جي تدبر ۽ مقبوليت آڏو هنن جي ڪا چال نہ هلي سگهي.

## مهاجر پنجابي پٺاڻ محاذ

ماڻهن کي ورهائي مٿن حڪومت ڪرڻ واري پراڻي سامراجي چال هلندي، حڪومت، مهاجر پنجابي پٺاڻ محاذ نالي هڪ تنظيم حيدرآباد جي نواب مظفر جي اڳواڻيءَ ۾ ٺهرائي. بدقسمتي هيءَ هئي تہ هن تنظيم جو مقصد شهري ۽ ڳوٺاڻن ماڻهن جي درميان ويڇي کي وڌائڻ ۽ پولرائزيشن کي هٿي ڏيڻ هو. هئڻ تہ ائين گهرجي ها تہ انهيءَ تنظيم کي منڍ ۾ ئي ڪچلي ڇڏجي ها، ۽ اُسرڻ جو موقعو نہ ڏجي ها ڇاڪاڻ تہ اها ظئي ٿيل حقيقت آهي تہ انتهاپسندي، شديد انتهاپسندي کي جنم ڏيندي آهي.

مسٽر پٽو شروع کان ئي مهاجر پنجابي پٺاڻ محاذ ۽ نوجوان جيئي سنڌ محاذ جهڙين انتهاپسند تنظيمن جي خلاف هو. مسٽر پٽي سنڌين کي اڳي ئي مشورو ڏنو هو تہ اهڙن هلڪن نعرن جو شڪار نہ ٿين جن هن جي صلاح تي عمل ڪري 1970ع وارين چونڊن ۾ سائين جي ايم سيد کي رد ڪري ڇڏيو. پر بدقسمتيءَ سان اردو ڳالهائيندڙ انتهاپسند ۽ مذهبي اڳواڻن جي حمايت کي ترجيح ڏني، جنهن ڪري سنڌي ٻولي واري بل کان پوءِ حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ نسلي فساد ٿيا. جن ۾ بي گناهہ ماڻهو ماريا ۽ لُٽيا ويا. مسٽر پٽي هن اتحاد کي اڳيئي هڪ غير فطري ناهہ سڏيو هو ۽ خبردار ڪيو هو تہ هڪ وقت ايندو جڏهن اهي ٽئي ڌريون پاڻ ۾ ئي وڙهي پونديون، جيڪو 1986ع ۽ 1987ع ۾ سچ ثابت ٿيو. هو هميشه اردو ڳالهائيندڙن جي سياسي ڪردار بابت

فڪرمند رهندو هو. هو چوندو هو تہ لڪل هٿ ڪين پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ کان يا صوبي جي ٻين ماڻهن جي جدوجهد ۾ شامل ٿيڻ کان روڪيندا. ڪڏهن هنن کي مذهب جي نالي ۾ استعمال ڪيو ويندو ۽ ڪڏهن وري نسل ۽ ٻوليءَ جي آڌار تي ڀنيلايو ويندو. جيڪو نہ صرف صوبي لاءِ پر پاڪستان لاءِ ڏاڍو هاڃيڪار هوندو. پيپلز پارٽي، چند خاندانن جي هڪ هٽي ٽوڙڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهي هئي ۽ چاهيو ٿي تہ سرڪاري سرپرستي هيٺ اهڙو وسيع تر اقتصادي ڍانچو ٺاهيو وڃي جو عام ماڻهو جو معيار زندگي بلند ٿي سگهي. پر هي طبقو اسٽيبلشمينٽ ۽ ايجنسين جي مدد سان هميشه هندستان کان آيلن کي استعمال ڪندو رهندو ۽ عوامي ڀلائي جي هر جدوجهد جي مخالفت ڪندو رهندو.

## تقدير ۾ يقين

حاجي نجم الدين سريوال جيڪو 1970ع ۾ مسٽر پٽي جي خلاف بدين مان چونڊ وڙهيو هو تنهن نيٺ پيپلز پارٽي ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پٽي صاحب کي گذارش ڪيائين تہ هو حيدرآباد ۾ سندس لنچ جي دعوت قبول ڪري، جيڪا مسٽر پٽي قبول ڪئي.

حيدرآباد ڊويزن جي دوري جو پروگرام تيار ڪيو ويو جنهن ۾ هيئن رٿيو ويو هو تہ حيدرآباد شهر ۾ عام جلسي کي خطاب ڪرڻ کان پوءِ هو مسٽر سريوال جي گهر تي ماني کائيندو. تقرير جي دوران ڪن ايجنسين اطلاع ڏنو تہ جيڪا ماني تيار ڪئي ويئي آهي سان بنگالي بورچي تيار ڪئي آهي ۽ شڪ آهي تہ هن (ڍاڪا جي شڪست کان پوءِ) ان ۾ زهر ملايو هجي. حيدرآباد ڊويزن جي دوري وقت هميشه آءٌ پٽي صاحب لاءِ تيار ڪيل کاڌو پهرين چکيندو هئس، ۽ ملٽري سيڪريٽري اهو معلوم ٿيڻ تي مون کي ڪن ۾ چيو تہ ڪنهن فيصلي ٿيڻ کان اڳ کاڌي جو سرٽيفڪيٽ جاري نہ ڪيو وڃي. مسٽر ممتاز علي ڀٽو جيڪو جرمني ويو هو اوڏي مهل واپس پهتو هو. نيٺ اهو طئي ٿو تہ جلسہ گاهہ مان سڌو سريوال جي جاءِ تي وڃڻ بدران سرڪٽ

هائوس ويجهي، جتي سندس صلاح ونجي. ملٽري سيڪريٽري، پائليٽ کي گهرائي چيو تہ سريوال جي جاءِ بدران سڌو سرڪٽ هائوس هلجي. جڏهن مسٽر پنهي جي ڪار سرڪٽ هائوس جي پورچ ۾ پهتي تہ هو هڪدم هيٺ لهي پڇڻ لڳو: "مون کي هتي ڇو وٺي آيا آهيو. مون کي تہ سريوال جي جاءِ تي وڃڻ گهرجي ها."

ان وقت ممتاز علي پنهو ڄام صادق علي، آءِ جي پوليس چوڌري فضل حق، ملٽري سيڪريٽري ۽ آءُ هن جي ويجها بيٺا هئاسون. مسٽر ممتاز علي پنهي کيس گذارش ڪئي تہ "ٿورو اندر هلجي تہ جيئن هڪ اهم معاملي تي صلاح ڪرڻي آهي."

مسٽر ممتاز علي پنهي کيس سموري ڳالهہ ٻڌائي، ۽ پڇيو تہ ڇا ڪرڻ گهرجي. ممتاز علي پنهو ۽ ڄام صادق علي انهيءَ خيال جا هئا تہ سائين جيس هوٽل مان ماني گهرائي اها سريوال جي گهر تي موڪلجي ۽ اهائي ماني پنهو صاحب کائي، جڏهن تہ ملٽري سيڪريٽري جو خيال هو تہ اتي وڃجي، پر صرف سوپ پيئجي، ٻيو ڪجهہ نہ کائجي. ان تي مسٽر پنهي چيو تہ جيڪڏهن بورچي زهر ملايو هوندو تہ سوپ ۾ بہ ملايو هوندو ۽ اهوئي اوهان مونکي پيئڻ لاءِ چئو ٿا.

ان کان پوءِ هن فوراً ممتاز ڄام ۽ ٻين ڏانهن منهن ڪري چيائين:

"اوهان ڇا منهنجي ميزبان جي بيعزتي ڪرڻ گهرو ٿا، جنهن هيتري تڪليف ڪري مون کي دعوت ڏني آهي. اها سندس ذميواري آهي. اوهان ڇو بورچي جي نيت تي شڪ ٿا ڪريو. اوهان منهنجو وقت ضايع ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ لنچ کان پوءِ مون کي ڪنديياري ۾ مسٽر وساڻ جي چانهہ تي پهچڻو آهي. ان کان پوءِ مون ڏانهن منهن ڪري چيو:

"مسٽر راڄپر، تون ڪئين ڪاڏا رد ڪرڻ جو شوقين آهين، جيئن تون ٽنڊي محمد خان ۾ مير اعجاز علي ٽالپر جي دعوت ۾ ڪيو هو. مهرباني ڪري هن گهمري ائين نہ ڪجانءِ. هاڻي سريوال جي دعوت ۾ تيار ٿيل ڪاڏا مون کي کائڻ ڏجانءِ. پلي سمورا ائٽم منهنجي آڏو هجن. موت ۽ زندگي الله جي هٿ وس آهي. آءُ هر ڊش کائيندس."

ان کان پوءِ اسان سريوال جي گهر ڏانهن روانا ٿياسين. مون کي ياد آهي تہ ڊائننگ ٽيبل تي 9 کان 11 ماڻهو موجود هئا. جنهن ۾ آءٌ بہ شامل هئس. مون ڏٺو تہ ڄام صادق ۽ ممتاز علي ڀٽو ڪجهہ پريشان هئا ۽ ڪيٽرين ٺي ڊشز کي هٿ بہ ڪونہ پئي لاتائون. اهو ڏسي مسٽر ڀٽي مون کي اشاري سان هنن جي پريشاني ڏيکاري. جڏهن تہ هن پاڻ هر ڊش ڏاڍي مزي سان کاڌي ۽ مون ڀيريون گهمرو کيس اهڙي ڳري لنچ کائيندي ڏٺو.

## فراخدلي

مسٽر ڀٽو ملڪ جي مختلف حصن ۾ سرڪاري دورا ڪندي ڪندي کليون ڪچهريون بہ منعقد ڪندو رهندو هو. انهن ڪچهرين ۾ آفيسر ۽ عوامي نمائندا سندس ساڄي ۽ کاٻي پاسي ويهندا هئا. جڏهن تہ سندس سامهون عوام رهندو هو. حيدرآباد سرڪٽ هائوس ۾ اهڙي هڪ ڪچهريءَ ۾ هڪ نوجوان اُٿي بيٺو ۽ پنهنجي باري ۾ ٻڌايائين تہ هو لا جو گريجوئيٽ هو پر بيروزگار هو. کيس روزگار کپندو هو. مسٽر ڀٽي اهو ٻڌي مون کي سڏي ڪن ۾ چيو: "راڄپر، هيءُ اهو ساڳيو ڇوڪرو ڪونهي، هادي بخش بلوچ، پير پاڳاري واري حر فيڊريشن جو صدر."

مون ڪنڌ جي ڌوڻ سان هائوڪار ڪئي. هادي بخش بلوچ جناح لا ڪاليج جو جنرل سيڪريٽري هو جيڪو مسٽر ڀٽي ۽ سندس پارٽيءَ جي خلاف ايوب خان سان ويڙهاند جي ڏينهن ۾ مخالفانہ بيان جاري ڪندو هو. جيتوڻيڪ ان کي ڪئين سال گذري چڪا هئا، تڏهن بہ مسٽر ڀٽي کي هو چٽيءَ طرح ياد هو. هيءَ گهڙيءَ مسٽر ڀٽي، هادي بخش کان پڇيو:

"ڪهڙي قسم جي نوڪري کپيئي؟"

"سائين، مون کي مهرباني ڪري پي آءِ اي ۾ نوڪري کپي." ڇوڪري وراڻيو.

اهو ٻڌي هادي بخش بلوچ کي سڏيائين ۽ سندس درخواست تي حڪم جاري ڪري درخواست کيس واپس ڏنائين. جولاءِ 1977ع ۾

جڏهن آءٌ لنڊن کان واپس موٽيو هئس ۽ ايئرپورٽ تي پنهنجي سامان اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هئس، ته اچي يونيفارم ۾ هڪ نوجوان اچي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي چيائين: ”آءٌ اهوئي ساڳيو هادي بخش بلوچ آهيان جنهن کي ڀٽي صاحب نوڪري ڏني هئي.“

## ڀنگيءَ جي ڌيءَ لاءِ داخلا

محترمه بينظير ڀٽو جي حڪومت جي دوران، جڏهن آءٌ ايڊيشنل سيڪريٽري هيلٿ هئس، ته هڪ جهور پوڙهو ماڻهو منهنجي آفيس ۾ آيو جيڪا ان وقت ماڻهن سان ڪچا ڪچ ڀري پيئي هئي. هن ٻڌايو ته هو ڪي ايم سي جو رٽائرڊ ڀنگي آهي، هن منهنجي آڏو هڪ درخواست جي فوٽو ڪاپي ڪڍي رکي، جيڪا مرحوم وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽي ڏانهن لکيل هئي. مون کي ڏسي حيرت ٿي ته ان تي وزيراعظم ڀٽي، ان وقت جي وزيراعليٰ کي هدايت ڪئي هئي ته ”هن ڀنگيءَ جي ڌيءَ لاءِ هڪ خاص سيٽ ميڊيڪل ڪاليج ۾ پيدا ڪئي وڃي، ۽ هن ڇوڪريءَ کي داخلا ڏني وڃي.“

هن پوڙهي ماڻهوءَ مون کي ٻڌايو: ”آءٌ ڪهڙيءَ طرح ڀٽي صاحب جي رهائشگاهه 70 ڪلفٽن تي پهچي ويس ۽ هن مهرباني ڪري مون کي گهرايو. مون ڪيس گذارش ڪئي ته پنهنجي ڌيءَ کي ميڊيڪل ۾ داخلا ڏني وڃي، جنهن انٽر سائنس پاس ڪئي آهي.“

هن منهنجي ڌيءَ کي ڪراچي جي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏياري، جنهن 1980ع ۾ گريجوئيشن ڪري ورتي آهي، پر ان وقت کان اڄ تائين بيروزگار آهي. آءٌ ان وقت جي ميئر عبدالستار افغاني وٽ به ويس، پر انهيءَ ڪابه مدد ڪانه ڪئي. آءٌ وري ايم ڪيو ايم جي ميئر ڊاڪٽر فاروق ستار وٽ ويس، پر هن به انڪار ڪري ڇڏيو. ڪنهن مون کي چيو ته آءٌ اوهان وٽ پهچي گذارش ڪيان. ڇاڪاڻ ته مون کي ٻڌايو ويو آهي ته اوهان ڀٽي صاحب جا دوست آهيو. مون کي پنهنجي ڌيءَ جي لاءِ نوڪري گهرجي.“

ڪهاڻي ٻڌي مون کي ان شخص تي ڏاڍو ترس آيو ۽ چيومانس:

"ٻڌ. ڀٽي صاحب تنهنجي ڌيءَ کي ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا ڏني. هاڻي شهيد ڀٽي جي ڌيءَ جي حڪومت آهي. آءٌ تنهنجي ڌيءَ کي ڪراچيءَ جي هڪ وڏي اسپتال ۾ ميڊيڪل آفيسر ڪري مقرر ڪري رهيو آهيان." مون ان چوڪري کي مقرر ڪيو ۽ اهڙي طرح مسٽر ڀٽي جي خواب کي پورو ڪيو جيڪو هر وقت محروم ۽ ڏتڙيل عوام جو خيال رکندو هو. منهنجو خيال آهي ته ڀٽي صاحب انهيءَ چوڪريءَ کي داخلا ڏياري، ماڻهن کي خاص ڪري مسلمان تي اهو ثابت ڪرڻو هو ته هڪ عوامي حڪومت ۾ هڪ ڀنگي به پنهنجي تقدير بدلائڻ جو خواب ڏسي ۽ پورو ڪري سگهي ٿو.

## مخلص دوستن لاءِ عزت

مسٽر ڀٽو مون سان هميشه دوستانه رهندو هو ۽ سندس اهو رويو صدر ۽ وزيراعظم بڻجڻ کان پوءِ به جاري رهيو. جيتوڻيڪ آءٌ پروٽوڪول جو پورو خيال رکندو هئس، پر جيئن ئي هوائي اڏي تي قطار ۾ بيٺي مون سان هٿ ملائيندو هو ته پاڻهي ڳالهائيندو هو ۽ حال احوال معلوم ڪندو هو. مون پاڻ سان ملاقات لاءِ به گهمرا ملاقات لاءِ وقت گهريو۔ هڪ 1974ع ۾ ڊاڪٽر جي هڙتال جي وقت ۽ ٻيو 1975ع ۾ جڏهن آءٌ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ انگلينڊ وڃي رهيو هئس. هڪ گهمري مون کي پاڻ گهرائي پوءِ پڇيائين: "آءٌ تنهنجي لاءِ ڪجهه ڪري سگهان ٿو ته ٻڌاءِ"

مون وراڻيو: "اوهان جو گهرائڻ ئي منهنجي لاءِ اعزاز آهي. بس اوهان جون دعائون گهرجن باقي آءٌ جتي آهيان اتي ٺيڪ آهيان."

پڇاڙيءَ جو مون کان پڇيائين: "شادي شده آهين؟" مون جواب ڏنو "نه، صرف مڱڻو ڪيو اٿم. خيال اٿم ته هن سال شادي ڪريان. شاديءَ کان پوءِ لنڊن ۾ پوسٽ گريجوئيشن ڪرڻ جو خيال اٿم." اهو ٻڌي مسٽر ڀٽي وراڻيو "واعدو ڪر، ايستائين شاديءَ جي تاريخ مقرر نه ڪندين، جيستائين آءٌ توکي تاريخ نه ڏيان. آءٌ توکي موٽ ٻڌڻ ۾ ڏاڍو خوش ٿيندس. منهنجو ملٽري سيڪريٽري توسان رابطي ۾ رهندو."

انهيءَ تي مون سندس ٿورو مڃيو ۽ چيم ته اهو منهنجي لاءِ وڏو

اعزاز هوندو. اها ڳالهه جڏهن پنهنجي دوستن کي ٻڌائي ته هو کلڻ لڳا. چوڻ لڳا ته پٽو صاحب ڏاڍو مصروف آهي. نڪو هو توکي تاريخ ڏئي ۽ نه تون شادي ڪندين. ٻن هفتن کان پوءِ آءٌ سول اسپتال حيدرآباد ۾ مصروف هئس ته ملٽري سيڪريٽريءَ جو ٽيليفون آيون. هن مون کي تاريخ ٻڌائي ۽ ٿوري دير ۾ ان جي ڪنفرميشن پڻ چاهيائين. اها هئي 28 ڊسمبر 1973ع، جڏهن هو راولپنڊيءَ کان سڌو ڪراچي صرف منهنجي شاديءَ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ آيو.

## انڌي عقيدي جو شڪار

لنڊن ۾ وڌيڪ پڙهائيءَ لاءِ روانو ٿيڻ کان اڳ آءٌ ساڻس ڪراچيءَ واري رهائشگاهه 70 ڪلفٽن تي مليس. مون کيس ٻڌايو ته چاڪاڻ ته آءٌ ٻن سالن لاءِ لنڊن هوندس، ۽ انهيءَ دوران جيڪڏهن اوهان تائين ڪو پيغام پهچائڻو هجي ته ان جو ڪهڙو ذريعو ڪتب ايندو. هن چيو ته هن جو چيف سيڪيورٽي آفيسر مسٽر سعيد احمد خان اهو ڪم سنڀاليندو. بعد ۾ اهو مون کي ٻڌي ڏاڍو افسوس ٿيو ته، اهو ئي ساڳيو ماڻهو هو جيڪو مسٽر ڀٽي جي مقدمي دوران سرڪاري گواهه بڻيو هو. آءٌ سمجهان ٿو ته اها مسٽر ڀٽي جي عظمت هئي، جو هو مٿس ڀروسو ڪندو هو ۽ موت ۾ ماڻهن جي ڪميٽگي هئي، جو هو سندس اعتماد کي دوکو ڏيندا هئا. آءٌ سمجهان ٿو ته هن اها غلطي ضياءُ الحق تي ڀروسو ڪرڻ ۾ ڪئي.

انهيءَ ملاقات ۾ مون کيس پارٽيءَ جي پراڻن رفيقن جهڙوڪ مير رسول بخش ٽالپر، غلام مصطفيٰ کر ۽ ٻين جو ذڪر ڪيو ۽ ٻڌايومانس ته اها ڪا سٺي نشاني ڪانهي، جنهن تي هن ٻڌايو ته کيس مير رسول بخش ٽالپر جي ڏار ٿيڻ تي ڏاڍو فڪر هو چاڪاڻ ته هو تمام سادو ۽ سٺو ماڻهو هو. پر هن جي ڏار ٿيڻ جو سبب هن جو وڏو ڀاءُ مير علي احمد ٽالپر هو جنهن کي مير صاحب پيءُ جي جاءِ سمجهندو هو. هن ٻڌايو ته جڏهن مير رسول بخش ٽالپر کي گورنر ٿاهيو ويو ته وڏي مير کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ هو ان سان سڙڻ لڳو. "دراصل مير علي

احمد پاڻ سنڌ جو گورنر ٿيڻ ٿي چاهيو. مون کي مير رسول بخش لاءِ وڏي عزت آهي. مون کي اُميد آهي ته هو وري غور ڪري ۽ موٽي اچي."

جڏهن مون غلام مصطفيٰ کر جو پڇيو ته چيائين: "راڇپر، آءٌ پانيان ٿو ته اسان جي خلاف ڪا سازش شروع ٿي چڪي آهي. ڪي لڪل هٿ آهن جيڪي اسان جي ٽيم جي مختلف رانديگرن تي ڪم ڪري رهيا آهن ۽ توکي اچرج نه ٿيڻ گهرجي، جيڪڏهن ڪي وڏيڪ ڪر ۽ بروهي، اسٽيبلشمينٽ جي قريب پهچي وڃن. انهيءَ حد تائين جو سنڌ ۾ به ڪجهه ٿي وڃي. روٽي، ڪپڙو ۽ مڪان وارو نعرو هارين ۽ مزدورن جي پٽن کي ڊاڪٽرن ۽ انجنيئر ٺاهڻ لاءِ نوان ڪاليج کولڻ جو پروگرام وڏيرن، چوڌرين ۽ جاگيردارن کي نٿو وڻي. آءٌ غريب ۽ سرمائيدار جي وچ ۾ وڇوٽي گهٽائڻ ۽ سرڪاري مد ۾ اقتصادي بنياد وسيع تر ڪرڻ گهران ٿو. پر هيءَ طاقتون مون کي نه ائين ڪرڻ نه ڏينديون. جڏهن هارين ۽ مزدورن جا پٽ هنن ڪاليجن مان پڙهي انجنيئر ۽ ڊاڪٽر ٿي نڪرندا، ته اهي هنن زميندارن، جاگيردارن ۽ سردارن جي اعصاب تي سوار ٿي ويندا. آءٌ پنهنجي طرفان پوري ڪوشش ڪري ماڻهن جا مسئلا حل ڪرڻ ۽ کين ترقي و خوشحاليءَ جي راهه ڏيکارڻ ۾ مصروف آهيان. منهنجي ته اها ڪوشش آهي، پر مون کي خاطري آهي ته هي پير، مير، سرمائيدار ۽ سياسي پهلوان مون کي ڪڏهن نه بخشيندا. اهي وري خفيه هٿن جي حمايت حاصل ڪندا، ۽ منهنجي ۽ پيپلز پارٽي جي خلاف جنگ ڪندا."

هيءَ منهنجي شهيد پيءُ سان آخري ملاقات هئي. ان کان پوءِ آءٌ ساڻس وري ڪڏهن نه ملي سگهيس. آءٌ سندس آزادانه گفتگو ڪڏهن نه وساري سگهندس. آءٌ يقين سان چوان ٿو ته هو ماڻهن جا مسئلا، سندن ڏک سور صحيح پسِ منظر ۾ سمجهي ويو هو ۽ انهن جي حل ڪرڻ لاءِ هڪ نه صرف جوڳو حل ڪڍي چڪو هو پر انهن ڏکن کي حل ڪرڻ ۾ ڪامياب به ٿي ويو هو. مون کي يقين آهي ته شهيد پيءُ جي بهادر ڌيءَ بينظير پنهنجو نهايت بهادريءَ سان سندس مشن جاري رکندي

# سچو پاڪستان منهنجو آهي

## سعيد همايون وڪيل

هيءَ 31 ڊسمبر 1959ع جي ڳالهه آهي. ڪن دوستن سان گڏجي، آءٌ نئين سال جي جشن ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ميٽروپول هوٽل ويس. ان وقت آءٌ اسلاميه ڪاليج جو شاگرد هئس. ڀٽو شهيد ان وقت صنعت و تجارت جو وزير هو. هن جي پرڪشش شخصيت کان اسان ڏاڍا مرعوب هئاسين. ڪراچيءَ جا سمورا شاگرد مارشل لا جي خلاف هئا. جڏهن اسان ڪيس ايندي ڏٺو تڏهن اسان هن وٽ هليا وياسين. اها تہ اسان کي ڄاڻ هئي تہ هو ايس ايم لا ڪاليج ۾ قانون پڙهائيندو هو. سو پهچندي ئي اسان پهريون سوال ڪيو: "سر، اوهان تہ اعليٰ تعليم يافتہ آهيو ۽ پاڻ قانون پڙهائيندا رهيا آهيو. اوهان مارشل لا حڪومت ۾ وزير ڪيئن بڻجي ويا؟"

هن وراڻيو: "آءٌ اسڪندر مرزا جي حڪومت ۾ شامل ٿيو هئس. مارشل لا وارن کي منهنجي ضرورت پيئي، تنهنڪري منهنجون خدمتون حاصل ڪيائون. ڇا اهو اوهان لاءِ بهتر ڪونهي تہ حڪومت ۾ ڪجهہ سويلين وزير بہ هجن. آءٌ سمجهان ٿو تہ سويلين وزيرن جي موجودگيءَ سان مارشل لا جو اثر گهٽجي سگهي ٿو. وڌي نٿو سگهي."

مون چيو: ”سر، اوهان جي مرحوم والد سنڌ ۾ چونڊن وقت پيپلز پارٽي ٺاهي هئي، هو چاهي ها ته آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ به چونڊ لڙي پئي سگهيو. پر هن هڪ سياسي پارٽي ٺاهڻ ۽ سياسي عمل کي وڌائڻ بهتر سمجهيو.“

انهيءَ ورندي تي ڀٽي صاحب مون کان پڇيو ته مون کي اهو پسِ منظر ڪنهن ٻڌايو آهي ته مون ٻڌايو ته منهنجي ناني مرزا حميد الدين وقار جنهن جو تعلق جهونا ڳڙهه رياست سان هو. سر شاهنواز ڀٽو منهنجي ناني جي ڏاڍي عزت ڪندو هو.

ان کان پوءِ شهيد مون کان هڪڙو سڌو سوال ڪيو.

”تنهنجو ڇا خيال آهي ته موجوده حالتن ۾ اهو بهتر ٿيندو ته هڪ سياسي پارٽي ٺاهجي يا وري اندر رهي ملڪ مان مارشل لا جي خاتمي جي ڪوشش ڪجي. آءُ سمجهان ٿو ته مارشل لا کي ختم ٿيڻ گهرجي ۽ پوءِ اسان سياسي پارٽيون ٺاهيون.“

ان کان پوءِ اها ڳالهه اتي پوري ٿي ويئي.

اسان جي ٻي ملاقات، اسلاميه ڪاليج جي پرنسپال مسٽر ايم اي قريشي جي رهائشگاهه تي ٿي. پر ان وقت تائين منهنجي شادي ٿي ويئي هئي، ۽ منهنجو ڪجهه وزن به وڌي ويو هو. ان وقت آءُ اسلاميه ڪاليج اسٽوڊنٽس يونين جو جنرل سيڪريٽري هئس. اسلاميه آرٽس، سائنس، ڪامرس ۽ لا ڪاليج جي سمورن يونينز ملي، ڪيس وزير ٿيڻ تي ڪاليج جي فائونڊر جي رهائشگاهه تي چانهه جي دعوت ڏني هئي.

هن آجياڻي ۾ ڀٽو صاحب جيڪو انهيءَ وقت پاڻي، بجلي ۽ قدرتي وسيلن جو وزير هو ۽ ان وقت جي وزير خارجه محمدعلي بوگري پنهنجي بيگم سميت شرڪت ڪئي هئي، ان وقت جيتوڻيڪ شهيد ڀٽي جي وزارت ٻي هئي، تنهن هوندي به هن ڪشمير تي هڪ زبردست بيان جاري ڪيو جنهن کي ڏاڍي تشهير ملي. آءُ انهيءَ تي شهيد ڀٽي سان انهيءَ بيان جي باري ۾ گفتگو ڪري رهيو هئس ته مرحوم محمدعلي بوگره اتي اچي ويو. عين انهيءَ وقت ڀٽو صاحب هي جملو

چئي رهيو هو: "اهو بيان جنهن جو توهان ذڪر ڪري رهيو آهين، ان مسٽر بوگرا کي ڏاڍو پريشان ڪري وڌو آهي. هن انهيءَ کي سندس وزارت جي معاملن ۾ مداخلت قرار ڏنو آهي."

"آءٌ اوهان جي حمايت ڪريان ٿو." مون کيس چيو. "ڪشمير جو مسئلو هر پاڪستاني جو مسئلو آهي. اهو وزارت خارجه ۾ ڪنهن سيڪشن آفيسر جي ترقي جو مسئلو ڪونهي، جيڪو صرف انهيءَ وزير جو ئي حق هجي."

پارٽيءَ کان پوءِ شاگردن مسٽر ڀٽي کي گذارش ڪئي ته شام جو کين خطاب ڪري

ڪجهه مهينن کان پوءِ مسٽر بوگره گذاري ويو ۽ شهيد ڀٽي کي وزير خارجه مقرر ڪيو ويو. بعد ازان مسٽر قريشي اسان جي ملاقات جو انتظام 70 ڪلفٽن تي ڪيو جيڪا مسٽر ڀٽي جي مصروفيت جي ڪري ڪانه ٿي سگهي، ۽ اسان شام جو ڪنٽونمينٽ ريلوي اسٽيشن تي وياسين، جتي هن اسان سان واعدو ڪيو هو ته هو ضرور کين خطاب ڪندو. مون تجويز ڏني ته انهيءَ موقعي تي اسان چيني ۽ آمريڪي سفيرن کي به گهرائينداسين. مسٽر قريشي اسان کي صلاح ڏني ته هڪ يا ٻه هفتا ترسو. بهرحال مرحوم قريشي صاحب جي ڪوشش سان مسٽر ڀٽي جي خطاب وقت چيني، روسي ۽ آمريڪي سفير آيا ۽ تقريب ۾ شرڪت ڪيائون.

ان وقت منهنجو دماغ اڃا ناپخته هو ان ڪري تقريب دوران اسٽيج تي ويهڻ جو مسئلو پيدا ٿي پيو. تن ڏينهن ۾ مسٽر جي ايم خان اسلاميه ڪاليج جو پرنسپال هو جڏهن ته مسٽر جسٽس اي بي ميمڻ اسلاميه ڪاليج جو پرنسپل هو. مسٽر ڀٽو هن خيال جو هو ته جيڪڏهن هڪ يونين جو عيوضي اسٽيج تي ويهندو ته پوءِ سمورين يونينز جا نمائندا به مٿي ويهڻ گهرجن. هن مون کي پرنسپال جي ڪمري ۾ گهرايو ۽ اتي چيائين: "جا توهان ائين چاهين ٿو ته ٻاهريان سفير اهو تاثر کڻي وڃن، ته اسان پنهنجن مهمانن جي جوڳي عزت

ڪرڻ به نٿا چاهئو. تنهنڪري هنن جي وڏ ۾ وڏ عزت ڪرڻ گهرجي.“

تقريب ختم ٿيڻ کان پوءِ شهيد قريشي صاحب کي چيو ته ڪنهن وقت سعيد کي وٺي وٽس وڃي. 1965ع واري جنگ کان پوءِ آءٌ وٽس ملاقات لاءِ ويس. ان وقت اهو عالم هو ته شايد ئي ڪو پاڪستاني هجي جنهن اقوام متحده ۾ سندس ڪيل تقرير کي به ٽي گهمرا نه ٻڌو هجي. اهو پاڪستان جو آواز هو.

1967ع ۾ هن حڪومت تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي. ان وقت آءٌ ڪي ڊي اي ملازمن جي يونين جو جنرل سيڪريٽري ٿي ويو هئس. سو آءٌ پنهنجن ساٿين کي ساڻ ڪري سائٽس 70 ڪلفٽن واري رهائشگاهه تي ملڻ ويس. ان وقت سوين ماڻهو موجود هئا. تنهنڪري اسان کي هن تائين پهچڻ ۾ ٿوري تڪليف ٿي. پر جنهن مهل مون تي نظر پيس، فوراً سڃاتائين:

”ڪيئن آهين سعيد. ماڻهو اسان بابت ڇا ٿا چون.“ هن اُمالڪ پُڇيو.

”سائين، سڄو ملڪ اوهان جي حمايت ڪري ٿو.“ مون جواب ڏنو.

”ٺيڪ آهي. ڪجهه سياسي ڪم ڪندين.“

”سر، اسان بلڪل تيار آهيون.“

ائين سياسي ڪم شروع ٿي ويو. لياقت آباد ۾ هزارين ماڻهو پنهنجي سر ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. تن ڏينهن لياقت آباد ۾ هڪ تيز سياسي ورڪر مسٽر بيگ هو. مون کي ياد آهي ته لياقت آباد ۾ مسٽر ڀٽي سان ملڻ وارو اهو پهريون شخص هو.

1970ع ۾ آءٌ ڪيپيٽل سئنيما ۾ ڪا فلم ڏسڻ ويو هئس. غالباً اها فلم ”نائيٽ آف دي جنرلس“ هئي، مون کي ڏسي حيرت ٿي ته مسٽر ڀٽو به بيگم نصرت ڀٽو ۽ صنم ڀٽو سان گڏ فلم ڏسڻ آيو هو. انهن ڏينهن ۾ جماعت اسلامي جي هفتيوار ميگزين ”زندگي“ شهيد ڀٽي تي ڏاڍي نڪته چيني ڪندي هئي. تازي شماري ۾ ئي سندس خلاف مضمون ڇاپيو هو. اتفاق سان ان شماري ۾ منهنجي خلاف به هڪ آرٽيڪل هو. موقعو غنيمت ڄاڻي آءٌ وٽس ويس ۽ چيومانس:

”اوهان زندگيءَ جو تازو شمارو ڏٺو آهي؟“

هن چٽڪ ان جي ڪا پرواهه ڪانه ڪئي، سو ڪلندي چيائين: ”زندگي هلي پئي.“

”ان ۾ هڪ مضمون منهنجي خلاف به آهي.“ مون کيس ٻڌايو.

”مبارڪ. تنهن جي معنيٰ ته اسان قوت پڪڙيون پيا. جڏهن اسان جي ورڪرن تي حملا ٿين ٿا، تنهنجي معنيٰ ته اسان يقيناً ڪامياب ويندا سين.“

1974ع ۾ جڏهن هو وزيراعظم هو ته مون ڪوشش ڪئي ته سائٽس ڪلفٽن واري رهائشگاهه تي ملان. سيڪيورٽي تمام سخت هئي تنهنڪري آءٌ ۽ مون جهڙا هزارين ورڪر بنا ملڻ جي موٽي آياسين. جنهن ڪان پوءِ مون کيس خط لکي، انهيءَ واقعي جو ٻڌايو. هڪ خط انگريزيءَ ۾ لکيو هئم سو راولپنڊي موڪليومانس ۽ جيڪو اردو ۾ لکيو هئم، سو 70 ڪلفٽن تي موڪليم. مسٽر ڀٽي مون کي راولپنڊي مان جواب ڏنو. سندس هٿ اکرن ۾ صرف به جملا لکيل هئا:

”پروٽوڪول جو خيال ڪر. آءٌ اردو ۾ خط پسند ڪريان ٿو.“

اهو قيمتي خط مارچ 1989ع ۾ سڙي ويو جڏهن ايم ڪيو ايم جي غنڊن منهنجي عزيز آباد واري گهر تي حملو ڪري ساڙي ڇڏيو. هن خط کان سواءِ ڪيئي اهي ڪتاب ۽ پارٽيءَ جو جهنڊو به جلائي ڇڏيائون. ان کان پوءِ ستت ئي مون کي پارٽي چيئرمين بيگم نصرت ڀٽو جو خط مليو جنهن مون کي تسلي ڏني ۽ همٿ وڌائي.

1977ع ۾ عوامي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو. آءٌ 70 ڪلفٽن تي ويس. ماٺهو انهن ڏينهن ۾ انهيءَ خيال جا هئا ته ضياءَ چونڊون ڪرائيندو. ان وقت مسٽر ڀٽو هيٺئين منزل تي هڪ وڏي ڊائيننگ ٽيبل تي ويٺو هو. گفتگو دوران هڪ نوجوان جيڪو غالباً ڪنهن گيراج جو مالڪ هو ۽ سندس نالو رضوي هو. تنهن مسٽر ڀٽي کي ٻڌايو ته کيس علوم نجوم ۽ علم جفر جي خبر آهي. سندس حساب ٻڌائي ٿو ته مسٽر ڀٽي جي زندگي کي ڪو وڏو خطرو آهي. هن مسٽر ڀٽي کي صلاح ڏني، ته هو آڪٽوبر کان اڳ ۾ ملڪ ڇڏي وڃي.

مسٽر پٽي تمام عزم سان جواب ڏنو: ”آءٌ خدا جي ذات ۾ پورو ايمان رکان ٿو جيڪو هو چاهيندو سو ٿي ئي رهندو. جيڪو تون چئين ٿو سو مون کي ٻين دوستن به چيو آهي. هنن کي ته علم نجوم ۽ جفر جي خبر ڪانهي، پر آءٌ پاڪستان جي ماڻهن کي مارشل لا جي رحم ڪرم تي ڇڏي ٻيجي نٿو وڃي سگهان.“

جڏهن اهو نجومي گهٽگهرو هليو ويو، تڏهن مون ڏانهن منهن ڪري چيائين: ”تنهنجو ڇا خيال آهي، ضياءَ چونڊون ڪرائيندو؟“

”نه سائين، هن ڪري ته کيس خبر آهي ته پيپلز پارٽي کٽي ويندي.“

”آءٌ انهيءَ ڳالهه سان متفق آهيان، چونڊن جو ڪو امڪان ڪونهي. پلا تنهنجا ڪهڙا ارادا آهن؟“

”اسان ڪلهه به اوهان سان گڏ هئاسين، اڄ به اوهان سان آهيون ۽ سڀاڻي به توهان سان رهنداسين.“ مون وراڻيو.

ان کان پوءِ سال گذري ويو. آءٌ خاندان ۾ ڪنهن شاديءَ ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ لاهور ويو هئس. هڪ ڏينهن صبح جو پوڻين نائين وڳي پنهنجي پيڻ جي گهر ڏانهن وڃي رهيو هئس، ته هڪ ٽويوٽا جيپ ايندي ڏٺم جيڪا سڌي مون وٽ اچي بيٺي. ڏٺم ته پٽو صاحب اڳئين سيٽ تي ويٺو هو. هن کي سوٽ پهريل هو ۽ اکين تي اُس جو چشمو چڙهيل هو. هو کيس جيل مان هاءِ ڪورٽ وٺي وڃي رهيا هئا. عين انهيءَ وقت جيپ جي هڪ ڦيٿي ۾ پنڪچر ٿي پيو. تنهنڪري مجبوراً اتي ترسڻو پيس. هو هيٺ لهي آيو. آءٌ کيس ڏسي ٿورو جهڪيس ۽ پوءِ هڪ زبردست سليوٽ ڪيومانس.

”اڙي سعيد، تون هتي لاهور ۾ ڇا پيو ڪرين؟“ هن پڇيو.

”آءٌ هتي پنهنجي سوٽ جي شادي لاءِ آيل آهيان.“ مون چيو.

ٽريفڪ بيهي رهي. ماڻهن جو هجوم وڌڻ لڳو ۽ ٿوريءَ دير ۾ سوين ماڻهو گڏ ٿي ويا ۽ وٽس پهچڻ لاءِ پوليس جو گهيرو ٽوڙڻ لڳا. هر ماڻهو هن جي ويجهو تيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. پوليس هميشه وانگيان ماڻهن کي ڌڪڻ ۽ کين مارڻ لڳي.

”هي توهان ڇا ڪري رهيا آهيون. ڏسو نٿا ته هو ماڻهو آهن، اهي

ئي ته پاڪستان آهن.“ هن پوليس وارن کي چيو. جڏهن گاڏي ٺيڪ ٺيڪ ٽيڻ ۾ دير ٿيڻ لڳي ته پوليس وارا هڪ ٻي ڪلي جيپ وٺي آيا ۽ ڪيس وٺي هليا ويا. اها منهنجي ساڻس آخري ملاقات هئي، پر مون جهڙا لکين آهن، جن جي دلين ۾ هو اڄ به زنده آهي ۽ آباد آهي. ڇاڪاڻ ته اڄ به هن جو آواز اسان جي ڪنن ۾ گونجي ٿو:

”اوهان ڇا ڪري رهيا آهيو. ڏسو نٿا ته هو ماڻهو آهن. اهي ئي ته پاڪستان آهن.“

# پنو صاحب ڪئميرا جي نظر ۾

زاهد حسين

1969ع ۾ آءٌ نواءِ وقت ۾ ڪم ڪندو هئس. انهن ڏينهن ۾ جتي بہ پنو صاحب ويندو هو، آءٌ ساڻس گڏ هليو ويندو هئس. منهنجو دفتر مون کي چيندو هو تہ آءٌ پنهنجي پيشہ ورانہ ذميواريون ادا ڪرڻ بدران، پنو صاحب جي ڪوريج ڪرڻ ۾ زياده وقت صَرف ڪري رهيو هئس. انهيءَ ڳالهہ تان مون کي آفيس وارن هڪ نوٽيس بہ ڏنو. اها خبر جڏهن پنو صاحب کي پئي تہ ڏاڍو ناراض ٿيو. انهيءَ وقت حنيف رامي ماهانہ نصرت جو ايڊيٽر هو ۽ هڪ روزانہ اخبار "مساوات" جي تياري ڪئي پئي ويئي. هڪ ڏينهن جڏهن پنو صاحب فليٽي ۾ ترسيل هو تہ سوين وفد ساڻس ملڻ لاءِ آيا. آءٌ بہ سندس تصويرون ڪاڍڻ لاءِ اتي پهچي ويس. مون تي جڏهن نظر پيس تہ مون کي سڏيائين، ۽ منهنجو مسئلو پڇيائين. مون ڪيس نوٽيس جي باري ۾ ٻڌايو. جنهن تي حنيف رامي کي سڏي چيائين، "جڏهن بہ مساوات نڪري تہ هن کي فوٽو گرافر ڪري رکجو آهي." اهڙيءَ طرح آءٌ پهريون ماڻهو هئس، جنهن کي مساوات ۾ نوڪري ملي.

جيتوڻيڪ مون پنو صاحب جون هزارين تصويرون ڪاهيون پر هن

انهن تي ڪڏهن به تصبرو نه ڪيو البته بيگم صاحبه انهن تي تبصرو ڪندي هئي.

منهنجو ڪم نهايت نازڪ نوعيت جو هوندو هو. پٽو صاحب ڪجهه اشارا ڪتب آڻيندو هو جنهن جو مطلب آءٌ ئي سمجهندو هئس ته ڪيڏيءَ مهل تصوير ڪڍجي. ڪهڙيءَ ماڻهو سان تصوير ڪڍجي ۽ ڪهڙي جي نه ڪڍجي. عام جلسن ۾ آءٌ پاڻ فيصلو ڪندو هئس. هو روزانه صبح جو نائين وڳي ڪان ٽين وڳي منجهند تائين ماڻهن سان ملاقات ڪندو هو. ان ڪان پوءِ اڌ ڪلاڪ جو وقفو ڏيئي وري ماڻهن سان ملندو هو جيڪو سلسلو رات جو نَوين بجي تائين جاري رهندو هو. هن جي هڪ خاص هدايت هئي ته ڪنهن اڪيلي خاتون سان تصوير ڪڏهن به نه ڪيدان. پر جيڪڏهن تصوير بنهه ضروري ٿي پئي ته پوءِ ان کي تمام ستري انداز ۾ پيش ڪرڻ گهرجي.

هڪ گهمري خواتين جو هڪ وفد ساڻس ملاقات ڪرڻ آيو. جڏهن وفد وڃڻ وارو هو ته هڪ خاتون شهيد پٽي سان پر ۾ بيهي تصوير ڪيدرائڻ تي زور پريو. هن مونکي اشارو ڏنو جنهن جو مطلب هو ته صرف فليش ٻري، تصوير نه نڪري. ان جي ستت بعد اها خاتون مون وٽ آئي، ۽ اچي تصوير گهريائين. جيڪا نڪتي ڪانه هئي پر ڏاڍي هوشياريءَ سان آءٌ انهيءَ خاتون کي ٽاريندو رهيس.

هڪ گهمري مير رسول بخش ٽالپر، پٽو صاحب سان ملاقات ڪرڻ آيو ۽ پوءِ پٽي صاحب جي پيرن تي ڪِري پيو. مون اها تصوير ڪيدي ورتي ۽ پنهنجي رڪارڊ ۾ رکي ڇڏي. جڏهن ٽالپر صاحب ضياءَ سرڪار ۾ سينيئر وزير ٿيو تڏهن اها تصوير پيپلز پارٽيءَ جي ورڪرن مير صاحب جي خلاف پمفليٽ ڇاپي استعمال ڪئي.

عام طور تي آءٌ سندس نجي تقريبات ۾ ڪونه ويندو هئس ڇاڪاڻ ته انهن جو ڪوريج ضروري ڪونه ٿيندو هو. بهرحال هڪ گهمري اهڙي فنڪشن تي ويس، جتي پٽو صاحب به موجود هو. پر هن مون کي ڏسي ناراضگي جو ڪوئي اظهار ڪونه ڪيو.

ڪيترن موقعن تي ڀٽو صاحب تصويرون نہ چاهيندو هو پر رپورٽرن جي موجودگي ضرور چاهيندو هو. هو پارٽيءَ جي پاليسي تي اسان کي پاڻ بريف ڪندو هو. دورن جي وقت، هو اسان جو ڏاڍو خيال رکندو هو بلڪہ اسان کي پاڻ سان گڏ ساڳي ڪار ۾ ويهاريندو هو. سندس هڪ اهڙي دوري وقت ڪيس شير پائو روڊ تي زيد اسپتال جو افتتاح ڪرڻو هو. ان وقت هڪ نئون ايس ايس پي جئي صاحب آيو هو جيڪو نہ تہ اسان کي ڀٽي صاحب جي ويجهو وڃڻ پيو ڏئي نہ ئي وري انفارميشن جي گاڏين ۾ ويهڻ پيو ڏئي. مون کيس پنهنجو ڪارڊ ڏيکاريو پر هن نہ ڇڏيو. بهرحال جيئن تيئن ڪري آءُ هڪ جيپ ۾ لڙڪي اتي پهچي ويس. جڏهن ڀٽي صاحب کي خبر پئي تہ هن پرنسپل انفارميشن آفيسر ٻگهئي صاحب کي سڏي چيو تہ ڪير هو جنهن هن ڇوڪري کي تنگ پئي ڪيو. ڀٽو صاحب ڪڏهن بہ نالو وٺي سڏ نہ ڪندو هو بلڪہ هميشہ پيار وچان Boy ڪري سڏيندو هو.

جڏهن ڪيس واقعي جي خبر پئي تڏهن ايس ايس پي کي تنبيهہ ڪرڻ جو حڪم ڪيو.

1975ع ۾ جيڪب آباد ۾ هڪ ڪل ڪچهريءَ دوران جڏهن چام صادق علي بہ ويٺو ڏاڍو گوڙ ٿي پيو. هن انهيءَ وقت چام صادق عليءَ کي چيو تہ هوءَ انهيءَ معاملي جي جاچ ڪري. ائين چئي پاڻ بہ هليو ويو. پوءِ مون کي سڏي پاڻ وٽ ويهاري چيائين: "زاهد، توکي خبر آهي تہ ههڙن موقعن تي ماڻهن کي سنڀالڻ ڪيڏو ڏکيو ڪم آهي. اسان عوامي ليڊر آهيون ۽ هي پوليس آهي، جو ماڻهن کي اسان کان پري ٿي رکي."

1975ع کان 1976ع تائين ڪامورن سندس اميج کي خراب ڪرڻ ۾ سمورا طريقا اختيار ڪيا. مثال طور سکر جي هڪ عام جلسي ۾ پي آءِ ڊي ان وقت تصويرون ڪڍيون، جڏهن ماڻهو وڃڻ لڳا هئا. ڪيس جڏهن انهيءَ معاملي جي خبر پئي، تڏهن مون کي ۽ چند ٻين کي چيائين تہ انهيءَ ڪوٽ کي پورو ڪريون ۽ پنهنجو ڪردار اڳي وانگيان ادا ڪريون.

هڪ گهمري المرتضيٰ لاڙڪاڻي جي هڪ ڪمري ۾ ماڻهو تمام گهڻا هئا ۽ هر ڪو ڏوڪا ڏوڙا ڏئي پِيُرو صاحب جي ويجهو ٿي ساڻس گڏ تصوير لهرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ضياءَ عباس به اتي هو ۽ اتان رڙيون ڪري اسان کي پِيُرو صاحب سان گڏ فوٽو ڪيڊرائڻ لاءِ چئي رهيو هو. نيٺ هو ڌڪا ڏئي پِيُرو صاحب جي ويجهو ٿي ويو ۽ پوءِ اشاري سان فوٽو ڪيڻ لاءِ چيائين. شام جو پِيُرو صاحب مون کي سڏايو ۽ پڇيائين ڪهڙي ڳالهه هئي جو ضياءَ عباس رڙيون ڪري چئي رهيو هو. جڏهن پڏايومانس تڏهن هو ڏاڍو کِليو. ان کان پوءِ ضياءَ عباس مون سان مليو ۽ تصوير گهريائين پر ڪڏهن ڪانه ڏني مانس.

پِيُرو صاحب پارٽي ورڪرن سان ڏاڍي صبر ۽ تحمل سان ملندو هو. هڪ گهمري سکر ۾ هڪ پوڙهو پارٽي ورڪر هڪ ليڊر جي مستقل شڪايت ڪندو رهيو. پر پِيُرو صاحب هن کي تنبيهه ڪرڻ جي بدران کيس چيو "مون کي خبر آهي ته چا پيو ٿئي." هن چيو ته کيس ڄاڻ آهي ته اهو ليڊر سرڪاري سهولتن جو ناجائز فائدو وٺي رهيو آهي، ۽ ورڪرن جي ڪا مدد ڪونه ڪري رهيو آهي. نيٺ کيس پڪ ڏياريائين ته انهيءَ ليڊر جي خلاف قدم کڻندو.

لياري ۾ هڪ گهمرو ماڻهن جو هجوم ڪٺي ٿي ويو ۽ کيس ستار گبول جي خلاف شڪايت ڪرڻ لڳو جيڪو ان وقت ايم اين اي ۽ وزير هو. انهيءَ تي پِيُرو صاحب فوراً گبول ڏانهن منهن ڪري چيو ته هن جي شڪايت دور ڪر. خاص ڪري انهيءَ حالت ۾ جڏهن کيس چوندڻ ۾ بيهڻو آهي.

جڏهن پِيُرو صاحب جي حڪومت ختم ڪئي ويئي، تڏهن مون کي محسوس ٿيو ته فوجي جنتا کيس ختم ڪري ڇڏيندي، ڇاڪاڻ ته هو سندن سموري راند ۾ رڪاوٽ هو. هو چوٿين سيپٽمبر تي 70 ڪلفٽن تان گرفتار ڪيو ويو هو پر کيس عيد ملهائڻ لاءِ آزاد ڪيو ويو. هو جيئن لاڙڪاڻي پهتو ته اتي کيس 16 سيپٽمبر تي وري گرفتار ڪيو ويو.

انهيءَ مختصر آزاديءَ جي دوران ڀٽو صاحب ملتان ايئرپورٽ تي لٿو. هزارين ماڻهو مڙي آيا. اهو تمام اهم موقعو هو. ساڳي طرح هو جڏهن لاهور ايئرپورٽ تي پهتو ته اتي لکين ماڻهو سندس استقبال لاءِ پهچي ويا. بهرحال پوليس انهن ماڻهن کي لٺيون هڻي پري ڪري ڇڏيو جنهن کان پوءِ فوج کيس جيپ ۾ وجهي کڻي ويئي.

جڏهن شهيد قائد جيل ۾ هو ته محترمه بينظير ڀٽو ٻهريون گهمرو سنڌ جو دورو ڪيو. آءٌ ساڻس گڏجي ويس ۽ سندس تصويرون ناهيم. اهي تصويرون محترمه بينظير ڀٽو پاڻ سان کڻي جيل ۾ ويئي ڀٽو صاحب کي ڏيکاريائين اتان واپسيءَ تي محترمه بينظير ڀٽو مون کي گهرايو ۽ چيائين ته پٽي صاحب هيءُ پيغام ڏنو آهي ته محترمه منهنجو ”خاص خيال“ رکي.

اهو آخري رابطو هو. قائد جي شهادت قوم لاءِ وڏو سانحو هو. هن جي غريب عوام لاءِ ڪيل جدوجهد سان، قائد هميشه اسان جي دلين ۾ زنده رهندو.

## هڪ ڊزائينر جي نظر سان

### ڪرٽ هل فرئم

هن عظيم ماڻهوءَ سان منهنجي پهرين ملاقات 55_1954ع ۾ ٿي. آءُ هڪ انشورنس ڪاروبار سان لاڳاپيل ماڻهوءَ سان گڏجي سنڌس ڪلفٽن پُل واري رهائشگاهہ تي ويس، ۽ سنڌس خاندان سان مليس. سر شاهنواز ڀٽو ان وقت تازو تازو بمبئي (هندستان) مان موٽي آيو هو جنهن اسان جو تمام گرمجوشيءَ سان استقبال ڪيو ۽ پوءِ پنهنجي پُٽ سان ملايائين. ذوالفقار مون کي ٻڌايو تہ (غالباً ڪيمبيل اسٽريٽ تي سنڌ مدرسي جي سامهون) مسٽر دراب پٽيل (سابق جسٽس) جي شراڪت ۾ لا جي پريڪٽس شروع ڪري ڏني آهي. هن مون کي چيو تہ آءُ ڪيس فرنيچر ڊيارٽ ۾ مدد ڪريان.

ان کان پوءِ جڏهن هن سان مليس تہ ٻڌايائين تہ هن جي والد 70 ڪلفٽن تي هڪ پلاٽ ورتو آهي. هن هڪ سُئس ماهر تعميرات مسٽر ڪوتزيان کي انهيءَ گهر جي نقشي ٺاهڻ جو ڪم ڏنو آهي. انهيءَ دوران هن نصرت سان شادي ڪئي، جنهن جو والد صاحب هڪ ايراني بزنيس مين هو. هن جون ٻہ ڀيڻون هيون. هڪ بمبئي ۾ رهندي هئي ۽ ٻي ايران ۾ ڊاڪٽر هئي.

ان کان پوءِ، سندس 70 ڪلفٽن واري گهر جي آرائش ڪرڻ جي سلسلي ۾ منهنجون، ڀٽو خاندان سان گهڻيئي ملاقاتون ٿيون. مون کي سر شاهنواز ڀٽي سان ناشتي تي ملاقاتون اڄ به چڱيءَ طرح ياد آهن ۽ انهيءَ دوران هو مون سان ذوالفقار علي جي باري ۾ صلاح مشورو ڪندو هو. هن مون کي چيو ته آءٌ ذوالفقار کي، يعني منهنجي دوست کي سمجهايان ته هو درميانہ رويي جي سماجي زندگي گذاري. مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي کي نوادرات جهڙوڪ ايراني قالين، مغل ۽ ايران منيچرس، برانزز وغيره گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو. انهيءَ ۾ آءٌ خاص طور متحرڪ هوندو هئس. ذوالفقار علي جي ذخيري ۾ سنڌ تي بهترين ۽ نادر ڪتاب ۽ قرآن مجيد جا ڪيئي قلمي نسخا به هئا.

سندس ابتدائي سياسي ڪيريئر ۽ پيپلز پارٽي ٺاهڻ بابت مون کي ڪا گهڻي يادگيري ڪانهي. بهرحال هو جڏهن ايوب خان جي حڪومت ۾ وزير خارجہ ٿيو ته اسان جي شوررومس (وڪٽوريا فرنيچر مارٽ) تي اڪثر ايندو هو ۽ اهو به گهڻو ڪري شام جي وقت ۽ اسان گڏجي چانهہ پيئندا هئاسون. هڪ ڀيري مون کيس گهر جو ٺهيل جهينگن جو آچار ڏنو هو، ان جون ڪجهہ برنيون موڪليون جنهن جي هن ۽ سندس بيگم ڏاڍي تعريف ڪئي.

بعد ۾ جڏهن شاهہ ايران ۽ ابوظهبي جو حڪمران لاڙڪاڻي وٽس مهمان ٿي اچي رهيا هئا ته هن المرتضيٰ ۾ اضافو ڪيو. انهيءَ واڌاري جي تفصيل تي هن مون سان گهڻو ڳالهايو. مون ڏٺو ته هو هن جي ذري پرزي ۾ ڏاڍي دلچسپي وٺي رهيو هو.

هن جي پرخلوص شخصيت، خوش اخلاقي ۽ اعليٰ ظرفي جون ڪئين يادون اڄ به منهنجي يادگيرين ۾ محفوظ آهن. خدا ٿل کيس پنهنجي رحمت ۾ جاءِ ڏي، آمين

# اعليٰ ڪردار جو مالڪ

## منشي محمد حسين پنهور

آءُ عزيز الله پنهور جو پٽ آهيان، جيڪو شهيد بابا وٽ هاري هو. سال 1959ع ۾ پنهور صاحب مون کي پنهنجي عام مختيار حاجي يار محمد جي هٿان سڏايو ۽ مون کي ديهه شرف آباد ضلعي جيڪب آباد جي زمين تي منشي ڪري رکيائين. انهيءَ جاءِ تي مون منشي طور چوڏهن سال ڪم ڪيو. هڪ گهمري ربيع جي فصل دوران ڏاڍو مينهن وٺو جنهن ڪري ڪٽڪ جو سمورو فصل تباهه ٿي ويو. جڏهن آءُ حساب ڪتاب کڻي وٽس المرتضيٰ ۾ پيش ٿيس، ته مون کان نقصان جو سبب پڇيائين، ته مون بارش جو ٻڌايومانس، پر اهو ڏسيم ته اسان همت ڪري ڪجهه بچائي ورتو آهي.

پنهور صاحب ان تي مون کي چيو ته چاڪاڻ ته اسان غريبن جي مدد ڪريون ٿا، تنهن ڪري اسان جو ڪجهه فصل بچي ويو آهي. پوءِ مون کان پڇيائين ته ڪهڙن زميندارن جو مڪمل طور فصل تباهه ٿي ويو آهي، جنهن تي مون اهڙن ٽن زميندارن جا نالا ورتا، جيڪي ان وقت نئين ديري ۾ ساڻس ملڻ لاءِ منتظر هئا. پنهور صاحب نئين ديري ويو انهن تنهي زميندارن کي گهرائي کانئس تفصيل ورتائين ۽ پوءِ ڊي سي لاڙڪاڻي کي فون ڪري انهن جي مدد ڪرڻ لاءِ چيائين.

# بي زمين هارين لاءِ زمين جو تحفو

علڻ ناريجو

1972ع ۾ ڀٽو صاحب، پنهنجي ذاتي زمين بـ هارين ۾ ورهائي. هن نئين ديري ۾ هڪ هاءِ اسڪول جي لاءِ زمين بـ ڏني، سندس زمينون جيڪب آباد، ڳڙهي خيرو، ميرو خان ۽ رتيديري ۾ هيون. هن اهي زمينون بـ هارين کي ڏنيون، مختيارڪارن کي هدايتون ڏنائين تـ قائدي جي پوري تعميل ڪرڻ لاءِ هارين سان گڏجي وڃن. زمينون ملڻ کان پوءِ ڀٽي صاحب انهن ئي هارين سان گڏجي ماني کاڌي، انهيءَ دوران مون کان پڇيائين تـ منهنجي لاءِ ڪهڙي زمين جو ٽڪر رکيو ويو آهي. مون کيس ٻڌايو تـ چاڪاڻ تـ آءٌ سندس هاري آهيان، انهيءَ ڪري مون کي سندس زمين مان بهترين ٽڪرو مليو آهي. مون انهيءَ تي سندس ٿورو ادا ڪيو. جنهن تي ڀٽي صاحب چيو تـ هاڻي آءٌ پاڻ زميندار بڻجي ويو هئس.

انهيءَ کان پوءِ ڀٽي صاحب سڀني کي خطاب ڪيو ۽ پوءِ نعرن، جهمرين ۽ ڳانن سان هيءَ تقريب ختم ٿي.

# همیشہ دروازا کليل

عبدالواحد سومرو

5 اپريل 1962ع تي نواب احمد خان ڀٽو شهيد ڀٽي جو چاچو ۽ سهرو گذاري ويو. ان وقت ڀٽو صاحب وفاقي وزير هو. انهيءَ جي فوراً بعد، ذوالفقار علي ڀٽي جي دستاربندي ٿي. انهيءَ تقريب ۾ سردار پير بخش ڀٽو نبي بخش ڀٽو ممتاز علي ڀٽي، غلام علي خان خاندان جا ٻيا مُک فرد ۽ تر جا زميندار توڙي هندو پنچائت جي مک پڻنچڻ سميت سمورا اهم ماڻهو موجود هئا.

انهيءَ تقريب دوران سيني اها توقع ظاهر ڪئي تہ ڀٽو صاحب، سندس والد سر شاهنواز ڀٽو وانگيان، سيني لاءِ وڏو معاون ۽ مددگار ثابت ٿيندو. ڀٽي صاحب جواب ۾ کين خاطري ڏياري تہ هو هنن جي هر اوکي سوکي مهل پوري مدد ڪندو ۽ ڪنهن بہ وقت سڏ ۾ سڏ ڏيندو "منهنجي رت جو آخري ڦڙو بہ اوهان لاءِ حاضر هوندو." هن چيو.

ان کان پوءِ ڪراچي رواني ٿيڻ کان اڳ هن حاجي يار محمد کي هدايت ڪئي تہ هنن مان ڪنهن کي بہ ضرورت پئي تہ اها فوراً پوري ڪئي وڃي. "آءٌ هنن سيني کي پانيان ٿو تنهنجي ڪري ڪنهن کي بہ نااُميد ڪري نہ موڪلجانءِ."

پيتو صاحب هميشه عيد نئين ڏيري ۾ ملهائيندو هو. اهڙي موقعي تي سيني ملاقاتين سان پاڻ ملندو هو. هن ۾ سندس ملازم به شامل هوندا هئا ۽ ڪائن سندن مسئلا معلوم ڪندو هو. ان ڪان پوءِ هو ميرپور پيتي وڃي نبي بخش پيتي سان ملندو هو ۽ شام جو لاڙڪاڻي موٽي ايندو هو.

# غريبن جي وقتائي مدد

غلام مصطفيٰ عمراڻي

1976ع ۾ دادو کي زبردست ٻوڏ جي ڪري سخت نقصان پهتو. ڪيس اها خبر پئي ۽ باوجود سخت مصروفيت جي ڀٽي صاحب پاڻ وقت ڪڍي دادو ضلعي جو دورو ڪيو ۽ ماڻهن جي مدد ڪرڻ واري ڪم کي ذاتي طور ڏٺو. دادو پهچڻ کان پوءِ هو هڪ دڪان (پهلوان جي پان جي دڪان) جي ڇت تي چڙهي اتان جي ماڻهن کي خطاب ڪيائين. جيڪي اتان هزارن جي تعداد ۾ گڏ ٿي ويا هئا. عين انهيءَ مصيبت جي وچ ۾ هن ماڻهن کي آٿت ڏني. هن چيو: "منهنجا دوستو! نااُميد ٿيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. نااُميدي اسان جي مذهب اسلام ۾ حرام آهي. جيڪي گهر ڊهي پيا آهن، اهي وري ناهيا ويندا. مصيبتون، انسان کي آزمائش ۾ وجهنديون. پر ياد رکو الله تعاليٰ هر وقت اسان سان آهي، جڏهن به ڪا آفت ايندي، آءٌ اوهان وٽ پهچي ويندس ۽ قومي خزاني جا مُنهن کوليا ويندا."

اتي جمع ٿيل ماڻهو شهيد ڀٽي کي ويجهو ٿيڻ لاءِ پوليس گهيرو ٽوڙڻ چاهيو ته اتي هڪ ڊي ايس پي ماڻهن کي ڌڪڻ لڳو جنهن تي ڀٽي صاحب انهيءَ ڊي ايس پي کي ڇينڀ ڀٽي ۽ چيائين: "اڙي پوليس

وارا! خبردار جو هنن کي ڌڪيو اٿئي، هي منهنجا پيارا ماڻهو آهن."

ان کان پوءِ پاڻي ۾ گپ چڪ جي باوجود، پنو صاحب پاڻ پيرين پنڌ انهن ڊٺل گهرن ۾ ويو. ان دوران هڪ غريب موچيءَ صديق کيس پانهن کان جهلي چيو تہ هو سندس گهر ضرور وڃي. پنو صاحب ان جي گهر ويو ۽ کيس تسلي ڏنائين.

ماڻهن جي هن سان ايتري محبت هئي، جو اسان جي ڳوٺ جي هڪ ماڻهو بشير ملاح کي جڏهن پنو صاحب جي شهادت جي خبر پئي تڏهن هو 40 ڏينهن پٽ تي ستو ۽ کير پيئڻ کان نابري واري ڇڏيائين.

## واعدي وفائي

محمد حسن سوڍر

1970ع جي چونڊن دوران شهيد ڀٽي وارهه تعلقي، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هڪ ڊڳي گاڏيءَ تي بيهي ماڻهن کي خطاب ڪيو. ان کان پوءِ هڪ ڳوٺ جي اسڪول ويو جتي ماڻهن هن جي زبردست آجيان ڪئي. اتي ماڻهن جڏهن ويهڻ لاءِ چيس ته انڪار ڪندي چيائين: "جيستائين ماڻهن کي ويهڻ جو موقعو نه ملندو تيستائين هو ڪونه ويهندو."

ان موقعي تي جذباتي آواز ۾ چيائين ته جيتوڻيڪ پارٽ هڪ مضبوط ملڪ آهي، پر ذوالفقار علي ڀٽي آڏو اها طاقت ڪجهه ناهي، انهيءَ ڪري پارٽ ذوالفقار علي ڀٽي کان ڊنل آهي.

ان وقت ماڻهن جي محبت ڏسي، هن سنڌن مسئلا حل ڪرڻ جو واعدو ڪيو هو ۽ چيائين ته هو اهي واعدا پورا ڪندو.

1973ع ۾ جڏهن هو اقتدار ۾ اچي چڪو هو ڳوناڻن ڪيس اسلام آباد تار موڪلي، پنهنجو واعدو ياد ڏياريو. ان تي ڀٽو صاحب، لاڙڪاڻي جي ايس پي محمد پنيل کي هدايتون موڪليون ته هو جڏهن لاڙڪاڻي ايندو ته سوڍرن کي ملائڻ لاءِ گهرائي.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن ڀٽو صاحب، لاڙڪاڻي آيو ته سوڍرن کي گهرايو ويو ۽ اڌ ڪلاڪ تائين سنڌن مسئلا ٻڌا. هنن جيڪي

مسئلا پيش ڪيا. تن ۾ هي هئا: اوچي گريڊ جو ڏهه جايون، 100 ايڪڙ زرعي زمين ۽ وارهه ڊسٽري بيوٽري ۾ پاڻيءَ جو اضافو.

اهي اسان جا مطالبا فوراً پورا ٿي ويا ۽ اڄ تائين اسان جو ڳوٺ خوشحاليءَ ڏانهن وڌي رهيو آهي. اهو صرف پنو صاحب جي واعدي پوري ڪرڻ سبب ٿي سگهيو جنهن جا اسين ان وقت به پڪا پوئلڳ هئاسين ۽ آئينديءَ به رهنداسين. اسان جي دلين ۾ هن جي جيڪا محبت ۽ عزت آهي سا ڪوبه ڪڏهن ڪڍي نٿو سگهي ۽ نه هن جي جاءِ ڪو بيو والاري سگهي ٿو.

# سٺي ڪم جي همت افزائي

اختر علي گهانگهرو

جنوري 1970ع ۾ آءٌ ايڪسن ڪمپني ۾ ايگرونامسٽ طور ڪم ڪندو هئس ۽ منهنجي ذمي نئين تيار ڪيل ڊوارف مليٽ ٻج جو هڪ ايڪڙ تيار ڪرڻو هو. 27 جنوري جي صبح جو نوين بجي ڌاري زبردست ٿڌ هئي، پر ڪم جي ڪري مون جوراب لاهي، ۽ گوڏي جيتري پاڻيءَ ۾ گپّ ۾ لهي پيس. آءٌ پنهنجي ڪم ۾ رڌل هئس، ته پِٽو صاحب ۽ سندس مئنيجر اتان اچي لنگهيا. مون کي اهڙي ٿڌ ۾ ائين ڪم ڪندي ڏسي، پِٽي صاحب چيو: "جيڪڏهن اسان جا سمورا نوجوان اهڙيءَ طرح ڪم ڪن ته اسان جي ملڪ ۾ تقدير بدلجي وڃي." هن منهنجي پٺي ٺپري ۽ گڏڀلڪ چٺي اڳتي وڌيو.

نومبر 1970ع ۾ هڪ ٽرين حادثي ڪان پوءِ آءٌ جناح اسپتال ۾ داخل ڪيو ويس. پِٽي صاحب برادر نسبتي ۽ ساڳي اسپتال ۾ داخل هو. تنهنڪري هڪ ڏينهن هو پاڻ ۽ بيگم صاحبه ڪيس ڏسڻ لاءِ اسپتال ۾ آيا. جڏهن مون اهو ٻڌو، تڏهن آءٌ پنهنجي ويل چيئر تي پرائيويٽ وارڊ ۾ ويس. مون کي ڏسندي پِٽي صاحب مون کي سڃاتو ۽ پُڇيائين ته مون کي ڇا ٿيو آهي. مون کي ته پِٽي صاحب جي اهڙي

يادگيري ڏسي تعجب لڳو. مون ڪيس ريلوي حادثي جي باري ۾ ٻڌايو جنهن تي ڪيس ڏاڍو افسوس ٿيو. بهرحال هن انهيءَ وقت انچارج ڪرنل اشفاق کي هدايتون ڏنيون ته منهنجي وڌيڪ توجهه سان تيمارداري ڪئي وڃي.

مئي 1975ع ۾ پيٿو صاحب المرتضيٰ ۾ هڪ کلي ڪچهري ڪري رهيو هو. سڄو ڪمرو ماڻهن سان پريو پيو هو ان ۾ داخل ٿيڻ به ڏکيو هو. بهرحال، سندس فارم مئنيجر قيوم جي مدد سان آءٌ اتي داخل ٿيس ته پيٿي صاحب خنده پيشاني ۽ محبت سان منهنجي آجيان ڪئي. مون ڪيس شڪايت ڪئي ته ريلوي وارا معاوضو ڪونه ٿا ڏين، انهيءَ تي هن اوڏي مهل ريلوي جي وزير غلام مصطفيٰ جتوئي کي فون ڪري چيو ته هڪ هفتي اندر مون کي معاوضو ڏياريو وڃي.

مون کي اهي ڳالهيون اڃا ياد آهن. 1984ع ۾ مون کي رٽائرمينٽ ملي ۽ پيپلز پارٽيءَ جو ورڪر ٿي ويس. 1988ع کان وٺي آءٌ شڪارپور شهر ۾ پيپلز پارٽي جو نائب صدر آهيان. هن جو پڪو حامي ٿيڻ منهنجي لاءِ اعزاز جي ڳالهه آهي.

# استادن جي عزت

## ناطق ٻيريلو

ڪنهن سوچيو هو تہ ڪيٿيڊرل اسڪول، بمبئي ۾ پڙهيل هڪ ڇوڪرو، پيلو مودي جو دوست، ذوالفقار علي ڀٽو هڪ ڏينهن پاڪستان جو پُرڪشش ليڊر ٿي ويندو.

1969ع جي ٽاڪ منجهند جو هڪ ڪار ڳيريلي اسڪول جي دروازي تي اچي بيٺي. شهيد ڀٽو پنهنجي ڪجهہ دوستن سان اتي آيو هو. سندس دوست سخت گرميءَ جي ڪري ڪار ۾ ويٺا رهيا. جڏهن تہ هو پاڻ اسان سان ڏاڍي محبت ۽ شفقت سان مليو هو. جڏهن اسان ڪيس ويهڻ لاءِ ڪرسي آڇي تہ هن چيو: ”هيءَ ڪرسي استادن جي ڪرسي آهي، آءٌ ان تي ويهڻ جي لائق ڪونہ آهيان.“ ان کان پوءِ هڪ نم جي وڻ هيٺ هڪ موڙي تي ويهي رهيو ۽ اتي ئي ڳوٺاڻن کي خطاب ڪيائين.

1970ع جي چونڊن دوران ڳيريلي جي هزارين ماڻهن آڏو هن پارٽيءَ جي ڳيريلي واري شاخ جي صدر بشير احمد ابڙو سان واعدو ڪيائين، تہ جڏهن پ پ اقتدار ۾ ايندي تہ هو سندس خدمتون ڪڏهن نہ وسارندو. بشير احمد ابڙو ان ڳوٺ جو گريجوئيٽ هو. جڏهن

پارٽي اقتدار سنڀاليو تہ پنوَ صاحب کيس ڊي ايس پي ڪري رکيو. بشير احمد ابڙي کي جڏهن پنوَ صاحب جي شهادت جو ٻڌايو ويو تہ هو صدمو سهي نہ سگهيو ۽ اوڏيءَ مهل مري ويو.

1976ع جي ٻوڏن ۾ انساني جانين ۽ مال ملڪيتن جو ڏاڍو نقصان ٿيو هو. پنو صاحب انهيءَ دوران لاڙڪاڻي جو دورو ڪرڻ آيو جتي المرتضيٰ ۾ هزارين ڏتڙيل ماڻهو مدد لاءِ مڙي آيا. پنو صاحب اهو ٻڌي نڪري آيو ۽ ماڻهن کي چيائين:

"اڄ آءٌ صرف مائرن ۽ ڀينرن سان ملندس." جنهن تي سوين عورتون روئي کيس پنهنجي نقصان جا تفصيل ٻڌائڻ لڳيون. اهو ڏسي پنوَ صاحب جي اکين مان ڳوڙها وهڻ لڳا, جنهن بعد هن سيڪريٽريءَ کي هدايتون ڪيون تہ هر خاتون جي نقصان مطابق هن جي روڪ مدد ڪئي وڃي.

منهنجو هڪ دوست سعودي عرب ۾ رهي ٿو جنهن پنوَ صاحب بابت ان وقت جي ڳالهہ ٻڌائي, جڏهن هو عمري جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ مڪہ مڪرمہ ويو هو. منهنجو دوست ان وقت اتي موجود هو. جڏهن پنوَ صاحب جي لاءِ خانہ ڪعبہ کوليو ويو هو ۽ پنو صاحب اڪيلو اندر ويو هو تہ اتي موجود ماڻهن پاڻ پنهنجن ڪنن سان ٻڌو تہ هو ڪيئن روئي روئي خدا کان دعا گهري رهيو هو. جڏهن هو ٻاهر نڪتو تہ حاضرين ڏٺو تہ هن جو چهرو فرط جذبات سان ڳاڙهو ٿي ويو هو ۽ اکين مان ڳوڙها اڃا وهي رهيا هئس.

هڪ گهمري پنو صاحب لاڙڪاڻي ۾ جلوس جي قيادت ڪري رهيو هو تہ هڪ ماڻهو مٿس پستول تاڻيو. بهرحال, انهيءَ کان اڳ جو اهو ماڻهو پنهنجي ناپاڪ ارادي تي عمل ڪري ها, جلوس جي ماڻهن کيس قابو ڪري ورتو. جڏهن پنوَ صاحب کي انهيءَ واقعي جي خبر پئي تہ هن ماڻهن کي چيو تہ کيس ڇڏيو وڃي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئـي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽِـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪـو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِپنِي کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)